# سنڌي ٻولي جي تاريخ

ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي

ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ
ٺ ث پ ج ڄ جھ
ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ
ڊ ذ ر ڙ ز س ش ص
ض ط ظ ع غ ف ڦ
ق ڪ ک گ ڳ گھ
ڱ ل م ن ڻ و
ھ ء ي



سنڌي ادبي بورڊ



A History of Sindhi Language

# سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ

ڀيرومل مهرچند آڏواڻي



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو/حيدرآباد سنڌ

ڇاپو پهريون ١٩٥٦ع
ڇاپو ٻيو ١٩٦٦ع
ڇاپو ٽيون ١٩٧٢ع
ڇاپو چوٿون ١٩٩٣ع



**قيمت: پنجاهہ رپيا**
**[Price Rs: 50-00]**

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي پرنٽنگ پريس، ڄام شورو، سنڌ، ۾ مئنيجر جاويد مرزا ڇپيو ۽ شمشيرالحيدري، سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست


| باب | مضمون | صفحو |
|---|---|---|
| | ٻولين جون ڪو جنائون | ١ |
| | **ڀاڱو پهريون** | |
| ١ | قديم سنڌ ۽ اڻ آريہ ٻوليون | ١٠ |
| ٢ | آريہ لوڪ ۽ سنسڪرت | ٢١ |
| | **ڀاڱو ٻيون** | |
| ١ | ٻين ٻولين سان ناتو | ٨ |
| ٢ | سنڌيءَ جون اُپڀاشائون | ٩١ |
| ٣ | سِرائي | ٩٦ |
| ٤ | وچولي | ١١٣ |
| ٥ | لاڙي | ١٢١ |
| ٦ | ٿريلي | ١٤٠ |
| ٧ | ڪڇڪي | ١٥١ |
| ٨ | لاسي | ١٥٦ |
| ٩ | ٻوليءَ ۾ فرق | ١٦٠ |
| ١٠ | سنڌي لغت | ١٦٨ |
| ١١ | اصطلاح ۽ پهاڪا | ١٩١ |
| ١٢ | مسلمانن جي حڪومت جو اثر | ١٩٨ |
| ١٣ | انگريزن جي صاحبي | ٢٥٦ |
| ١٤ | ٻوليءَ جي منزل ۽ آئينده | ٢٧٧ |
| | **ڀاڱو ٽيون** | |
| ١ | ٻوليءَ جي تبديل ۽ واڌارو | ٢٨٣ |
| ٢ | اکرن تي ويچار | ٢٩٢ |
| ٣ | سنڌي وياڪرڻ تي ويچار | ٣٠٦ |
| ٤ | سنڌيءَ جون خوبيون ۽ خاصيتون | ٣٢٣ |
| ٥ | لفظن جي بناوت | ٣٣٠ |
| ٦ | سنڌي صرف جا اصول | ٣٣٦ |

ناشر پاران

# پيشڪش

ڪاڪي ڀيرومل آڏواڻيءَ سنڌيءَ ٻوليءَ جا جيڪي گهڻا پرڀا آهن، تن لاءِ هر ڪا نهي سنڌس ٿورائتي ٿيندي. هو پيار جو پورهيت هو، جنهن وڏيءَ جاکوڙ سان سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ تي ڀيرائتي کوجنا ڪئي آهي ۽ ڪيترائي ڪمائتا ڪتاب لکي ويو آهي.

سنڌس هي ڪتاب، "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، هڪ اهڙو آماهہ سانڪ آهي، جنهن جو تجلو جيئن پوءِ تيئن تيز رهندو. اهو سنڌس ورهين جي لڳاتار محنت جو نتيجو آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بُڻ بنياد، ٻين ٻولين سان مٽي مائٽي، لغت ۽ گرامر سان گڏ، تاريخ جي آڳاٽن احوالن ۽ جاگرافيائي اثراندازين بابت معلومات جا ڀنڊار ڀريل آهن. ساڳئي وقت، سرسري طرح، تازي زماني جا ڪيترائي واقعا ۽ انهن جا سن به محفوظ ٿي ويا آهن.

سنڌي ٻوليءَ جي اصليت بابت کوجنا جي ڏِس ۾ هڪ اوائلي قدم هجڻ ڪري، جيتوڻيڪ پوءِ جي عالمن جي کولا جيڪي نوان نتيجا ڏنا آهن، سي بنهہ آبتڙ بيٺا آهن، پر تڏهن به کوجنا جو ڪم ڪڏهن به وچ مان شروع نہ ٿيندو آهي، بلڪ اهو اڳين نتيجن کي ڪٽي اڳتي وڌندو آهي، تنهنڪري هن ڪتاب جي اهميت تهان ئي بنيادي بنجي وڃي ٿي.

"سنڌي ادبي بورڊ" هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ١٩٥٦ع ۾، ٻيو ڇاپو ١٩٦٦ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو وري ١٩٧٢ع ۾ شايع ڪيو هو، جيڪو هن وقت عام طرح اڻلڀ ٿي چڪو هو.

هي ايڊيشن، ٽئي ڇاپي جو هوبهو عڪس آهي، تنهنڪري منجهس ڇپائيءَ جي غلطين جو امڪان تہ ڪونهي، پر تڏهن به ڪنهن نظر چُڪ ڏانهن ڌيان ڇڪايو ويو تہ ايندڙ ايڊيشن ۾ ان کي درست ڪري سگهبو.

جامشورو، سنڌ — شمشير الحيدري

٢٩ - سيپٽمبر، ١٩٩٣ع — سيڪريٽري،

"سنڌي ادبي بورڊ"

# ناشر طرفان ٻه لفظ

(ٻهرئين ڇاپي لاءِ لکيل)

ڪتابي ادب جي حفاظت ۽ بقا جو دارو مدار ڪتابن جي عام موجودگيءَ تي آهي. ڪي ڪي مذهبي ڪتاب بر زبان ياد به ڪرايا ويندا آهن- ۽ انهن جي بروقت حفاظت جو اهو به هڪ طريقو آهي پر ڪتاب مذهبي هجن يا خالص علمي ۽ ادبي، هڪ دفعو جيڪڏهن ڇپيا ۽ پوءِ اُئين ڪم تي ويا جو عام پڙهندڙن کي وقت سر انهن جو ملڻ ناممڪن ٿي پوي ته ڇٽبو ته آهي ڪتاب ۽ منجهن جيڪو ادبي سرمايو موجود هو، هميشه لاءِ ڇڙ فنا ٿي ويو.

زنده ٻوليون پنهنجي ادبي سرمايي کي ڪڏهن به ائين بيدرديءَ سان فنا ٿيڻ نه ڏينديون آهن- سندن ادبي شاهڪارن جا نوان نوان ڇاپا باقاعدگيءَ سان ۽ نهايت آب تاب سان هميشه نڪرندائي رهندا آهن. افسوس آهي، جو اسان جي سنڌي عالمن ۽ اديبن، ادبي جماعتن ۽ علمي ادارن آن طرف اڄ ڏينهن تائين ايترو ڌيان نه پئي ڏنو آهي، جيترو ڪين ڏيڻ گهربو هو: نتيجو هي نڪتو آهي، جو اڄ سون اهڙن بيمثل سنڌي ڪتابن جا نالا وٺي سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن به قيمت تي پڙهندڙن کي هٿ نٿا اچي سگهن، ۽ ائين پيو ڀانئجي، ڄڻ اهي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪڏهن لکيائي ڪونه ويا هئا. ظاهر آهي

تہ پنھنجي ھن عظيم ادبي ورثي ڏانھن ايتري سرد مُھري،
۽ ان کان ايتري غفلت ۽ لاپرواھي نہ ڪڏھين معافيءَ
لائق ٿي سگھي ٿي، ۽ نہ وري ان جي ڪڏھن ڪا
مناسب پورائي ئي اسان کان ٿي سگھندي. پنھنجن وڏن
جي ميڙيل چونڊيل املھہ ماڻڪن کي ائين ھٿن جي
وِٿن مان واريءَ وانگر جيڪڏھن ھميشہ وڃائيندا ئي
رھنداسين تہ آخر ۾ سواءِ خالي ھٿن جي باقي اسان وٽ
ڇا وڃي بچندو. سا ڳالھہ سڀڪو سمجھي سگھي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ، انھن ڳالھين کي محسوس ڪندي،
ھڪ بنيادي مقصد پنھنجي سامھون ھي بہ رکيو آھي تہ
پنھنجي ٻوليءَ جا پراڻا ڇپيل ڪتاب جنھن عـزت ۽
احترام جي لائق آھن، تنھن عـزت ۽ احترام سان ٻيھر
ڇپائي شايع ڪيا وڃن، تہ جيئن سنڌي ادب ۾ انھن
ڪتابن جي ھڪ دائمي حيثيت باقي رھي سگھي.

ھيءُ ڪتاب اول سرڳواسي مصنف ڇپائي پڌرو
ڪيو ھو ۽ پوءِ ٻين عمدن نوس ادبي ڪتابـن وانگر
ناياب ٿي ويو، جو سنڌي ادبي بورڊ نئينءَ طرز سان،
نئينءَ ترتيب ۾، ٻھريائين ١٩٥٦ع ۾ شايع ڪرايو. بورڊ
طرفان، ھيءُ اُن جو ٽيون ڇاپو پيش ٿي رھيو آھي.

لائق مصنف کي سنڌي زبان سان محبت عشق جي
درجي تي پھتل ھئي، ھن جيتوڻيڪ ٻوليءَ جي

خدمت ڪرڻ خاطر ٻيا ٻہ ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، پر هن ڪتاب تي جيڪا محنت، مشقت، سر جوشي ۽ دماغ سوزي ڪئي اٿس، تنهن جو مثال سنڌي زبان ۾ مشڪل ملي سگهندو. انهيءَ ڏس ۾ هن ڪتاب کي اهڙو درجو حاصل آهي، جو هن جي پرغور مطالعي کان سواءِ ڪوبہ شخص سنڌيءَ زبان ۽ سنڌي ادب تي عبور حاصل ڪري نہ سگهندو. اسان جي نئينءَ ٽهيءَ لاءِ هن جي مطالعي کان محروم رهڻ هڪ نهايت افسوسناڪ ڪوتاهيءَ برابر هو، سنڌي ادبي بورڊ، انهيءَ ڪوتاهيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ اسان جي نئينءَ ٽهيءَ اڳيان هي ناياب ڪتاب آڻي ٿو ۽ اميد ٿو رکي تہ هو هن کي پوري غور سان مطالعو ڪري، پنهنجي پياريءَ زبان جا ماهر بڻبا.

محمد ابراهيم جويو
اڪٽنگ سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# منڍ

سنڌي ٻوليءَ جي اونهي اڀياس ڪرڻ لاءِ هن وقت
هڪڙو به ڪتاب ڪونهي. ڪيترن کي اها به سڌ
ڪانهي، ته ڇو لاڙ جي ٻولي هڪڙي، وچولي جي ٻي،
۽ سرحد سنڌ جي وچائين ٻي آهي ۽ ڪهڙي سبب
شڪارپور جي ٻولي ٻين سڀني کان مٺاج ۾ وڌيڪ آهي؟
هن لاءِ هڪڙو ٻيو سبب هيءُ آهي ته عربن سنڌ فتح
ڪئي، تنهن کان اڳ جي تاريخ آهي ئي ڪانه، جنهن
مان اهڙين ڳالهين جو پتو پوي. مون ٽي ورهيه سانده
محنت ڪري ڏٺو سؤ ڪن ڪتابن مان قديم سنڌ جا
احوال ڪڍيا. ڪنهن مان ٻه-ٽي سٽون ته ڪنهن مان
فقط هڪ ٻه فقرو مليم، پر اهي ذرا پرزا به ويهي ڳنڍيم،
ته چڱي خاصي تاريخ تيار ٿي پيئي. اها سموري ڪتاب
۾ ڏيان ها، ته ڪتاب تمام وڏو ٿي پوي ها، ته به ٻوليءَ
جي تاريخ ۾ جيترو پرڳڻي جو احوال ڏيڻ گهرجي،
تنهن کان گهٽ ڏنو اٿم.

ٻوليءَ جي تاريخ معنيٰ ٻوليءَ جي تبديل جي
تاريخ. ٻوليءَ ۾ تبديل ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ آڻين ٿا،
تنهنڪري جنهن ٻوليءَ جي تاريخ لکجي، تنهن ۾
پرڳڻي جي ماڻهن جو ذڪر به ضرور ڪجي. انهيءَ

سبب، سنڌ جي تاريخ ۽ ان جو جيڪو اثر ٻوليءَ تي ٿيو آهي، سو ٻڌايو اٿم.

ٻولي ۽ ساهت پاڻ ۾ ڳنڍيا ڳتيا پيا آهن: ساهت جو مدار ٻوليءَ تي ۽ ٻوليءَ جو مدار ماڻهن تي. تنهنڪري، هن ڪتاب ۾ اهو به ڄاڻايو اٿم ته سنڌي ساهت جي ترقي ڪيئن ٿي- مطلب ته هن ڪتاب ۾ ٽي تاريخون آهن: سنڌ جي تاريخ، ٻوليءَ جي تاريخ، ۽ سنڌ جي ادبي تاريخ.

ٻولين جي تاريخن جوڙڻ جو رواج ويجهڙائيءَ ۾ يورپي لوڪن وڌو. سندين جوڙيل انگريزي ٻولين جون تاريخون ڏسي، اسانجن ڪن ڏيهي عالمن ٻينگالي، گجراتي ۽ مراهٽي ٻولين جون تاريخون تاهيون آهن. هيءَ اڃا شروعات آهي، تنهنڪري سيني ڏيهي ٻولين جون تاريخون اڃا ڪونه جڙيون آهن. باقي سر گريئرسن جي ڪوشش سان ”لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا“ جا ڪيترائي جلد ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. مون اهي ڪتاب پڙهيا، ته پنهنجي سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جوڙڻ جو خيال آيم. اسانجين ٻولين جون کوجنائون اول يورپي لوڪن ڪيون هيون، تنهنڪري سندن کوجنائن جو مختصر ذڪر هتي منڍ ۾ ڏي ڪيو اٿم- جو سنڌي ٻوليءَ جي بنياد جو انهيءَ سان وڏو ڏي واسطو آهي. ڪيترين مکيه ڳالهين بابت سندون به ڄاڻايو اٿم ته پڙهندڙن کي پتو پوي ته مون اهي احوال ڪٿان آندا.

سنڌي ٻوليءَ جي اونهي اڀياس ڪرڻ لاءِ هيءَ گويا پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ ٻوليءَ بابت ڪي مکيه ڳالهيون مختصر طرح ڏنيون اٿم، ۽ اهي به هتائي ڪتاب جي پيڙهي ڏي ڪيون اٿم، تہ جن کي فقط تاريخ پڙهڻي هجي، تن کي اهي ڳالهيون وچ ۾ نہ منجهائين. مضمون کي ڦلوڻي ۽ سوادي ڪرڻ لاءِ شاهہ، سامي ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام مان ڪي ٽڪون ڏنيون اٿم تہ پڙهندڙ ڀلي تہ وندر جو ڪتاب ڪري پڙهن. جيڪڏهن پڙهندڙن ٻوليءَ جي اونهي اڀياس لاءِ چاهہ ڏيکاريو، تہ ”سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس“ نالي ڪتاب جلد ڇپائي پڌرو ڪندس، جنهن ۾ تاريخي احوال ٿورو ۽ ٻوليءَ جو ذڪر گهڻو آهي. هن ڪتاب تي جيڪا محنت ڪئي اٿم، تنهن جو قدر اميد تہ پڙهندڙ پاڻيهي ڪندا.

ڪراچي، — ڀيرومل مهرچند

۱۳- فبروري، ۱۹۴۱ع

## ٻولين جون ڪوجنائون

يورپي لوڪن ۾ هيءَ هڪ وڏو گڻ آهي، ته جنهن ملڪ ۾ وڃن، تنهن ملڪ جي ٻولي سکي، ان جو علمي خزانو ويهي ڦولين ته پنهنجي دل ۽ دماغ کي روشن ۽ من کي منور ڪريون، ۽ انهيءَ ٻان آبدار موتي ماڻڪ ميڙي، پنهنجي ديسواسين کي به ڏيون، ته پلي ته اهي به لاڀ پرائين.

عيسوي پندرهين ۽ سورهين صديءَ ۾ پورچوگيزن، ڊچن، فرينچن ۽ انگريزن هڪٻئي جي پٺيان، واپار سانگي هندستان ۾ اچي ڪوٺيون وڌيون. ان وقت ڪي پادري به آيا، جن سنسڪرت تي گهڻو ڌيان ڏنو، ته ٻاڻون ته ان ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ آهن، جي ساڳيا ڪيترين يورپي ٻولين ۾ به عام آهن؛ رڳو اچار ٿورو ڦريل اٿن- مثلاً:

| سنسڪرت | سنڌي | فارسي | انگريزي | |
|---|---|---|---|---|
| ماتر | ماتا- ماءُ | مادر | مدر | Mother |
| ڀراتر | ڀراتر- ڀاءُ | برادر | بردر | Brother |
| دهتر | ڌيتا- ڌيءُ | دختر | ڊاٽر | Daughter |
| نامن | نانءُ- نالو | نام | نيم | Name |
| نوُ | نئون | نوُ | نيوُ | New |

اهڙا ڀيا ڪئين لفظ آهن، جي گريڪ (يوناني)، لاتن، جرمن، فرينچ، انگريزي ۽ ٻين يوروپي ٻولين ۾ عام آهن. لفظن جي هڪجهڙائي ڏسي حيران ٿيا، پر سمجهي نٿي سگهيا، ته ائين ڪيئن ٿيو آهي.

پهريون ٿي پهريون يوروپي عالم جنهن اهو پورو پتو (پروڙي سلي)، سو سر وليم جونس هو. هو صاحب ٻولين سکڻ جو ڪوڏيو هو. اچا يورپ ۾ ئي هو، ته فارسي، عربي، ۽ ٻيون ڪي ٻوليون سکيو هو. سن ١٧٨٣ع ۾ بنگال جو چيف جسٽس مقرر ٿي آيو، ته ٻئي سال (١٧٨٤ع) ۾ سنسڪرت ۽ ٻين ڏيهي ٻولين جي اڀياس کي زور وٺائڻ لاءِ بينگال جي رائل ايشياٽڪ سوسائٽي برپا ڪيائين، جنهن جو صدر پاڻ هو. ڪانئس اڳي هڪ پورچوگيز پادريءَ، راجا ڀرتريءَ جا شتڪ ترجمو ڪيا هئا. هن وري ڪوي ڪاليداس جي 'شڪنتلا' ناٽڪ جو ترجمو ڪيو، ته يورپ جي ماڻهن جون اکيون کليون، ۽ قبول ڪرڻ لڳا، ته هندستان ۾ به ڪي وڏا عالم ٿي گذريا آهن، جي هھڙا عمدا ڪتاب لکي سگهيا ٿي.

سر وليم جونس ڏٺو ته سنسڪرت ۾ نه رڳو يورپي ٻولين جهڙا لفظ آهن، پر ٻولين جي نحوي بناوت (Grammatical formation) ۾ ڪيتريقدر هڪجهڙائي آهي؛ هيءَ نهايت عجب جهڙي ڳالهه هئي، تنهنڪري ٿي ورهيه سانده اونڌو ڪنڌ ڪري سنسڪرت جو هيڪاري اونهو اڀياس ڪيائين. سنه ١٧٨٦ع ۾ پنهنجي جاري ڪيل سوسائٽيءَ جي ٽئين ساليانې ميڙ مهل،

ٻنهنجي صدارتي تقرير ۾ جيڪي چيائين تنهن مان ٿورو ٽڪر هتي ٻجنسي ڏجي ٿو:

"The Sanskirt language, whatever be its antiquity,is cf wonderful Struc;ture more perfect than the Greek, more copious than the Latin and more exquisitely refined than either, yet bearing tc both of them a stronger affinity, both in the roots of verbs and in forms of grammar than could possibly have been produced by accident; so strong, indeed, that no philologist could examine them all without beliving them to have sprung from some common source which, perhaps, no longer exists. There is a similar reason, though not quite so forcible, for supposing that both the Gothic and Celtic, though blended with a very different idiom, had the same origin with the Sanskirt; and the Old persian might be added to the same family."

سر وليم جونس جي هيءَ تقرير ولايت وارن پڙهي، ته سڄي يورپ ۾ غلغلو مچي ويو. ان لاءِ سبب هو:

صدين کان يوروپي لوڪ ائين وسهندا هئا، ته "هيبرو" (Hebreew) يعني عبراني يا يهودين جي ٻولي، جنهن ۾ سندن آڳاٽا ديني ڪتاب (بائيبل يا انجيل وغيره) لکيل آهن، سا سڀني کان قديم ۽ مقدس يا پاڪ ٻولي (پوتر ڀاشا) آهي، ۽ دنيا جون ٻيون سڀ ٻوليون انهيءَ

عبرانيءَ مان پيدا ٿيون آهن! هندستان ۾ ڪوٺين وجهڻ کان اڳ ڪيترن يوروپي لوڪن کي اِيتري به ڪل ڪانه هئي، تہ هندستان ۾ سنسڪرت نالي ڪا ٻولي ٿيندي آهي! جن ٿورڙن کي اها سڌ هئي، تن سنسڪرت کي آخر ۾ ڌ پٺي آندو! هينئر جو سر وليم جونس ٻڌايو، تہ سنسڪرت ۽ يوروپي ٻولين جو ٻڻ ڏي ساڳيو آهي، تہ انهيءَ ڳالهہ تي ڪنهن بہ ويساهہ نہ پٺي ڪيو.

ڪيترن يوروپي لوڪن پوءِ سنسڪرت جو اونهو ابياس پاڻ ڪري ڏٺو ۽ ان جي يوروپي ٻولين سان ڀيٽ ڪيائون، تہ گهڻن جو اڳيون اعتقاد ميٽجي ويو، يعني اڳي جو سمجهيائون ٿي، تہ دنيا جون سڀ ٻوليون 'هيبرو' يا يهودين جي قديم ٻوليءَ مان پيدا ٿيون آهن، سو خام خيال صفا ميسارجي وين. ڪي يوروپي پوءِ پاڻ ائين وسهڻ لڳا، تہ سنسڪرت ٻولي سڀني يوروپي ٻولين جي ماءُ ٿئي* پر ڪي اها ڳالهہ اعتبار ۾ نہ آئي، تنهنڪري وڌيڪ کوجنائون ڪرڻ لڳا.

ٻولين جي باري ۾ کوجنائن ڪرڻ لاءِ يوروپي لوڪن هيءُ رستو اختيار ڪيو، جو يورپ جي آڳاٽين ٻولين (گريڪ لاٽن وغيره) جي هاڻوڪين ٻولين (انگريزي، جرمن، فرينچ وغيره) سان ڀيٽ ڪيائون ۽ انهن جي ورني سنسڪرت سان ڀيٽ ڪيائون، تہ ٻولين جو هڪ نئون راز هٿ آين، جنهن جي اڳي ڪل ڪانہ هين. هينئر سمجهڻ لڳا، تہ جيئن دنيا ۾

* ڏسو رڊپسن صاحب واري قديم "هندستان جي تاريخ" صفحو ٢٠.

سيڪا ڳالهه حڪم جي ڏوري ۾ ٻڌل آهي ۽ جيئن سج، چنڊ، تارا وغيره ڪن ٺهرايل قاعدن پٽاندر ڪم ڪن ٿا، تيئن ٻولين کي به ڪي قدرت جا قاعدا مڃڻا پون ٿا، ۽ خود آهي قاعدا به ڪن اصولن تي ٻڌل آهن، جن جو لاڳاپو انسانذات سان آهي؛ ڇاڪاڻ ته ٻولين جا ڳالهائيندڙ فقط انسان آهن، تنهنڪري انهن اصولن جو لاڳاپو به ضرور انسانن سان ٿيندو. اهو نئون علم، جو جدا جدا هنڌن جي ٻولين جي ڀيٽ ڪرڻ سان هٿ آيو، تنهن جو نالو رکيائون Comparative Philology، جنهن کي Glossology (علم اللغات) ۽ Linguistic Science يعني ڀاشا وگيان يا ٻولين جي سائنس سڏين ٿا.

پهريون ئي يوروپي، جرمنيءَ جو نامور عالم، فرڊنسز باپ هو، ۱۸۱٦ع ۾ هن صاحب هڪ گرامر ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ سنسڪرت، يوناني، لاطيني، فارسي ۽ جرمنيءَ جي ٻولين جي گردانن يا ڦيرن جي هڪجهڙي ترتيب ڏيکاري، وگياني (Scientific) ريت هن ثابت ڪيو، ته سر وليم جونس جو قياس سچو هو ۽ اهي ٻوليون برابر اهڙيءَ ڪنهن قديم ٻولي مان پيدا ٿيون آهن، جا هن وقت دنيا جي ڪنهن به ڀاڱي ۾ ڳالهائڻ ۾ نٿي اچي.

يوروپي لوڪن لاءِ هاڻ هڪ وڏو مسئلو پيدا ٿيو. هو چوڻ لڳا ته هندستان ۽ ايران، جي يورپ کان ٽي هزار ڪن ڪوهه پري آهن، تن جي ٻولين جو پاڻ ۾ جڳري ناتو ٿيو ڪيئن؟ هي پرولي سلي ڪير؟

هندن جي 'رگ، ويد' مان پتو پوي ٿو، ته اهي آريه لوڪ هئا، جي پنهنجي نشاني هيءَ ڇڏي ويا آهن. ايران طرفان پتو پوي ٿو ته خود 'ايران' لفظ اصل ۾ آهي 'ائرين' - يعني آرين جو ملڪ. هوڏانهن يورپ ڏي 'آئرلئنڊ' آهي، جنهن جي به اکري معني آهي 'آئر' (شهزادن) يعني آرين يا شريفن جو ملڪ. رڳو انهن نالن منجهان ئي جيڪر هرڪو سمجهي، ته اڳي هندستان ۽ ايران کان وٺي آئرلئنڊ تائين سمورو ملڪ آرين جو هو. هندن جي رگ ويد ۽ پارسين جي زنداويستا جي پاڻ ۾ ڀيٽ ڪري ڏٺائون، ته انهن ٻنهي ڌرمي پستڪن جي نه رڳو ٻولي هڪ ٻئي سان گهڻي مشابهت رکي ٿي، پر ڪيترا ڌرمي خيال به منجهن ساڳيائي آهن. ڪن ديوتائن جا نالا جهڙا رگ ويد ۾، تهڙا يونانين جي ڏند ڪٿائن ۾! مثلاً هندن جي رگ ويد مان معلوم ٿو ٿئي ته ابا ڏاڏا آريه لوڪ آڪاس يا آسمان کي پتا (پيءُ) ۽ ڌرتيءَ کي ماتا يا ماءُ ڪري پوڄيندا هئا. آڪاس کي سڏيندا هئا 'ديوس پتر' يعني ابو آڪاس، (The sky-father) انهيءَ 'ديوس پتر' جو اچار لاطين ٻوليءَ ۾ آهي (Ju-peter). گريڪ يا يوناني ٻوليءَ ۾ 'ديوس' جو اچار 'زيئوس' zeus آهي ۽ اهو وڏو ديوتا ليکبو هو. مطلب ته ٻولين جي ڀيٽ ڪرڻ سان علم لغات (Comparative philology) جو پتو پوي، ۽ هاڻ ڏند ڪٿائن جي ڀيٽ (Comparative Mythology) مان هيڪاري يقين ٿئي، ته

انهن سڀني هندن جي آرين جي نه فقط ٻولي ساڳي هئي، پر ڌرم ڪرم به ساڳيو هون.

يورپي لوڪن کي پنهنجن ابن ڏاڏن جي احوال جي اڳي کاٻه سڌ ڪانه هئي. هاڻ جو ٻولين جي کوجنائن ڪندي تاريخ - روڳي ترورا جهلڪا ڏيندا نظر آين، تہ تاريخ جي کوجنائن ۾ پيا. هندن جي ويدن، پراڻن ۽ اتهاسن يعني رامائڻ ۽ مهاڀارت مان، ٻڌ ڌرم وارن جي ڌرمي ڪتابن مان، ڪن يونانين ۽ چيني مسافرن جي سفرنامن مان، ۽ ٻين هندن ڪيترو تاريخي احوال ڪٺو ڪري، اسان کي قديم هندستان جي تاريخ جوڙي ڏني اٿن؛ چو جو عربن جي ڪاهه کان اڳ جي تاريخ هئي ڪانه.

آرڪيالاجيڪل کاتي وارن به تاريخي احوالن ڪٺي ڪرڻ ۾ گهڻي مدد ڪين. انهن ميسوپوٽيميا طرفان ڪيتريون حقيقتون هٿ ڪيون، جن مان پتو پوي ٿو، تہ عيسوي سن کان پندرهن صديون ڪن اڳي، آرين جون انهيءَ طرف ٻيٺڪون هيون. انهن ۽ ٻين کوجنائن مان يورپي عالمن کي اٿين وسهڻ لائق سبب ٿيو تہ اڳاڻا آريہ لوڪ وچ ايشيا ڏي، يا انهيءَ ڪنهن طرف، گڏ رهندا هئا، جتي ٻولي ساڳي هين. پوءِ منجهائن ڪي يورپ ڏي، تہ ڪي ايران ڏي ويا، ۽ اتان ڪي جبل جهاڳي اتر هندستان ۾ آيا ۽ پنهنجي سنسڪرت ٻوليءَ جو اتي ڦهلاءُ ڪيائون، جنهن مان پوءِ سنڌي، هندي، گجراتي ۽ ٻيون ڏيهي آريہ ٻوليون پيدا ٿيون.

انهن سڀني هندن جي ٻولين کي گڏي "انڊو-يوروپين" Indo-European ٻوليون سڏيو اٿن، ته سمجهڻ ۾ اچي، ته هندستان ۽ يورپ جي ٻولين جو پاڻ ۾ جگري ناتو آهي.

انهن سڀني هندن جي ٻولين کي گڏي ڪي صاحب 'آريه' ٻوليون به سڏين ٿا، ڇاڪاڻ ته انهن ٻولين جا ڳالهائيندڙ اصل آريه لوڪ هئا. جرمني وارا پاڻ کي 'آريه' سڏائيندي فخر ڪن ٿا، پر سر گريئرسن ۽ ٻيا ڪي يوروپي چون ٿا ته سندن ابا ڏاڏا آريه نه هئا، پر آرين جهڙي ٻولي ڳالهائيندا هئا. ايترو قبول ڪن ٿا ته ايران جا پارسي لوڪ ۽ هندستان جا آريه اصل هڪڙي جو هڏ رت آهن، تنهنڪري رڳو ايران جي ٻولين ۽ سنسڪرت ۽ انهيءَ مان نڪتل ٻولين کي 'آريه' ٻوليون سڏين ٿا، باقي ٻين هندن جي ٻولين تي ٻيا ٻيا نالا رکيا اٿن. انڊو-يوروپين ٻولين جي خاندان وارن اٺن شاخن تي هيٺيان نالا رکيا اٿن:

(١) آرين شاخ The Aryan Branch، جنهن ۾ سنسڪرت ۽ اُن جو اولاد ۽ ايراني ٻوليون ليکجن ٿيون.

(الف) سنسڪرت مان پالي ۽ ٻيون پراڪرت ٻوليون پيدا ٿيون، جي پوءِ ڦري سنڌي، هندي ۽ گجراتي وغيره ٿيون.

(ب) فارسي، بلوچي، مڪراني، افغاني يا پشتو، ڪردستان جون ٻوليون ۽ داردستان جون داردڪ ٻوليون (ڪشميري وغيره)، لهندا، ملتاني ۽ سرائڪي، ايراني دفعي ۾ ليکجن ٿيون:

(٢) آرمينيا جي شاخ The Armenian Branch

(٣) هيلنيا جي شاخ The Hellenic Branch

(٤) آلبينيا جي شاخ The Albanian Branch

(٥) اٽليءَ جي شاخ The Italic Branch

هن ۾ لاٽن، فرينچ، اسپين ۽ پورچوگال جون ٻوليون ليکجن ٿيون.

(٦) سيلٽڪ يا (ڪيلٽڪ شاخ (ڪيلٽ يا گال لوڪن جون ٻوليون The Celtic Branch

(٧) بالٽوسلاواني شاخ (لٿونيا، رشيا، بلگيريا وغيره جون ٻوليون The Balto Slavnic.

(٨) ٽيوٽاني شاخ The Teutonic Branch جنهن ۾ سڪنڊ ينيويا (سئيڊن، ناروي، آئيس لئنڊ ۽ ڊينمارڪ)، جرمنيءَ جون ٻوليون گاٿڪ سميت، انگلو سئڪسن، انگريزي، ڊچ ۽ فليمش ٻوليون ليکجن ٿيون.

انهن سڀني مان اسان جي سنڌي ٻوليءَ جو جگر ناتو سنسڪرت جي ڪري آهي.

# سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ

## (پهريون ڀاڱو)

باب پهريون — قديم سنڌ ۽ اڻ آريه ٻوليون

### سنڌ جو جنم

١- سنڌ جو گهڻو ڀاڱو سمنڊ مان پيدا ٿيل چوڻ ۾ اچي ٿو: ڌرتيءَ جي علم جا ڄاڻو چون ٿا، ته نهايت قديم زماني ۾ اتر-هندستان وارو پاسو، گهڻو ڪري سمورو سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ هو- پوءِ خوفناڪ سبب سمنڊ هٽي پري ٿيو ۽ زمين ظاهر ٿي پئي*.

### قديم سنڌ جا رهاڪو

٢- سنڌ مان سمنڊ هٽي پري ٿيو، ته جن لوڪن اهي، واريءَ پٽ اچي وسايا، تن مان قديم ۾ قديم لوڪ هاڙهوڪن ڪولن، سنٿالن ۽ ڀيلن وغيره جا ابا-ڏاڏا هئا. ڪن ڪولن جا لاش موهن جي دڙي مان لڌا آهن، جا ڳالهه آرڪيالاجيڪل کاتي جي ڊئريڪٽر جنرل سرجان مارشل، پنهنجي ڪتاب 'موهن جو دڙو' ۾ ڄاڻائي آهي.

* Sind is mainly a Sea- born land. M.B. Pitha-wlla; *Marvels of the Earth, p. 51.*
Mr. Wadia *Ceology of India, p. 5, et seg.*

## ڪول ۽ سنٿال ڪٿان آيا؟

۳- عالمن جو چوڻ آهي ته قديم زماني ۾ جڏهن اتر-هندستان ڏي سمنڊ هو، تڏهن ڏکڻ-هندستان وارو پاسو آفريڪا، سلون (لنڪا) ۽ آسٽريليا سان خشڪيءَ جي رستي ڳنڍيل هو. ڪولن ۽ سنٿالن جي ٻولين جي بناوت آسٽريليا طرف جي ٻولين سان گهڻي قدر مشابهت رکي ٿي. انهيءَ مان اهو انومان ڪيو اٿن، ته انهن لوڪن جا ابا ڏاڏا انهيءَ غرق ٿيل ڪنڊ وارا پٽ لتاڙي، خشڪيءَ جي رستي آسٽريليا کان چين ولايت واري وات وٺي، آسام ۽ بنگال ڏي آيا ۽ پوءِ اتر-هندستان ڏي وڌيا انهيءَ سموريءَ وات تي جيڪي ٻوليون چالو آهن، تن جو جڳري ناتو آسٽريليا طرف جي ٻولين سان آهي.

ڪولن ۽ سنٿالن ۾ ڪي 'منڊ' لوڪ به هئا، تنهنڪري سندين ٻولين کي گڏي 'ڪولرين Kolarian ۽ 'منڊا' Munda ٻوليون سڏيو اٿن ۽ اهي آسٽريليا جي ٻولين جي خاندان Austric family جي هڪ شاخ ليکجن ٿيون.

## ڪولن جي ٻوليءَ جو نمونو

۴- ڪول، سنٿال، ڀيل وغيره اڳي جڏهين سنڌ سميت سڄي-اتر هندستان ۾ رهندا هئا، تڏهين سنڌ ۾ جيڪا ٻولي چالو هئي، سا هن وقت وچ-هندستان ۾، چوٽا ناگپور طرف ڪول ۽ سنٿال ڳالهائين ٿا. انهيءَ ٻوليءَ جي بناوت جي نموني ڄاڻڻ لاءِ هتي هڪ مثال ڏجي ٿو.

سنٿالي (سؤنتالي) ٻوليءَ ۾ 'دل' معنيٰ 'مارڻ'. هن
هڪڙي ئي لفظ سان پڇاڙين پڻيان پڇاڙيون گڏي چون
'دل - اوچو - آڪن - تڻهن - تءَ - تن - آ - اي'. ائين
هڪڙي ئي لفظ پڻيان پڇاڙين (Siffixes) گڏڻ سان هيءُ
هڪ جملو جڙي پيو آهي' جنهن جي معنيٰ آهي ته 'هيءُ
جو هن جو آهي ۽ اهو جو منهنجو آهي' سو پاڻ کي پيو
مارائيندو.' انهيءَ ساڳئي 'دل' لفظ جي وچ ۾ جيڪڏهين
'پ' گڏي 'دپل' چئبو، ته انهيءَ مان هڪٻئي کي
مارڻ جي معنيٰ نڪرندي. جيڪڏهين 'دل' ۽ 'دپل'
لفظن جي پڻيان ساڳيون ئي مٿيون پڇاڙيون رکبو ڏوريءَ
ڦيرڦاز سان گڏبيون، ته پوءِ مارڻ ۽ ماراماريءَ بابت ڪيئن
جملا جڙي پوندا*. مسٽر سڪريفسرڊ Mr. Skrefsurd
وارو سنٿالي گرامر ڏسو ته 'دل' فعل جو گردان رکبو
ضمير غائب عدد واحد ۾ ڪيو اٿس، ته هڪ سؤ کن صفحا
پرجي ويا آهن! اسان جي پرڳڻي ۾ اجها اهڙي قسم جي ٻولي
ڪولن ۽ سنٿالن جي صاحبيءَ ۾ چالو هئي. اڻ آريہ قومن جون
ٻوليون مرڪب منزل Agglutinative Stage واريون
ٻوليون آهن، جنهن جو هڪ مثال ترڪي ٻولي بہ آهي.
انهيءَ منزل وارين ٻولين ۾ لفظن سان پڇاڙيون (glue)
ڳنڍيون پون ٿيون، تنهنڪري لفظن جون صورتون نهايت
پيچيديون ٿين ٿيون، ۽ انهيءَ سبب انهن ٻولين جو گرامر
نهايت ڏکيو ٿئي ٿو.

---

* Sir Grierson: Linguistic Survey of India, Vol: I, Part 1.

## ڪولن جي ٻوليءَ جا سنڌيءَ ۾ نشان

٥- هن وقت اتر-هندستان ۾ آريه ٻوليون چالو آهن ۽ ڪولن جي ٻوليءَ، جو نالو به ڪونهي. انهيءَ هوندي به سنڌين ٻوليءَ جو ڪو ڪو نشان اڄ تائين اسان وٽ آهي- مثلا اسان جا هاري ناري ۽ ٻيا اٽپڙهيل اڪثر ويهون- ويهون ڪري ڳڻيندا آهن- اهي 'پنجاهه' بدران چون 'اڍائي ڪوڙيون' ۽ 'سٺ' بدران چون 'ٽي ڪوڙيون' يا 'ٽي ويهون'. انهيءَ نان چوڻي به آهي ته 'جهڙي سٺ تهڙيون ٽي ويهون'. سو گريئرسن جو چوڻ آهي، ته اهو انگن ڳڻڻ جو دستور ڪولن ۽ سنتالن جو آهي، جو اتر- هندستان جا اٽپڙهيل اڄ تائين هلائيندا اچن ۽ خود 'ڪوڙي' منڊا ٻولين جو لفظ آهي*. هن موجب چئبو ته اسان وٽ جو ڪي چوندا آهن، ته انگريزي لفظ 'سڪور' (Score) جو آچار سنڌيءَ ۾ بگڙجي 'ڪور-ڪوڙي' ٿيو آهي، سا غلط ڳالهه آهي.

(الف) ويهه-ويهه ڪري ڳڻڻ جي ترتيب (Vigesimal system) اسان کي ڪل جهڙي پيئي لڳي، ۽ اسين اهو اٽپڙهيلن جو دستور ڪري ليکيون ٿا، ڇاڪاڻ ته اسان جي ڳڻڻ جو دستور 'ڏاهيءَ' يعني 'ڏهاڪن جي ترتيب' (Decimal system) تي ٻڌل آهي. اسان جن انگن تي ٽالائي اهڙيءَ طرح رکيل آهن- مثلاً 'ٻارهن' (اصل 'ٻاڏهن') معنيٰ ٻه ۽ ڏهه، تيرهن (ٽيڏهن) معنيٰ ٽي ۽ ڏهه، ۽ چوڏهن معنيٰ چار ڏهه. ٻيا مثال:

---

* Linguistic Survey of India, Vol; I, part I, p. 35 anp 132.

| سنڌي | سنسڪرت | اصلي لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ويهه | ونشي | دوَ-دشنتي | ٻه ڏهاڪا |
| ٽيهه | ترنشتي | ترِ-دشنتي | ٽي ڏهاڪا |
| چاليهه | چتوار نشت | چتواردشنت | چار ڏهاڪا |
| پنجاهه | پنچاشت | پنچ-دشنت | پنج ڏهاڪا |

پيا انگ به ائين جڙيل آهن. اهي آريه لوڪن جا جوڙيل آهن.

(ب) آڳرين تي ڳڻڻ جو رواج بلڪل سياويڪ ۽ نهايت سهنجو سولو آهي. انهيءَ سبب ڀانئجي ٿو ته آڳاٽن آرين کي ڏهه-ڏهه ڪري ڳڻڻ جو خيال هٿن جي ڏهن آڱرين تان آيو. ڪولن ۽ سنٿالن شايد ٻهرن جون آڱريون به ٿي ڳڻيون، جنهنڪري ويهه-ويهه ڪري ٿي ڳڻيائون.

٦- سنڌيءَ ۾ آوازن مان ٺهيل لفظ گهڻا آهن. مثلاً ڪتي جو آواز 'ٻن ٻن'، ٻلي جو آواز 'مياؤن مياؤن'. ڪتي ۽ جهرڪيءَ جو آواز 'چون چون' ۽ بلبل جو 'ٽڪٽو ٽڪاٽو'. انهن کان سواءِ گهڻگهڻ، جهڻجهڻ، ٺڪ ٺڪ، ٺاٺا، ٺڪاٺوڪي ۽ پيا ڪيترا آوازن مان ٺهيل لفظ آهن. هاڻوڪا ڪول ۽ سنٿال به ائين آوازن مان ٺهيل لفظ گهڻا ڪم آڻين ٿا. سنڌن اُن-ڏاڏن جي ٻوليءَ جو اهو اثر آرين جي ٻوليءَ تي ٿيو هجي ته عجب ڪونهي*.

* "Onomatopoetic words and jingles, however are characteristic of Kol as well. It may be that in this matter there is also Kol influence on Aryan" Dr. S. K. Chatterji *The origin and Development of the Bengali Language*, Voll 1.p.175

(الف) ڪولن ۽ منڊ لوڪن جي ٻولين جا ٻيا به ڪي
نشان سنڌيءَ ۾ هوندا ته عجب ڪونهي. هن باري ۾ ڪي
يوروپي لوڪ وڌيڪ ڳوجنائون ڪن پيا، پر ايترو اڳيئي
ڄاڻايو اٿن ته ڪول ۽ سنٿال ڪو گهڻو سڌريل ڪونه هئا.

## سنڌ ۾ دراوڙ Dravidians

٧- قديم هندستان جون تاريخون، جي يوروپي عالمن
ڳوجنائون ڪري ويجهڙائيءَ ۾ ناهيون آهن، تن ۾ ڄاڻايل
آهي، ته ڪولن ۽ سنٿالن جي صاحبيءَ ۾ دراوڙ لوڪ ڪاهي
آيا، جن ڪولن ۽ سنٿالن کي هڪالي وچ- هندستان ڏي ڪيو
۽ پاڻ اتر-هندستان جا والي ٿي ويٺا. تازو موهن جي دڙي
مان ڪن دراوڙن جا لاش لڌا آهن. ۽ انهن سان گڏ
ڪولن ۽ سنٿالن جا به لاش لڌا آهن. هن مان سمجهجي
ٿو ته دراوڙن جي ڪاهه ٿيڻ کان پوءِ به ڪي ڪول ۽
سنٿال ساڻن گڏ رهيا پيا هئا*.

---

*:It may be that the two races (Kolarians and Dravidians) dwelt side by side and this is the theory now generally accepted Or it may be that tne Kolarians first inhabited the country and that the Dravidians came later, either from the North-West or from theSouth, at a time when the land now submerged beneaoth the sea. is supposd to have stretched from india in the direction fo Australia."
E, Marsden ahd Sir Henry Sharp: A *History of India P. 13*

## دراوڙ ڪٿان آيا؟

٨- دراوڙ لوڪ اصل ڪٿان آيا، تنهن بابت عالمن جا جدا جدا رايا آهن، جن مان ٻه مکيه آهن: هڪڙا چون ٿا دراوڙ لوڪ به ڏکڻ- هندستان کان آيا، ۽ پوءِ اتر- هندستان ڏي وڌيا، ويجهڙائيءَ ۾ جيڪي کوجنائون ٿيون آهن، تن پٽاندر ڪن جو چوڻ آهي ته دراوڙ لوڪ يونوچ سمنڊ (Mediterranean Sea) طرف رهندڙ قومن مان هئا، اهي پهريائين ڪجهه وقت ميسوپوٽيميا طرف رهيا ۽ پوءِ بلوچستان واري واٽ وٺي هندستان ڏي آيا. منجهائنئن ڪن گنگا نديءَ واري ماٿري ته ڪي سنڌو نديءَ واري ماٿري والاري ويٺا*.

تارو موهن جي دڙي مان جيڪي حيرت جهڙيون حقيقتون هٿ آيون آهن، تن جي ذڪر ڪندي سرجان مارشل چوي آهي ته سنڌونديءَ جي ماٿريءَ جي اها سڀيتا قديم دراوڙ لوڪن جي آهي ۽ اهو ميسوپوٽيميا ۽ مصر ملڪ جي قديم سڀيتا سان ملي اچي ٿي؛ پر ڪن ڳالهين ۾ انهن کي به شهه ڏيئي وڃي ٿي*. هن مان ظاهر آهي ته دراوڙ لوڪن جي ميسوپوٽيميا طرف وارن سان گهٽي لهه وچڙ هئي، جنهنڪري سنڌ ۾ تهذيب به اتي جي مائٽن جهڙي ٿي.

---

* Dr. S. K. Chatterji; *The Oregin & Develop: of the Bengali Language, Vol. 1.*

* Sir John Marshall: *Mohan-jo-daro and the Indus Civilization Vol. 1, P. 5, Preface.*

## دراوڙن جي ٻولين جو خاندان

٩. دراوڙي ٻولين جو خاندان بنهه ئي نرالو آهي، جنهن ۾ تامل، تيليگو، ڪنڙ، ڪرگو ۽ مليالم (مل-يه-آلم) ٻوليون مکيه آهن. بلوچستان جا بروهي لوڪ جيڪا بروهي ٻولي ڳالهائين ٿا، تنهن جي نحوي بناوت به دراوڙي ٻولين جهڙي آهن، تنهنڪري اها به دراوڙي ٻولين جي دفعي ۾ ليکجي ٿي. پانڌڇي ٿو ته قديم زماني ۾ بروهي لوڪن جا وڏا به موهن جي دڙي طرف رهندا هئا، تنهنڪري اتي ساڳي اها ٻولي ڳالهائيندا هئا، جا هاڻوڪن دراوڙن جا ابا ڏاڏا اتي ڳالهائيندا هئا. ائين رڳو سنڌين ٻولين جو پاڙ ۾ ناتو آهي، نه ته ٻيءَ طرح بروهي لوڪن جي مدراس ڪاني وارن دراوڙن سان ڪابه ميٽي ماٽي ڪانهي.

## ”آڏاسو“ لفظ جو بنياد

١٠— دراوڙن جي صاحبيءَ ۾ آريه لوڪ اتر-هند تان تي ڪاهي آيا. آرين جي وچ ۾ ڪي جنگيون لڳيون هيون، تن جو رگ ويد ۾ جهجهوئي ذڪر آهي. آين ڏڪار وچان آڻ ريه لوڪن کي ’ڪرشڻ‘ (سانورو يا ڪارو)، ’داس‘ (غلام)، ۽ ’دسيو‘ (رهزن) ۽ ’آناس‘ ڪوٺيو آهي. رگ ويد

اشارو— ’دراوڙ‘ لفظ جو اصل اچار ’درامڙ‘ ۽ ترامڙ‘ هو، جو ڦري ’تامل‘ ٿيو. مطلب ته دراوڙ ۽ تامل هڪ ئي اصل ساڳيا لفظ آهن. بشپ ڪالڊويل: دراوڙي ٻولين جو گرامر. ڇاپو ٽيون، صفحو ٩.

* 'اڻاس' لفظ رڳو هڪ ڀيرو ڪم آيل آهي ۽ هن وقت سنڌي ٻوليءَ کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن به ٻوليءَ ۾ اهو لفظ ڪونهي! اسان وٽ عام طرح چون ته، 'اناس' (سنڌي 'اناسو')۔ اصل ۾ آهي: آ=نه+ناس=نڪ- يعني 'اڻاسو' معنيٰ جنهن کي نڪ ناس نه هجي، نرلڄو (نرڇو) يا بيشرم. يوروپي عالمن ۾ 'آناس' لفظ جو ترجمو ڪيو آهي Nose-less، يعني جنهن کي نڪ نه هجي، پر شاهن آچاريه، جنهن ويدن جي ٽيڪا لکي آهي، تنهن ڄاڻايو آهي، ته ويدڪ لفظ 'اناس' اصل ۾ آهي 'ان-آس' (ان=نه+ آس= وات) ۽ اکري معنيٰ اٿس: جنهن کي وات نه هجي (Mouth-less)، يعني جنهن کي برابر ڳالهائڻ نه اچي. سندس چوڻ موجب اڻ آريه لوڪ سنسڪرت لفظن جا اُچار پوريءَ طرح ڪري نه سگهندا هئا، تنهنڪري آريه لوڪن کين اناس ڪوٺيو*- هيءَ ته وچائين معنيٰ ڏي ٿي؛ پر مصنف کي پنهي معنائن جي وچ ۾ لاڳاپو نظر اچي ٿو. اج به گجرات کان هيٺ جيئن مدراس طرف دراوڙن جي ملڪ ڏي وڃبو، تيئن معلوم ٿيندو، ته اتي جي ماڻهن کي ج، گ، م، ن ۽ ڻ جا اُچار پوريءَ طرح ڪرڻ نه ايندا آهن؛ چڙ ته نڪ اٿن ٻي ڪونه، جنهن مان اهڙا آچار ڪن. پانڻجي ٿو ته اڏين "اناس" (اڻاسو)

* ساڳيءَ طرح ايراني لوڪن کي عربي لفظن جا اچار پوري طرح ڪرڻ نه آيا، ته عربن کين سڏيو "عجم"- معنيٰ گنگو Dumb.

لفظ جي معنيٰ ٿيو ته 'جنهن کي نڪ نه هجي' ۽ تنهن کان پوءِ ٻيون اصطلاحي معنائون ٿيس- نڪ نرڄو، بيشرم ۽ بيڪار،
'محبت نه جن جي من ۾، تن جي مٿي اڏامي.'
- "سچل"

## دراوڙن بابت غلطفهمي

١١- دراوڙ لوڪ آرين جي نسل مان نه آهن، تنهنڪري 'اڻ آريه' Non Aryans سڏجن ۾ آيا. انهيءَ 'اڻ آريه' لفظ جو اُچار پوءِ ڦري ٿيو 'اناڙي' ۽ هاڻ معنيٰ اٿس اڻسڌريل يا جهنگلي. رگ ويد ۾ اڻ آريه قومن بابت گهٽ وڌ لفظ لکيل آهن، تنهنڪري ڪيترن ائين سمجهيو، ته آريه لوڪ سڌريل ۽ اڻ آريه لوڪ اڻسڌريل هئا. ائين غلطفهمي پيدا ٿي، نه ته حقيقتون دراوڙ لوڪ انهيءَ اڳاٽي زماني ۾ڏي نهايت سڌريل هئا، جيئن خود رگ ويد ۾ چاڙايل آهي. سر جان مارشل به لکيو آهي ته 'تاريخون درست ڪرڻ گهرجن'.

## دراوڙن جي ٻولين جو اثر

١٢- اَڳاٽا آريه لوڪ جدا جدا وقتن تي ٽوليون-ٽوليون ٿي هندستان ۾ آيا. اتي جي اصلوڪن رهاڪن مان ڪن کي پنهنجو داس (ٻانهو يا غلام) بڻايائون. منجهن جيڪي وڌ گهراڻا هئا، تن سان سڱ ڳنڍيائون. ائين هڪٻئي سان لڳ، وچڙ وڌين، ته ڪيترا دراوڙي لفظ سنسڪرت ۾ چالو ٿيا. اهڙن لفظن جي هڪ وڏي يادداشت بشپ ڪالڊ ويل

پنهنجي ٽامل دراوڙي ٻولين جي گرامر (صفحي ٥٦٧ کان ٥٧٩ تائين) ڏني آهي، جنهن مان ٿورا مثال هي آهن: مکت (موتي)، کُٽيا (جهوپڙي)، کهار (کهاڙو)، کوٽ (قلعو)، کتوا (کٽ)، شرنگ وير (هڱ)، مکل (مکڙي)، پشپ (گل) ۽ نير معنيٰ پاڻي.

جان جاڳان جند جهوڙيءَ ۾، نيڻين وهايان ويٺي نير،
کر منهنجي خواب جو تعبير. (ڪافي)

## سنڌ ۾ هن وقت دراوڙ

۱۳- ويدن واري زماني ۾ دراوڙن سان جيڪا آڳاڻن آرين جي لڙهه وچڙ شروع ٿي، سا پوءِ به هلندي آئي. سنڌ ۾ هن وقت جيڪي "اوڏ" آهن، سي اصل دراوڙن جي ڪل مان آهن. سنڌ ۾ ٻيا هن وقت ماڇر ذات جا مهاڻا آهن. انهن جو وڌيڪ احوال لاڙي ٻوليءَ جي ذڪر ڪندي ڪبو. آڳتي وقت کان وٺي دراوڙي ٻولين جا جيڪي به اثر لاڙي ٻوليءَ خواه سنڌيءَ ٻوليءَ تي ٿيا آهن، تن جو مناسب هنڌن تي ذڪر ڪبو. انهن سڀني جي ڪي يادداشت ضميمي ڀرڻ ۾ ڏني ويئي آهي.

## آرين جون ٻيڙڪون

۱۴- رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو، تہ آڳاٽا آريہ لوڪ جدا جدا ڪلن يا خاندانن ۾ ورهايل هئا، جن مان پنجن ڪلن وارا مکيہ هئا، جنهنڪري 'پنج جن' (Five folks or Five peoples) لفظ رگ ويد ۾ گهڻا ڀيرا ڪم آيل آهي، جنهن جي اکري معنيٰ آهي 'پنج ڄڻا'. انهن مان هڪڙا پرو، ٻيا آنو، ٽيان درهيو، چوٿان يدو ۽ پنجان تروسو هئا. تازين ڪوجنائن موجب چون ٿا تہ سڀ آريہ لوڪ وچ-ايشيا کان ايران واري واٽ وٺي، اتر-هندستان ۾ آيا؛ باقي يدو ۽ تروسو آرين بابت تہ خود رگ ويد ۾ لکيل آهي، تہ اهي سمنڊ جي رستي آيا هئا ۽ اِندر ديوتا کين سلامتيءَ سان آڻي پهچايو هو*. وڌيڪ کوجنائن مان يوروپي لوڪن کي يقين ٿيو آهي، تہ اهي يدو ۽ تروسو بابل يا بئبلان کان سمنڊ جي رستي اچي، اول سنڌ ۾ رهيا

*"Thou roaring Iudra, dravest on the waters that make a roaring sound like rushing rivers, What time, O Hero, o'er the sea thou broughtest, in safety broughtest, Turvasu and yadu."
*Rg Vedo, vi 20 12. Griffith's translation.*

هئا، انهن کوجنائن جا بيان رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي
جرنل ۾ ڏنل آهن، جن مان ٿورو مضمون سنه ۱۹۱۰ع ۾
سنڌ ڪاليج مسيلني ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هو*. يورپي عالمن
جو چوڻ آهي ته آڳاٽن آرين جي ٻئبلان (بابل) سان لهه وچڙ
هئڻ ڪري، انهيءَ طرف جا ڪي لفظ سنسڪرت ۾
اچي ويا، مثلاً 'مَنُ' (سنسڪرت 'من' - ۴۰ سير) ٻئبلونيا جو
لفظ آهي، جو فارسيءَ ۾ به اچي ويو آهي. اهڙو ٻيو لفظ
'ڪنس' آهي جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي 'ڪنجهو'
(ساڳيءَ طرح 'هنس' جو اُچار ٿري ٿيو 'هنجهه' - هنج پکي).
پاڻمرجي ٿو ته ڪنجهي جي باسڻ جوڙڻ جو رواج ٻئبلونيا
طرف جي ماڻهن وٽان سکيا آهيون.

۱۵ - رگ ويد ۾ سڀني ڪلن جي آرين بابت چاڻايل آهي،
ته اهي ستن ندين جا ڪنارا پاڻيءَ جي سهنج ڪري والاري
ويٺا هئا، جن مان پنج نديون پنجاب واريون هيون، ڇهين
سرسوتي ۽ ستين سنڌو، جنهن ۾ سنڌونديءَ جون پرتيءَ
ڪنڌڙ نديون (ڪابل ندي وغيره) به ليکيون وڃن ٿيون.
انهن ستن ئي ندين کي گڏي 'سپت سنڌو' يعني ست درياهه
سڏيندا هئا، جنهن جو اُچار پارسين جي زنداويستا ۾ 'هپت

* "We know from recent historical research that before the Aryan conquest, Sind was peopled by the tribes of Yadus and Turvasus".

*D. F. Sind College Miscellany, monsoon term issue of 1910, P. 82*

هندو' لکيل آهي* انهيءَ ايراضيءَ ۾ سنڌ، پنجاب ۽ گنڌار (هاڏوڪو پشاور ۽ ان جو آسپاس وارو ملڪ) اچي ٿي. وياه هندستان جي ٻين ڀاڱن (بنگال وغيره ۾) اڻ آريہ قومون رهنديون هيون.

## سنڌ ۾ پنچالن جي حڪومت

١٦- رگ ويد جي ٻهرين ٿي پهرين منڊل مان معلوم ٿئي ٿو، تہ انهيءَ قديم زماني ۾ سنڌ جو راجا سونيہ ڀاوي Svanya Bhavaya هو، جنهن جي راڻيءَ جو نالو "روماسا" هو. اهو راجا ڪروي (Krivi) آرين مان هو، جي پوءِ "پنچال"* سڏجڻ ۾ آيا. انهن مان ڪي اسڪني (چناب) نديءَ جي ڪناري تي، تہ ڪي سنڌو نديءَ جي ڪناري تي رهندا هئا. سندن سؤٽ 'پرو' آريہ لوڪ هئا، جن مان ڪي شتدري (ستلج) تہ ڪي سرسوتي نديءَ جي ڪناري تي رهندا هئا. اهي سنڌ ۽ پنجاب وارا آريہ لوڪ هئا، جن اڻ آريہ لوڪن يعني دراوڙن وغيره مان جنگيون جوٽيون، پنهنجو ڏکو ڄمايو ۽ پنهنجي سنسڪرت ٻوليءَ جو ڦهلاءُ ڪيو، جنهن مان پوءِ سنڌي، هندي وغيره ٻوليون پيدا ٿيون.

---

* "سنڌو" لفظ جو اُچار آڳاٽن ايرانين ڦيرائي ڪيو هندو'، جو نالو پوءِ سڄي هندو جاتيءَ بلڪ سڄي هندستان تي پيو. 'هندو' (سنڌو) لفظ جي اصل معنيٰ هئي، سنڌو نديءَ جي ڪناري تي رهندڙ يا سپت سنڌوءَ ۾ رهندڙ. پوءِ پيون قومون آيون، تہ 'هندو' جي معنيٰ ٿي 'برهمڻي ڌرم کي مڃيندڙ.'

## ويدڪ سنسڪرت

۱۷- هندن جا چار ويد آهن، جن مان رگ ويد سڀني کان آڳاٽو آهي. رگ ويد ۾ جيڪي منڊل (باب) آهن، سي جدا جدا زمانن جا لکيل آهن، تنهنڪري خود رگ ويد جي ٻوليءَ ۾ ڦير آهي. رگ ويد جون ڪي ڪي (رچنائون Hymns) اهڙيءَ ڪنهن قديم سنسڪرت ۾ لکيل آهن، جو جيڪي رشي، ويدن واري زماني کان سگهوئي پوءِ ٿي گذريا، سي به انهن جو مطلب سمجهي نٿي سگهيا، جنا حقيقت جا ڪثر پنڊار ڪر پنهنجي ڪتاب 'ولسن فلالاجيڪل ليڪچرس' (علم لغات بابت تقريرن جي صفحي ۱٦) ۾ ڇاڻائي آهي. ٻين ٽن ويدن جي ٻوليءَ ۾ به ٿورو ٿورو ڦير آهي، پر تڏهي ليکي انهن چئني ويدن ۾ ڪم آيل ٻوليءَ کي 'ويدڪ سنسڪرت' يعني ويدن جي زماني واري سنسڪرت*

---

* سنسڪرت لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي 'ڪر' Kri معنيٰ ڪرڻ، جنهن جو اسم مفعول 'ڪرت' معنيٰ ڪيو يا ڪيل. 'سم' هڪ اڳياڙي (preficx) آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'چڱو'، تنهنڪري 'سمڪرت' (سنسڪرت) ٻولي معنيٰ چڱي يا صاف ٺهيل يعني آجاريل يا سڌاريل ٻولي Polished or refined language. سنسڪرت ۾ قاعدو آهي ته 'ڪر' ڌاتوءَ جي اڳيان جيڪڏهن 'سم' اچي، ته 'س' جو اچار بالائي گڏڻ کپرجي. انهيءَ سبب 'سمڪرت' بدران 'سمسڪرت' (سنسڪرت) ۽ 'سمڪار' بدران سمسڪار (سنسڪار) چئبو آهي.

سڌيو اٿن. سر گريئرسن ۽ ڪن ڏيهي عالمن جو چوڻ آهي، تہ آڳاٽا آريہ لوڪ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾، ٿوري لکپڙهہ ۾ جيڪا ٻولي ڪم آڻيندا هئا، تنهن جو مثال رگ ويد واري ٻولي سمجهڻ گهرجي.

## آرين جو مڌيہ ديش ڏي وڃڻ

١٨ – رگ ويد کان پوءِ يجرويد آهي، جنهن ۾ سنڌو نديءَ ۽ ان جي پرتي ڪنڌڙ ندين جو نالو بہ ڪونهي*. آڳاٽن آرين مان جيڪي 'پرو' آريہ لوڪ هئا، تن مان هڪ راجا 'ڪرو' ٿي گذريو آهي، تنهن جي نالي پٺيان ڪي پاڻ کي 'ڪرو' بہ سڏائيندا هئا، جن جو اولاد پوءِ ڪورو ٿيا، جي پانڊون جا سوٽ هئا. اهي 'پرو' يا 'ڪرو' آريہ لوڪ ۽ سندن ڏورانهان سوٽ 'پنچال'، جن جي سنڌ ۾ حڪومت هئي، تن مان ڪيترا يجرويد واري زماني ۾ سنڌ ۽ پنجاب جا ون ڇڏي، هاڻوڪن آگري ۽ اٿوڌ جي ڳڌيل پرڳڻن ڏي وياءِ آني جنهن هنڌ ٻيڪون وڌائون، سو هنڌ سندن نالن جي پٺيان ڪرو-پنچال ديش سڏجڻ ۾ آيو. انهيءَ پاسي پيا آريہ لوڪ بہ رفتي رفتي اتريقدر ٿڙي پکڙي ويا، جو هماليہ جبل کان وٺي ونڌيا جبل تائين سورو ملڪ سندن ٿيو ۽ اهو مڌيہ ديش يعني وچولو ملڪ Midland

*"We hear no more of the Indus and its tributaries, for the geogrophical date of all the recensions of the Yajura Veda point to the Kurupanchal country lying between the Saraswati and Drishdavati (Ghoghra)." *Dr. Macdonell Sanskrit Literature.*

سڌجن ۾ آيو. اهو "آريہ ورت" يا آرين جو ڪنڊ بہ سڏجڻ لڳو. انهيءَ ٻاهران ٻين ڪي آريہ قومن سان لڙهه وچڙ ۾ آيا، تہ سنڌين ٻوليءَ ۾ ڪجهہ بگاڙو ٿيو، پر سنڌ جي سنسڪرت اجا نيٺ هئي. اڄ بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ قديم سنسڪرت جا ڪي اهڙا نشان آهن، جي مڌيہ ديش جي هاڻوڪي هنديءَ يا هندستانيءَ (اردو) ۾ ڪينهن.

## سنڌ ۽ پنجاب جي گڏيل حڪومت

۹ ۱- يجرويد واري زماني ۾ ڪيترا آريہ لوڪ سنڌ ۾ پنجاب مان لڏي مڌيہ ديش ڏي ويا، تہ آنو آريہ لوڪن جو مکو مچي ويو. آهي پنهنجي تمام آڳاٽي وڏي ڏاڏي راجا آنوءَ جي نالي پٺيان "آنو" يا "آنوَ" Anava يعني راجا آنوءَ جو اولاد سڏبا هئا، ۽ ڪي پنهنجي وچهين ڏاڏي "شوي" جي نالي پٺيان "شوي آريہ" سڏبا هئا. رگ ويد واري زماني ۾ اهي پرشني (راوي) نديءَ جي ڪناري تي رهندا هئا. انهيءَ ٻاسي هو جنهن هنڌ جاوا نپنا هئا سو هنڌ سندن ذالي پٺيان "شيو پور" (شوي، سبي) سڏبو هو، ۽ هاڻ شارڪوٽ ڪوٺجي ٿو*. انهن شوي آرين جي اولاد مان

---

* "ShorKot in the Jhang district was the capital of the Sibi Country, its ancient name being Sibi and Shivapur, as proved by an inscription dated 83 G.E. (=A.D.402-03) on a large copper Cauldion from a Buddhist monastery now in the Lahore Museum..

*Dr. V. A. Smith: Early History of India, 4th Ed: p. 97. (Footnote).*

هڪڙو هو ڪيڪيه ۽ ٻيو سؤوير. انهن ٻن پاڙن پنجاب جا ڪي ڀاڱا هٿ ڪيا، جي سند ن نالن پٺيان ڪيڪيه ۽ سؤوير سڏجڻ ۾ آيا. سندن ٻن پاڙن پنجاب جا ٻيا پاسا هٿ ڪيا. انهيءَ ريت شوي آرين سڄو ئي پنجاب، بلڪ ايران جو ڪجهه پاسو، پنهنجي قبضي ڪيو. پراڻن ۾ ڄاڻايل آهي، ته انهن شوي آرين سنڌ به فتح ڪئي*. انهيءَ ريت پنجاب ۽ سنڌ جي گڏيل حڪومت ٿي.

٢٠- آنو يا سوي آرين جا ڏورانهان سؤٽ دروهيو آريه هئا. انهن مان هڪ راجا گانڌار هو، جنهن هاڻوڪو پشاور ۽ ان جي آسپاس وارو ملڪ پنهنجي قبضي ڪيو هو ۽ اهو سندس نالي پٺيان "گنڌار" سڏبو هو، جنهن جو آچار هاڻي قنڌار ڪيو اٿن. انهن دروهيو آرين مان ڪيترا پنجاب ۾ هئا، تن کي آنو آرين اتان هڪاليو، ته اهي گنڌار ڏي وڃي رهيا.

## ٺيٺ سنسڪرت جو سنڌ تي اثر

٢١- گنڌار (قنڌار) وارو پاسو توڙ ري ڪيڪيه پرڳڻو، جو هاڻوڪي ڏيري اسماعيل خان ۽ ڏيري غازي خان کان وٺي ملتان جي حدن تائين هو، سي ٺيٺ سنسڪرت جي ڪري ايترو قدر مشهور هئا، جو خود مڌيه ديش وارا انهيءَ اتر طرف وديا پرائڻ ويندا هئا. انهيءَ اتر طرف کان جيڪي

---

* *F. E partiger: Ancient Indian Historical Tradition, pp. 264 and 293.*

عالمَ پراڻي ايندا هئا، تن جا اُچار صحيح ۽ چٽا هوندا هئا ۽
ماڻهو ڪين سڌ ڪري ليکيندا هئا. هيءَ ڳالهه خود ويدن
جي هڪ برهمڻ ۾ ڄاڻايل آهي*. سڄيءَ سنڌ ۾ اڄ به سنڌ
جي وچولي جي سنڌي ٻولي جهڙي نبٽ چٽي، تهڙي ٻي
نه آهي. اهو شوي آرين جي سنسڪرت جو اثر آهي. سرحد سنڌ
جا رهاڪو، خاص ڪري شڪارپوري، قديم زماني کان
وٺي گنڌار (قنڌار) طرف وارن وارا سنسڪار پراڻي رهيا آهن،
ته اڄ به ڏسو ته اُچار سنڌن صفا ۽ چٽا آهن ۽ شڪارپور
جي ٻوليءَ ۾ مٺاج به اهڙو آهي، جو سڄيءَ سنڌ ۾ ٻي
ڪنهن به هنڌ جي ٻوليءَ ۾ ڪونهي. هنن ڳالهين جي وڌيڪ
اپٽار "وچولي" ۽ "سريلي" جي ذڪر ۾ ڪبي.

## سنڌ ۾ مڌيه ديش وارن جي حڪومت

٢٢- شوي آرين جي حڪومت سنڌ ۽ پنجاب ۾ شايد
ويدن واري زماني تائين هلي. اتهاس واري زماني ۾ اهي،
ٻيٺي هنڌ مڌيه ديش وارن جي تابعي هئا. راماڻ واري زماني
(تريتا جگ) ۾ مڌيه ديش طرف ايوڌيا جو راجا دسرٿ

---

* In the northen quartere Speech is uttered with most discernment, and northward go men to learn speech; he who comes thence to him men hearken". Kaustaki Brahmana vii-6 A.B. Keith's Translation, Quoted by Dr.S.K. Chatterji: *The Origin and Development of the Bengali Language*, Vol: 1, P. 44.

هو. ڪانئس ٻوءِ سندس مربي پٽ سري رامچندر ايوڌيا جي گاديءَ تي ويٺو، جو راڻي ڪوشليا مان ڄائو هوس*. سندس ٻي راڻي ڪيڪئي هئي، جا ڪيڪيه پرڳڻي جي راجڪماري هئي، تنهنڪري انهيءَ نالي سان سڏجڻ ۾ تي آئي. راجا دسرت کي راڻي ڪيڪئيءَ مان ڀرت نالي پٽ هو، جنهن کي سندس ناناڻو پرڳڻو ڪيڪيه مليو، پر رگهو ونش (١٥، ٨٧) ۾ ڄاڻايل آهي ته ڀرت کي سنڌ ديش مليو* هن حقيقت موجب ڇٽيو، ته آنو يا ٿوي آڙين جو زور انهن سورج ونسي گهراڻي جي راجائن اڳيئي ڀڃي، سنڌ ۾ ڪيڪيه جا پرڳڻا پنهنجي قبضي ڪيا هئا، جنهنڪري راجا دسرت کان پوءِ سنديس حڪومت جو ورهاڱو مٿينءَ ريت ٿيو.

١٣ـــ مهاڀارت واري زماني ۾ سنڌ جو راجا ڄئدرٿ هو، پراڻن پٽاندر هو پنچالن مان هو، جي يجرويد واري زماني

---

* ايوڌيا جو نالو هاڻوڪي اڏوڌ تي پيل آهي. اهو اڏوڌ وارو پاسو اڳي 'ڪوشل' سڏبو هو، جو ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل هو: هڪڙو اتر ڪوشل، جنهن کي 'گوڙ' به سڏيندا هئا- جتي جا 'گوڙ' برهمڻ اڄ تائين مشهور آهن، ٻيو 'ڏکڻ ڪوشل'. سري رامچندر جي سڳي ماءُ راڻي ڪوشليا انهيءَ ڏاکڻي ڪوشل جي راجڪماري هئي، تنهنڪري انهيءَ نالي سان سڏجڻ ۾ تي آئي.

* Quoted by F. E. Partiger: Ancient Indian Historical Tradition, P. 278.

* *Dr. Sita Nath Pradhan Chronology of Ancient India, p. 103.*

۾ مڌ ۽ ديش ڏي ويا هئا. مهاڀارت ۾ راجا جئدرٿ جو ٻيو نالو 'سؤوير' ڄاڻايل آهي. البروني (سنه ١٠٣٠ع ڌاري) ڄاڻايو آهي، ته اڳي ملتان ۽ جهارواڙ کي گڏي 'سؤوير' سڏيندا هئا. انهيءَ سبب سمجهڻ سولو ٿيو آهي ته راجا جئدرٿ ملتاني هو. اهو سؤوير پرڳڻو، شوي آرين ويدن واري زماني ۾ هٿ ڪيو هو، پر مهاڀارت واري زماني ۾ سندن هٿ ۾ نه هو.

٢٤- سنڌ گزيٽيئر موجب مهاڀارت واري لڙائي عيسوي سنه کان ٻارهن يا تيرهن صديون اڳي لڳي هئي. انهيءَ لڙائيءَ ۾ راجا جئدرٿ پنهنجن سالن ڪؤرون جي پاران لڙيو هو، پر پانڊون هٿان مارجي ويو هو. ڪانئس پوءِ سنڌ جو پرڳڻو پانڊون جي تابع ٿيو.

## تعليم جو واڌارو

٢٥- سري رامچندر جي ڀاءُ ڀرت جا ٻه پٽ تڪش ۽ پشڪر هئا، تن پوءِ گنڌار (قنڌار)* وارو پاسو پنهنجي قبضي ڪيو. اتي سندن ڳاديءَ جا هنڌ سندن نالن پٺيان تڪش سلا

* راجا ڌرتراشٽر جي راڻي 'گانڌاري'، جا دريوڌن ۽ ٻين ڪؤرون جي ماءُ هئي، سا انهيءَ گنڌار پرڳڻي جي راجڪماري، راجا سبل جي نياڻي هئي؛ تنهنڪري انهيءَ نالي سان سڏجڻ ۾ ٿي آئي.

* ڪن تاريخن ۾ تڪسلا Taxila لکيل آهي، پر صحيح اچار 'تڪش سلا' Taksha-sila آهي.

۽ پشڪروتي سڏجن ۾ آيا. انهيءَ ٻاهي تعليم جي واڌاري لاءِ ٻوءِ هڪ وڏو وشو وديالي (يونيورسٽي). عيسوي سنہ کان ڇهہ صديون ڪن اڳي، تڪشلا* ۾ برپا ٿيو، جو سڄي هندستان ۾ برک هو. انهيءَ يونيورسٽيءَ جو ويرانو اڄ تائين راولپنڊي ضلعي ۾ آهي. انهيءَ يونيورسٽيءَ جي ويجهو نامارو پاڻني مني عيسوي سنہ کان پنج صديون ڪن اڳي ڄائو هو، جنهن جو جوڙيل سنسڪرت گرامر 'اشٽا ڌيائي' اڄ تائين مشهور آهي.

## سنسڪرت ۾ ڦيرڦار

۲۹- يجر ويد واري زماني ۾ ڪيترن آرين مڌيہ ديش وڃي وسايو، تہ اتي ٻين ٻين قومن سان لڙهہ وچڙ ۾ اچڻ ڪري سنڌين ٻوليءَ ۾ ڪجهہ بگاڙو ٿيو هو. انهن ساڳين آرين ٻوءِ موٽي سنڌ، پنجاب ۽ گنڌار پنهنجي قبضي ڪيا، تہ سنڌين بگڙيل ٻوليءَ جو اثر انهن هنڌن جي ٻوليءَ تي بہ ٿيو، جنهنڪري پوءِ اها بہ گهٽو ڪري مڌيہ ديش جي ٻوليءَ جهڙي ٿي ويئي ۽ رفتي رفتي ان وانگر بگڙجي اول وچولي ۽ پوءِ آخرين درجي تي آئي- مطلب تہ سنسڪرت جا ٽي قسم آهن: قديم، وچولو ۽ آخرين. قديم سنسڪرت بابت مٿي (صفحي ۲۷ ۾) اڳيئي چيو ويو آهي، تہ اها 'ويدڪ سنسڪرت' سڏجي ٿي؛ تنهنڪري هيٺر اول وچولي سنسڪرت جو ذڪر ڪجي ٿو.

## وچولي زماني جي سنسڪرت

٢٧- ويدن ۾ رچائون (Hymns) آهن، پر ويدن کان پوءِ جي سنسڪرت (Post-Vedic Sanskrit) ۾ اڪثر 'سوتر' آهن، تنهنڪري اها سوترن جي زماني واري سنسڪرت (Sanskrit of the Sutra Period) سڏجي ٿي. 'سوتر' لفظ اهو ساڳيو آهي، جنهن جو بگڙيل اُچار سنڌيءَ ۾ آهي 'سٽ'. وچولي زماني ۾ وڏيون ڳالهيون ٿورڙن لفظن ۾ اهين آڻيندا هئا، جڻ ته سٽ يا ڌاڳي ۾ موتي پوئيندا هئا. سوترن جي مکيه خاصيت آهي 'ٿورا اکرائي' (Brevity). سنڌيءَ ۾ جيڪي ڀهاڪا آهن، سي اڪثر سوترن جي نموني جڙيل آهن. مثلاً 'جڙيءَ کي جس'، 'ڪندو سو پائيندو' يا 'جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي'. هتي ڏسو ته هرهڪ ڀهاڪي ۾ لفظ ٿورڙا آهن، پر منجهن وڏي فيلسوفي سمايل آهي. سوترن ۾ اڪثر قاعدا ڄاڻايل آهن. 'ڌرم سوترن' ۾ ڌرسي ڳالهين بابت ۽ 'گرهيه سوترن' ۾ گهرو ڳالهين بابت قاعدا آهن ته گهرٻاريءَ يا ڪٽنبي ماڻهوءَ کي پنهنجي حياتي ڪيئن گذارڻ گهرجي. اهين 'سوتر'

---

اشارو- ويدن جو هڪ ڀاڱو جو 'برهمڻ' (فقه) (Theological portion) سڏجي ٿو سو، ۽ ياسڪ منيءَ جو 'نرڪت' (Vedic glossary) ۽ پاڻني منيءَ جي اشٽا ڌيائي (سنسڪرت گرامر اٺن اڌيائن يا بابن ۾) وچولي سنسڪرت ۾ لکيل آهن. ياسڪ مني عيسوي سن کان ڇهه صديون ڪن اڳ ٿي گذريو آهي.

لفظ جي معنيٰ تي قاعدو، قول، يا نڪتو، جو ٿورڙن پر مائيدار لفظن ۾ چاڻايل هجي. سوترن ۾ لفظ ٿورڙا، معنيٰ وڏي-ويتر سنجهن ٻولي ۾ آڳاٽي ڪم آيل آهي، تنهنڪري سوترن تي وڏيون ٽيڪائون (تشريحون) لکيل آهن. سوترن واري ٻولي وچولي زماني جي ڪتابي ٻوليءَ جو نمونو چاڻائي ٿي؛ پر عام طرح جيڪا سنسڪرت ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، تنهن ۾ ڦيرو به ٿيندو ويو، جنهنڪري آخرين درجي تي آئي.

## آخرين درجي واري سنسڪرت

۲۸- آريہ لوڪ مڌيہ ديش ڏي ويا، تنهن کان پوءِ به هندستان جي ٻين پاڱن ۾ ٽڙندا پکڙندا ويا، مثلاً مهاڀارت واري زماني ۾ سري ڪرشن ڪيترا هزار جادوَ ونسي، مترا مان ساڻ وٺي، دوارڪا ڏي وڃي رهيو. انهن سنسڪرت جو ڦهلاءُ جدا جدا هنڌن جي اڻ آريہ قومن ۾ ٿيو، تہ انهن جي ٻولي، وڌيڪ بگڙي؛ جنهنڪري وچولي سنسڪرت ڦري آخرين درجي تي آئي. هنڌن جا اتهاس (رامائڻ ۽ مهاڀارت)*، سمرتيون، ڪوي ڪاليداس

*رامائڻ ۽ مهاڀارت واري سنسڪرت ڪجهہ قدر قديم آهي، تنهنڪري ان کي 'اتهاسڪ سنسڪرت' Epic Sanskrit سڏين ٿا؛ پر ان ۾ ڪو گهڻو تفاوت ڪونهي، تنهنڪري عام طرح اها بہ آخرين درجي واري سنسڪرت جي دفعي ۾ ليکجي ٿي.

جا ناٽڪ ۽ ٻيا جيڪي به ڪتاب اڄ تائين سنسڪرت ۾ نڪتا آهن، سي سڀ انهيءَ ۾ لکيل آهن. هندن جا پراڻ به ان ۾ لکيل آهن، تنهنڪري اها عام طرح "پراڻڪ سنسڪرت" Puranic Sanskrit سڏجي ٿي. حقيقتؤن اڄڪلهه سنسڪرت سڏبوئي انهيءَ آخرين درجي واري سنسڪرت (Classical Sanskrit) کي آهي ۽ اهائي هن وقت اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پاڙهڻ ۾ اچي ٿي.

## سنڌ ۽ پنجاب ۾ پشاچن جون ٻوليون

٢٩- مهاڀارت واري لڙائي جنهن وقت لڳي، تنهن وقت دواپورجُڳ پورو ٿيڻ تي هو، ۽ ڪَلجُڳ شروع ٿي ٿيو. انهيءَ وقت ڌاري ڪي پشاچ لوڪ آيا، جن جو ذڪر اِتهاسن ۽ پراڻن ۾ آهي. اهي ڪير هئا، تنهن ڳالهه جو ذڪر هندن جي ڪنهن ڌرمي پستڪ ۾ ڪونهي. سر گريئرسن پنهنجي ڏاهپ لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا ۾ داردڪ ٻولين جي ذڪر ڪندي ڄاڻائو آهي، ته ٻولين جي کوجنائن مان اهترو معلوم ٿيو آهي، ته قديم زماني ۾ جيڪي آريه لوڪ هميشه لاءِ ايران ۾ رهيا، تن کان اڳي آريه ٻولي جڏهن اڃا پورو ايراني نمونو اختيار نه ڪيو هو، تڏهن ايران وارن آرين مان ڪي هندستان ڏي آيا ۽ ڪافرستان کان وٺي ڪشمير تائين پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا. منجهائن ڪن پنجاب ۽ سنڌ ۾ اچي ٻيلڪون وڌيون. انهن مان ڪي ايشيا ۽ يورپ ڏي به ويا ۽ اهي "جپسي" (Gipsy) سڏجڻ ۾

آيا، اهي به آريا هئا؛ پر ايران طرف گهڻو رهيا هئا، تنهنڪري سنڌين رهڻي توڙي کهڻي (ٻولي) ٻيءَ طرح جي هئي. اهي ڪچو گوشت ۽ مڇي ماس کائيندا هئا. مڌيه ديش وارا آريا لوڪ به اڳي مڇي ماس کائيندا هئا، پر پوءِ اهڙا پڪا ويشنو ٿيا، جو مڇي ماس کي ڇهندا به ڪين هئا (ڏسو مهاڀارت جو شانتي پرو، سو ڪش ڏرم، ۲۵۵). مڌيه ديش جي آرين هنن ايران مان آيل ماڻهن کي مڇي ماس کائيندو ڏٺو ته اهڙي ٻچان آرين جو ڪين "پشاچ" نالو ڏنائون. اهو نفرت يا ڌڪار جو لفظ آهي ۽ ڀوت جهڙي معنيٰ اٿس. سنڌين ٻوليءَ کي به سڏيائون "ڀوت ڀاشا" يعني ڀوتن جي ٻولي. ڪشمير جي ڀرپاسان چترال ۽ گلگت طرف اڄ تائين "درد" لوڪ رهن ٿا، جي انهن ايران کان پوءِ آيل آرين مان آهن. اهو سڄو پاسو سنڌن نالي پٺيان "دارد ستان" سڏجي ٿو، تنهنڪري سنڌين ٻولين کي سر گريئرسن "داردڪ" ٻوليون سڏيو آهي، ۽ هن کان پوءِ اسين به اهوئي نالو ڪم آڻينداسون.

۳۰- ڪشمير طرف کان آيل پشاچ لوڪن جي شايد سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي، ۾ بيٺڪ هئي، جو اڄ به جهبير ذات وارا مهاڻا اتي آهن. جي هن وقت ڪشمير ۽ پنجاب ۾ به گهڻي تعداد ۾ آهن. داردڪ ٻولين ۾ "گهوڙو" بدران چون "گورو". ڪراچي ضلعي واري لاڙ، خاص ڪري ٺٽي طرف جا اُچار به اهڙائي بگڙيل آهن. هنن ڳالهين جي وڌيڪ اُپٽار "لاڙي" ٻوليءَ جي ذڪر ڪندي ڪبي.

## سنڌ جو مڌيہ ديش سان ناتو ٽٽڻ

٣١- پنجاب ۽ سنڌ ۾ جنهن وقت پشاچ لوڪن ٻيٺڪون وڌيون، تنهن وقت مڌيہ ديش وارن آرين ۾ ذات پات جو ٻيد گهڻو هو. ان وقت مڌيہ ديش جي ٻاهرئين ڀاسي، يعني پنجاب، سنڌ، گجرات، بهار، بينگال ۽ ٻين هنڌ، جنهن کي جتان وٽندو هو سو اتان ڀرٽبو هو*. مڌيہ ديش وارن آرين پوءِ قاعدو ڪيو، تہ آرين جو سڱ ٻي ذات وارن ۾ نہ ٿئي، تہ منجهن نجو آرين جو رت هجي، تہ آرين قوم سدائين ڀلوان رهي ۽ ورڻ شنڪر پيدا نہ ٿين. ٻين هنڌ لنگ جي پوڄا جو بہ رواج هو، جيئن قديم قومن ۾ هو. ويدن کي مڃيندڙ آريا انهيءَ پوڄا جي برخلاف هئا. اهڙن سببن ڪري ٻين هنڌن جي ماڻهن کي نالو ڏنائون وراتيہ (Vratya) يعني نيات ڪڍيل. نڪتل يا ڪريا ڪرم کان رهت (Outcasts or riteless people). هنن لاءِ هيءُ قاعدو ڪيائون تہ کين پنهنجي نيات ۾ تڏهن گڏيندا سون، جڏهن هو وراتيہ ستوم (Vratya-stoma) ڪندا. هي شڌي ڪرڻ لاءِ هڪ يگيہ هو. پنجاب ۽ سنڌ، جتي پشاچن ٻيٺڪون وڌيون هيون، تن لاءِ چيائون تہ اهي "مليڇ" (جهنگلي يا پليد) ديش آهن ۽ مڌيہ ديش مان جيڪو ايڏاهين ويندو تنهن کي پراچت ڪرڻو پوندو. اهڙن سخت قاعدن جاري

---

* ٻوڌاين جي سوترن ۾ ڄاڻايل آهي، تہ انهن هنڌن جا رهاڪو گاڏڙ نسل جا آهن.

ٽيڻ ڪري پنجاب ۽ سنڌ جا رهاڪو، آرين جي نيات منجهان ٻي نڪري ويا. هيءَ ڪلجگ جو پهريون چنو چئبو.
۳۲- عيسوي سنہ کان ڇهہ صديون ڪن اڳي، ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم جاري ٿيا، جن ۾ ذات پات جو ڀيد ڪونہ. جيڪي ماڻهن برهمڻن کان سڙيا ويٺا هئا، تن اهي ڌرم سيني کان اڳي اختيار ڪيا. سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم زور ٿيو، تہ بہ برهمڻ اڃا گهڻيئي هئا.

## سنسڪرت جو ڦري پراڪت ٿيڻ

۳۳- مٿئين ديش وارن آرين نہ رڳو ڌرمي ۽ ٻنگتي وغيره ڳالهين بابت سخت قاعدا جاري ڪيا، پر پنهنجي ٻوليءَ جو بہ اونو ڌارياؤن. هيءَ حڪم جاري ڪيائون تہ شودرن کي ويدن ٻڌڻ جو ڪوبہ اڌڪار (حق) ڪونهي؛ پڙهڻ ۽ پاڙهڻ جو ڪم رڳو برهمڻ ڪن تہ ويدن جا منتر اهي پوريءَ طرح اچارين. پر چالو ٻولي ڪنهن جي ٻنڌڻن ۾ ٻڌجڻ جي ڪانہ هئي. سنسڪرت پوءِ بہ ڦرندي رهي. رفتي رفتي اهڙي حالت ٿي، جو جيڪا سنسڪرت عام طرح ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، سا سموري ڦري ٻنهہ هڪ نئين قسم جي ٻولي ٿي پيئي، ۽ اها 'پراڪت' سڏجڻ ۾ آئي. عام طرح ماڻهو پراڪت ڳالهائڻ لڳا، تہ سنسڪرت ڳالهائڻ جو رواج ٻي بند ٿي ويو. هندن جا ويد ۽ ٻيا ڌرمي پستڪ سنسڪرت ۾ لکيل آهن، تنهنڪري برهمڻن ان جو درجو پراڪت کان مٿي رکيو ۽ اڄ اها سڄي هندستان جي پوتر ڀاشا يا پاڪ ٻولي ليکجي ٿي.

## سنسڪرت جو سنڌيءَ تي اڄ ڏينهن اثر

۳۴- هن وقت سنسڪرت ٻولي دنيا جي ڪنهن به ڀاڱي ۾ عام طرح ڳالهائڻ ۾ نٿي اچي، تہ بہ 'مئل ٻولي' نہ آهي. اڄ ڏينهن سنسڪرت ۾ نوان نوان پستڪ نڪرندا پيا. ڪيترا پنڊت ڌرمي ڳالهين بابت بحث مباحثو ڪندا ئي سنسڪرت ۾ آهن. برهمڻ، آريہ سماجي ۽ ٻيا ڪيترا هندو روزمره جي پاٺ پوڄا وغيره ۾ اها ئي ٻولي ڪم آڻين ٿا، ۽ اها اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ بہ پاڙهڻ ۾ اچي ٿي. انهن ڳالهين جو نتيجو هيءُ ٿيو آهي، تہ ڪيترا نج سنسڪرت لفظ وري نئين سر چالو ٿيا آهن. اهڙين سنسڪرت جو اثر سنڌي، هندي، بينگالي وغيره تي اڄ ڏينهن پيو ٿئي؛ پر خود سنسڪرت ۾ ڪابہ ڦيرڦار ڪانہ ٿي ٿئي. ڦير پوندو ٿي چالو ٻوليءَ ۾ آهي، هن وقت سنسڪرت ٻولي عام طرح ڳالهائڻ ۾ نٿي اچي، تہ ان ۾ ڦير ڪونہ ٿو پوي. انهيءَ سبب جيڪا سنسڪرت پاڻني-ڄي، ڪاتياين ۽ پتنجلي رشيءَ جي جوڙيل گرامر پٽاندر نہ هوندي، سا غلط ليکبي.

## "پراڪرت" لفظ جون معنائون

۳۵- پراڪرت ٻوليءَ جي معنيٰ پرڪرتيءَ مان پيدا ٿيل ٻولي. 'پرڪرتي' لفظ جي هڪڙي معنيٰ 'آهي قدرت' (Nature)، ۽ ٻي معنيٰ اٿس 'اصلوڪي صورت' - جنهن جو ضد آهي 'وڪرتي' معنيٰ 'بگڙيل صورت' - پراڪرت ٻوليءَ جي پرڪرتي يا اصلوڪي صورت آهي سنسڪرت

تنهنڪري پراڪرت ٻولي معنيٰ اصلوڪي صورت يعني سنسڪرت مان پيدا ٿيل ٻولي، جا قدرتي طرح يا ٻائمرادو سنسڪرت مان نهي پيئي. اها ٻولي عام طرح ڪم ايندي هئي، تنهنڪري پراڪرت ٻولي معنيٰ عام يا رواجي ٻولي به آهي. هرهڪ پرڳڻي جي پراڪرت پنهنجي پنهنجي هئي، تنهنڪري پراڪرت ٻولي معنيٰ پرڳڻي جي ٻولي به آهي. هن وقت سنڌ جي پراڪرت هاڻوڪي سنڌي ٻولي آهي.

## پالي يا قديم پراڪرت

۳۶- گوتم ٻڌ، جو عيسوي سنه کان ڇهه صديون ڪن اڳي ٿي گذريو آهي، تنهن جي وقت ۾ سنسڪرت ٻولي اڪثر رکو برهمڻ ڄاڻندا هئا. ٻيا ماڻهو عام طرح هڪ جهوني پراڪرت ٻولي ڳالهائيندا هئا، جا هاڻ 'پالي' سڏجي ٿي. انهيءَ سبب گوتم ٻڌ پنهنجي ڌرم جو پرچار انهيءَ قديم پراڪرت ۾ ڪيو، ته سندس متا ماڻهو پوريءَ طرح سمجهن. هن حقيقت مان انسائڪلوپيڊيا برٽنيڪا واري اهو بلڪل پورو انومان ڪڍيو آهي ته عيسوي سن کان اٽڪل هڪ هزار ورهيه اڳي سنسڪرت ڦري پالي ٿي هئي، جنهنڪري گوتم ٻڌ کي انهيءَ ٻوليءَ ۾ پرچار ڪرڻو پيو هو.

۳۷- ڪي يوروپي عالم چون ٿا، ته 'پالي' لفظ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ 'پرالي'، معنيٰ سٽ (ڪتاب جي)، ڌرمي ليک. ٻڌ ڌرم وارن جا ڌرمي پستڪ ان ۾ لکيل

آهن، تنهنڪري اهو نالو پيو اٿس. ٻڌ ڌرم وارا چون ٿا،
ته سنسڪرت ۾ 'پال' معنيٰ پالڻ؛ تنهنڪري 'پالي' ٻولي
معنيٰ اها ٻولي، جنهن ۾ ٻڌ ڌرم وارن جا ڌرمي متا
پاليل يا سنڀاليل آهن. هن وقت پالي ٻولي برما، سيام
۽ سلون (لنڪا) جي ٻڌ ڌرم وارن جي پوتر ڀاشا يا
پاڪ ٻولي آهي.

## پالي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ

٣٨- ٻڌ ڌرم وارن ڪتابن ۾ لکيل آهي، ته گوتم ٻڌ
پنهنجا پوترچرن (پاڪ پير) اسان جي سنڌ پرگهٽي ۾ به
گهمايا هئا، ۽ سنڌي ماڻهن به ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو هو.
هن مان ظاهر آهي، ته ان وقت سنڌ ۾ پالي ٻولي چالو
هئي، جنهنڪري اسان جا ماڻهو گوتم ٻڌ جو پرچار ۽
ٻڌ ڌرم جا ڌرمي پستڪ سمجهي سگهيا ٿي.

٣٩- گوتم ٻڌ پنهنجي وقت ۾ ٻڌ ڌرم جو ڦهلاءُ پئي
ڪيو، ته مڌيه ديش وارن آرين پنهنجي برهمڻي ڌرم ڦهلائڻ
جي ڪوشش پئي ڪئي- مثلاً، عيسوي سنه کان ڇهه
صديون ڪن اڳي، اگستمني، ونڌيا جبل لتاڙي ڏکڻ-
هندستان ڏي ويو ۽ اتي وڃي برهمڻن جون بيٺڪون
وڌائين. ائين مدراس ڪاتي ڏي برهمڻي ڌرم ۽ سنسڪرت
جو ڦهلاءُ ٿيو؛ ان وقت اتر-هندستان ۾ ماڻهو عام طرح
پالي ٻولي ڳالهائيندا هئا، تنهنڪري ڏکڻ-هندستان ڏي
پالي جو به ڦهلاءُ ٿيو.

٤٠ـ عيسوي سنہ کان پنج صديون ڪن اڳي، وجيہ نالي هڪ راجڪمار، ڪيترن ماڻهن سان 'لاٽ'* مان لڏي لنڪا (سلون) ڏي ويو ته ٻڌ ڌرم ۽ پالي جو ڦهلاءُ اوڏهين ٿيو ۽ اتي جي پالي ٻولي ۽ ٻوءِ ڦري سنهالي (سنگهالي) پراڪرت ٿي، جا هندستان جي پراڪرت ٻولين جي ڏورانهين سوٽ' ڄڻبي*.

٤١ـ عيسوي سنہ کان چار صديون ڪن اڳي مڌيہ ديش وارن آرين، بهار کان وٺي بينگال وارو پاسو وسايو7. انهيءَ پاسي اڳي ڪول، سنٿال ۽ هندستان جا پيا آڳاٽا رهاڪو هئا. انهيءَ وقت، جو سنڌ بابت ڪجهہ تاريخي احوال ڏجي ٿو، تہ هن جهوني زماني جون حقيقتون سمجهڻ سوليون ٿين.

## سنڌ تي ڌارين جون ڪاهون

٤٢ـ ٻڌ ڌرم واري زماني کان ئي اڳي سنڌ جو پرڳڻو سيپتا ۽ شاهوڪاريءَ سبب ملڪان ملڪ مشهور هو. انهيءَ تي ايران جي بادشاهہ دارا پهرئين جو وات هاڃي ٿيو، سو عيسوي

*گجرات جو کنبات جي نار وارو پاسو ۽ سنڌ جو ڏاکڻو پاڱو اڳي 'لاٽ' سڏبا هئا. هيئنر 'لاٽ' بدران ڇڻون 'ٽ' مٽجي 'ڙ' ٿيو آهي.

* ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجي: بينگالي ٻوليءَ جي تاريخ، جلد ١، صفحو ١٥.

7 ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجي: بينگالي ٻوليءَ جي تاريخ، جلد ١، صفحو ٦٢ ۽ ٧٩.

سنہ کان ٥١٦ کن ورهيہ اڳي پنجاب، گنڌار (قنڌار) ۽ سنڌ تي ڪاهي آيو. انهن تنهين هنڌن جا رهاڪو سنڌن ڏن-ڀرو ٿيا. تہ ٽي سؤ سٺ (٣٦٠) ٽئلينٽ، يعني اٽڪل ٻہ سؤ سٺ (٢٦٠) من، سون خالص جا سالياني ڍل طور ڪيس ڏيندا هئا؛ ۽ ايتري ڍل ٻئي ڪنهن بہ هنڌان ڪانہ ملندي هيس- انهي تنهي هنڌن جا نالا ايران جي هڪ ڪتبي (اڪريل نوشتي) ۾ اڄ تائين لکيل آهن. دارا بادشاہ جي پوين بہ ڪي سال انهن ڏن ڀري اگاڙيو. اُن وقت پنجاب ۽ سنڌ ۾ ايرانين پنهنجي آئيويتا (الف-بي) چالو ڪئي. اسان جا ساٿهو ديوناگري اکرن تي هريل هئا، ۽ هنن اکرن جي شڪل بيد ولي ڏنائون، تہ انهيءَ آئيويتا تي نالوئي رکيائون "کر- وشٽي" -يعني گڏهہ جا چپ! سنسڪرت ۾ "کر" معنيٰ خر يا گڏهہ ۽ اوشٽ معنيٰ چپ. اها آئويتا ڪئين ورهيہ ساندہ پئي هلي ۽ هندستان سان عيسوي ٽينءَ صدي ڌاري غائب ٿي*.

سنہ ١٩٢٢ع ۾، موهن جي دڙي جي کوٽائي ٿيڻ وقت، اتي هڪ جهونو ٺل بيٺل هتو، جنهن جي هڪ ديوار تي ڪي اکر ڪشن گهراٽي جي، حاڪم وسديو ڀهرئين (١٥٨-١٧٧ع) جي وقت جا لکيل هئا. آرڪيالاجيڪل کاتي جي سپرنٽيڊنٽ مسٽر رکلداس بنرجيءَ اهي اکر سڃاتا، تہ کر-وشٽيءَ ۾ لکيل آهن- هن حقيقت موجب چئبو تہ عيسوي ٻي صديءَ ۾ بہ اهي اکر سنڌ ۾ چالو هئا.

---

* Prof. Rapson: *Ancient India.*

۴۳- ايران جي ڪياني بادشاهن جو زور، عيسوي سنہ کان ۳۳۰ ورهيہ اڳي سڪندراعظم ڀڳو. ان وقت پنجاب، سنڌ ۽ گنڌار (قنڌار) ايراني حاڪمن جي تابعي هئا، تنهنڪري سڪندراعظم اهي بہ اچي هٿ ڪيا. ان وقت الور (روهڙي) ۾ 'ميوسيڪنس' (موشڪن جو راڄا) هو، تنهن اول آڻ مڃي ٿي؛ پر پوءِ پنهنجي برهمڻ وزيرن جي مت تي لڳي يونانين کي سامهون ٿيو، تہ يوناني لشڪر کي اهڙي ڀاهہ وٺي ويئي، جو کيس جهلي ڪُهي ڇڏيائون، ۽ سيني برهمڻن جون سسيون لهرائي انهن کي ڳچهن جو ڳاهہ ڪيائون! هيءَ حقيقت 'ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا' جي جلد پهرئين ۾ 'سنڌ گزيٽيئر' جي صفحي پنجاهہ ۾ بہ چاڻايل آهي. سنڌ جا سوين برهمڻ قتل ٿي ويا، تہ سنسڪرت جو جيڪو ٿورو گهڻو ڦهلاءُ انهن ڪيو، تنهن کي ڄڻ ڳويا پنجو اچي ويو ۽ پالي ٻوليءَ جو واهپو وڌندو رهيو- اڃ بہ سنڌ ۾ برهمڻ تمام ٿورڙا آهن.

۴۴- سڪندراعظم، پنهنجي پاران پنجاب ۽ سنڌ ۾ کي گورنر مقرر ڪري، پاڻ ٻٻلان ڏي سوٽيو ۽ عيسوي سنہ کان ۳۲۳ ورهيہ اڳي گذاري ويو. سندس مرڻ جي خبر پئي، ساڻهن يوناني لشڪر کي تڙي ڪڍيو ۽ پنهنجي ٻرڳٽي جا پاڻ والي ٿيا.

۴۵- انهن ڏينهن ۾ مگڌ، يعني بهار جي ڏاکڻي پاسي ۾، نند گهراڻي جي حاڪمن راڄ ٿي ڪيو. سندن لشڪر جو سپہ سالار چندر گپت نالي هڪ جوڌو جوان هو، جنهن ڪيترا

همراهه ساڻ ڪري پنجاب مان يونانين کي لوڏي ڪڍيو. انهيءَ ڳالهه ۾ سوڀارو ٿيو، ته سنڌ به پنهنجي قبضي ڪيائين، بلڪ نند-گهراڻي وارن جو به زور ڀڃي، پاڻ سڄي اتر-هندستان جو والي ٿيو ۽ موريه-گهراڻي جو بنياد وڌائين.

۴۶- سڪندر اعظم کان پوءِ سندس بادشاهت جو ڪجهه ڀاڱو سيليوڪس نڪيٽر کي مليو. پنجاب ۽ سنڌ هٿ ڪرڻ لاءِ هو عيسوي سن کان ۳۰۵ ورهيه اڳ، پنجاب تي ڪاهي آيو. ان وقت تائين مهاراجا چندر گپت اهڙو زور ورتو هو، جو سيليوڪس جي ساڻس پڄڻ جي جاءِ نه هئي. مهاراجا چندر گپت اهڙو ته سوڙهو ڪيس، جو سيليوڪس پنجاب ۽ سنڌ تان ته هٿ ڪنيو، پر پنهنجي ڌيءَ جو سڱ مهاراجا کي ڏنائين، ساڻس صلح ڪيائين ۽ افغانستان ۽ بلوچستان جا ڪي ڀاڱا ڪيس ڏاجي ۾ ڏنائين.

## سنڌ ۾ موريه گهراڻي جي حڪومت

۴۷- مهاراجا چندر گپت جي وقت ۾ ٻڌ ڌرم زور هو. پاڻ به اهو ڌرم اختيار ڪيائين، ته رعيت مان ڪيترن سندس پيروي ڪئي. ان وقت پالي ٻولي چالو هئي سا به رفتي رفتي هيڪاري اهڙو عام ٿي، جهڙي هينئر هندستاني ٻولي سڄي هندستان ۾ عام آهي. هن لاءِ هيءُ ثابتي آهي، ته مهاراجا چندر گپت جو پوٽو مهاراجا اشوڪ (۲۷۲-۲۳۲ ق.م)، جو سنڌ سميت سڄي اتر-هندستان جو والي هو، تنهن ٻڌ ڌرم کي زور وٺائڻ ۽

اھنسا جي مت ڦھلائڻ لاءِ ڪي شاھي فرمان، اناھن جبلن ۽ ٽڪرين تي آڪرائي ڇڏيا ھئا، جن مان ڇاليھہ فرمان اڄ تائين ھندستان جي ڪيترن ڀاڱن ۾ صحيح سلامت بيٺا آھن. ويجھڙائيءَ ۾ (١٩٣٢ع ۾) اھڙا ٻارھن وڏيڪ فرمان مدراس طرف ٽڪرين تان لڌا اٿن- ھن مان ظاھر آھي تہ ٻڌ ڌرم اثر توڙي ڏکڻ- ھندستان ڏي ڦھليو، تہ پالي ٻولي ٻہ، انھن سڀني ھنڌ چالو ٿي، جنھنڪري فرمان سڄي ھندستان جا ماڻھو سمجھي سگھيا ٿي. اڳ لڌل چاليھن- ڪتبن (اڪريل نوشتن) جي ذڪر ڪندي جنرل اي. ڪننگھام ۽ ٻين عالمن ڄاڻايو آھي، تہ مھاراجا اشوڪ جي ڏينھن ۾ پالي ٻوليءَ جا ڪھڙ ۾ ڪھٽ تہ ٽي قسم ھئا، جن جو واھپو اتر-الھنديءَ ھندستان، تڙ، سنڌ، راجپوتانا، گجرات، ڪاٺياواڙ، مھاراشٽر ۽ وچ ھندستان ۾ ھو.

## سنڌ جي ٺيٺ ٻولي

٤٨- مھاراجا اشوڪ پاڻ مگڌ يعني، بھار جي، ڏاکڻي ڀاڱي ۾ رھندو ھو، ۽ اتي جي پالي ٻوليءَ کان سنڌ جي پالي ٻولي وڌيڪ ٺيٺ ھئي. سنڌ مان ڪي اڪريل نوشتا ڪونہ لڌا آھن، تہ بہ ھن ڳالھہ لاءِ ثابتيون آھن. گنڌار (قندار) ۽ ڪٽي ۾ شھباز ڳڙھيءَ طرفان مھاراجا اشوڪ جي وقت جا جيڪي ٻہ ڪتبا (اڪريل نوشتا) لڌا آھن، تن ۾ ڪم آيل ٻولي، قديم سنسڪرت کي گھڻو ويجھي آھي، ۽ انھيءَ ڀاڱي مھاراجا جا جيڪي ڪتبا بھار طرفان لڌ آھن،

تن جي ٻولي سنسڪرت کان گھڻو قديل آهي. هيءَ حقيقت ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجي جي ناهيل 'بينگالي ٻوليءَ جي تاريخ' (جلد ١، صفحي ١٤٤ ۾) ۽ ٻين ڪن ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي. سر گريئرسن پنهنجي جوڙيل 'لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا' (جلد ٨، ڀاڱو ١، صفحي ٢ ۽ ٧) ۾ لکيو آهي، ته گنڌار (قنڌار) ۾ ڪٽي وارن نوشتن ۾ جيڪا پالي ٻولي ڪم آيل آهي، انهن ۾ آچارن سان لاڳاپو رکندڙ ڪي ڪي اهڙيون خاص ڳالهيون اهن، جي اڄ تائين دارد ڪ ٻولين (ڪشميري وغيره)، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ نظر اچن ٿيون. مثال ڏنو اٿس، ته سنسڪرت لفظ 'ڀڪت' جو اچار پاليءَ ۾ بگڙجي ٿيو 'ڀت' Bhatta ('ت' اکر ڀٽو)؛ پنجابي، لهندا (پنجاب جي الهندي طرف جي ٻولي، ديري غازي خان واري ۽ سرائڪي)، ۽ سنڌيءَ ۾ به چون 'ڀت'؛ باقي هندستاني، گجراتي، مراهٽي وغيره ۾ چون 'ڀات' يعني ڀٽي 'ت' جو اچار ڪيڏي چڏيو اٿن، ۽ انهيءَ کوٽ جي ڀجرائيءَ لاءِ لفظ جي منڍ واري 'ا' جي اچار کي وڌائي 'آ' ڪيو اٿن - سر گريئرسن هيٺن به چيو آهي ته آءٌ پنهنجي دل ڪري ائين سمجھان ٿو ته گنڌار طرف تڪشسلا ۾ جيڪا پالي ٻولي ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، سا ٻڌ ڌرم وارن پنهنجن ڌرمي پستڪن ۾ ڪم آندي. اسان به مٿي اڳي ڏئي چيو آهي (ڏسو صفحو ٣١)، ته انڌ (شوي) آرين جي جڏهن سنڌ ۾ صاحبي هئي ۽ گنڌار طرف درهيڙ آرين راڄ تي ڪيو، تڏهن انهن ٻنهي هنڌن جي سنسڪرت ملڻ، ديش

وارن آرين جي سنسڪرت ڪان وڌيڪ نيٺ هئي. سنسڪرت ٻوءِ بگڙجي پالي ٿي، تہ سنڌ ءَ گنڌار طرف جي پالي ٻولي بہ ضرور بهار ۽ ٻين هنڌن جي ٻوليءَ کان وڌيڪ نيٺ ٿيندي. ٻي مکيہ ڳالهہ هيءَ بہ آهي، تہ پالي ٻوليءَ جا نہ رڳو اچار، پر ڪي لفظ بہ، جهڙا اسان جي سنڌي ٻوليءَ سانڍيا آهن، تهڙا ٻيءَ ڪنهن بہ ڏيهي آريہ ٻولي نہ سانڍيا آهن- جيئن هيٺ ڄاڻائجي ٿو:

## پاليءَ جا سنڌي ۾ نشان

٩۴- پالي ٻوليءَ جي اچارن ۾ هڪ مکيہ ڳالهہ، جا گهڻو ڌيان ڇڪي ٿي، سا هيءَ آهي، تہ جن سنسڪرت لفظن ۾ دتيہ يعني ٻتا اکر يا گڏيل حرف صحيح آهن، تن جا اچار پاليءَ ۾ ٻَچي يا مليءِ هڪ روپ (Assimilate) ٿي ويا آهن- مثلاً، سنسڪرت 'سپت'، پالي 'سَت'، سنڌيءَ ۾ بہ چئون 'ست' (٧)؛ پر هندستانيءَ وغيره ۾ چون 'سات'- ڏسو تہ اسان جا اُچار بجنسي پاليءَ وارا بيٺا آهن! ٻيا مثال:

| سنسڪرت | پالي | سنڌي | سنسڪرت | پالي | سنڌي |
|---|---|---|---|---|---|
| ڊرم | ڊم | ڊرم-ڊم | ٻرہم | ٻہم | ٻرہم-ٻہم |

سنسڪرت لفظ 'ڊرم' ۽ 'ٻرہم' اهين هاڻ جيئن جو تيئن چئون ٿا، پر ڊمن مل ۽ ڊمي ٻائي (ڊرمي ٻائي) نالن ۾ نج پالي لفظ 'ڊم' ڪم آڻيون ٿا، جو ٻئي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ ڪم نٿو اچي. ٻيوي ٻائي نالي ۾ 'ٻيوي' نج پالي لفظ 'ٻہمي' (ٻرہمي) آهي، جنهن ۾ 'م' کي متي

"و" ڪيو اٿئون. سنڌ جي ڪن هندو ڇوڪرين ۽ زالن جو نالو 'ميمي' آهي اهو بہ اصل ۾ ساڳيو پالي لفظ 'پيمي' آهي، جنهن ۾ 'پ' کي مٽي 'م' ڪيو اٿئون. ڪٿي آهن 'ڏم' ۽ 'پيم' لفظ هندستاني ۽ ٻين آريہ ٻولين ۾؟ ته ڏسين ڇٻو تہ شاباس اسان جي سنڌي ٻوليءَ کي آهي، جا قديم زماني جي پاليءَ وارا نشان اڄ تائين سانڍيندي پئي اچي.

۵۰- سنڌيءَ ۾ اهڙا ڪيترائي لفظ آهن، جن جي اصلوڪي سنسڪرت صورت ايتريقدر مٽجي ويئي آهي، جو اهي سڃاڻڻ ڏي مشڪل؛ پر پاليءَ ۽ پراڪرت جي آچارن سان انهن جي ڀيٽ ڪجي، تہ پوءِ سڃاڻڻ سولا ٿين ٿا- مثلاً، سنسڪرت لفظ 'للاٽ' جو آچار سنڌيءَ ۾ آهي 'نرڙ'! هن ۾ هڪڙو بہ ساڳيو اکر ڪونهي، تہ پوءِ سڃاڻجي ڪيئن؟ سنسڪرت جو آچار پاليءَ ۾ ٿيو 'نلاٽ'، پراڪرت ۾ 'نڊال' (ڻڊال) سنڌيءَ ۾ نراڙ- نرڙ معنيٰ پيشاني. اٿين پالي ۽ پراڪرت ٻوليون سنڌي لفظن جي بنيادن کولي لهڻ ۾ وڏي واهر ڪن ٿيون.

۵۱- سنسڪرت ۽ پاليءَ جي باريڪ ڀيٽ ڪرڻ سان، عالمن کي معلوم ٿيو آهي تہ ٻنهي ٻولين جي وچ ۾ جيتوڻيڪ تفاوت آهي، تہ بہ پالي ٻولي سنسڪرت کي بلڪل ويجهي آهي. ڊاڪٽر ڀنڊارڪر پنهنجن تقريرن (صفحو ۴۶) ۾ ڄاڻايو آهي، تہ اٽڪل روءِ پاليءَ ۾ پنجن سان ٽي پتيون لفظ نج سنسڪرت آهن؛ باقي ٻن پتين ۾ بہ رڳو ٿوري تبديل

معلوم ٿئي ٿي. سنسڪرت وياڪرڻ جي، پالي وياڪرڻ سان ڀيٽ ڪرڻ سان عالمن کي معلوم ٿيو آهي ته پاليءَ مان 'دووچن' (Dual) نڪري ويو آهي؛ اسمن جي حالتن ۽ فعلن جي گردانن ۾ به ٿورو ڦير آهي. اهڙيءَ طرح ڪن جزوي ڦير ڦارين کان سواءِ، ٻنهي ٻولين جو وياڪرڻ به گهڻو ڪري ساڳيو آهي-مطلب ته سنسڪرت کي جهڙو پالي ٻولي ويجهي آهي، تهڙو ٻي ڪابه پراڪرت ٻولي ويجهي ڪانهي. حقيقتون 'پراڪرت'، ڄالوڪي انهن ٻولين تي پيل آهي، جي پاليءَ کان وڌيڪ بگڙيل هيون. جنهن صورت ۾ گوتم ٻڌ پنهنجو پرچار پالي ٻوليءَ ۾ ڪيو هو، ۽ ٻڌ ڌرم وارن جا ڌرمي پستڪ ان ۾ لکيل آهن، تنهن صورت ۾ پالي ٻولي ٻڌ ڌرم وارن جي پوتر ڀاشا يا پاڪ ٻولي ٿي ۽ ان جو مرتبو ٻين پراڪرت ٻولين کان مٿي ليکجڻ ۾ آيو.

## سنڌ تي بختر جي يونانين جي ڪاهه

٥٢- مهاراجا اشوڪ جي وقت ۾ سنڌ ۾، ڪن هنڌ "ستوپ" (Stupa) ٺهيا ۽ اهي تيرٿن جا هنڌ ليکجڻ ۾ آيا. ان وقت ٻڌ ڌرم هيڪاري زور ورتو ۽ پالي ٻوليءَ به ترقي ڪئي. مهاراجا اشوڪ، عيسوي سنه کان ٢٢٧ ورهيه اڳي گذاري ويو. ڪانئس پوءِ عيسوي سنه کان ١٨٠ع ڪن ورهيه اڳي، بختر (بئڪٽريا) طرف جا ڪي يوناني لوڪ پنجاب تي ڪاهي آيا ۽ پوءِ سنڌ جي به فتح ڪيائون-سندن وقت جي نشاني، بختي، بغدي، ۽ بلغاري لفظ آهن.

بغدي بلوچن جا آٿ ويهون آئن،
ڏاڙي خاطر ڏاريا، مهري ملوڪن،
ٽنگن ڏگها، وڃن سڳها،جن جا ڇهريا ڇپ ڇڙن،
ڪنڌن ڪارا، پچ ڀهارا، جن جا ڪر نه ڪڙڪو ڪن،
نڪ ۾ نوڙي، وڃن ڊوڙي، بختي بلوچن،
منزل مارڻ، ٻوءِ نهارڻ، اهو عيب آئن،
وڃي واءُ چڙهن، ته به ڪنبن ڪين، ’ڪبير‘ چوي،
(ڪبيرشاهه)

بغدي معنيٰ بلغ (بلغ-بخارا) جو آٺ؛ بختي معنيٰ بختر (بئڪتريا) جو آٺ-اهي ٻئي يوناني لفظ آهن. بئڪتريا (بڪتر-بختر) جو قديم فارسيءَ ۾ اچار ’باختري‘ ۽ ’باخدي‘ هو، ۽ اهو هاڻ ’بلخ‘ (بلغ) سڏجي ٿو*. انهن نالن مان ’بغدي‘ ۽ ’بختي‘ لفظ نڪيا آهن. اهي آٺ ٻن ٿوهن سان هئا ۽ پنڌ جا تکا هئا؛ تنهنڪري ٻنهي جي هاڻ معنيٰ آهي ’پلو مهري آٺ‘.

(الف) بولغار جو شهر وولگا نديءَ جي ڪناري تي آهي. اتي جي نانگ جي ورن وانگر ٿلهن جا نڙ سنڌ ۾ عام ٿيا. ته اهي ’بلغاري‘ يعني بولغار جا سڏجڻ ۾ آيا؛ انهن نڙن سان ڦوڪ سٺي پري سڳهجي ٿي. تنهنڪري ٻوءِ ’بلغاري‘ معنيٰ ٿي سٺي مثل چلم يا چگو مثل حقو.

*Raulinson: India and the Western world, p. 69.

## سنڌ تي مصيبت پٺيان مصيبت

٥٣- ٻئڪٽريا جي يونانين مٿان سنه ٧٠ع ڌاري سٿين (ساڪ) لوڪ ڇاڪاهي آيا. ڪانئن اڳي ٻيا جيڪي ڌاريا ماڻهون آيا، سي ماڪ ڦٽري هليا ويا؛ پر هي سٿين لوڪ هندستان ۾ ڪوبو ڪوڙي ويهي رهيا. ٻوءِ ٻه سٿين لوڪن جون ٻوليون پڻيان ٻوليون هندستان ڏي ڏوڪينديون پئي آيون. راجپوتن مان راجا ساليواهن انهن سٿين يا ساڪ لوڪن کي ملتان کان ٿيهه ڪوهه پري ڪاهرور جي نزديڪ اهڙي سخت شڪست ڏني، جو سندس ماڻهن کيس لقب ڏنو "ساڪاري" - يعني ساڪ لوڪن جي آري (دشمن). هن وڏي سوڀ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ انهيءَ مهاڀاري لڙائيءَ واري سال (٧٨ع) کان ساليواهن جو ساڪ يعني سنبت شروع ڪيائون، جو اڄ تائين هلندو اچي. راجا ساليواهن جي پوٽي جو نالو "ڀٽي" هو، جنهن جو اولاد جيسلمير جا ڀٽي راجپوت آهن.

٥٤- سنڌ ۾ ڪا اهڙي ٻهر ڪانه هئي، جا ساڪن کي ساهون ٿئي، تنهنڪري هنن ڌارين جي ڌم اڪثر سنڌ ڏي هئي. انهيءَ وقت ڌاري سٿين لوڪن جون ٻہون ٻه ذاتيون پنجاب ۽ سنڌ ڏي آيون: انهن مان هڪڙا "جت" ۽ ٻيا "ميد" (مير) هئا. سنڌ ۾ جت اڄ تائين آهن - راجپوتانا ڏي اهي ٻاڻ کي "جاٽ" (راجپوت)" سڏائين ٿا، سنڌ جي مهاڻن مان اڄ تائين ڪي "مير" سڏبا آهن - اهي سٿين لوڪ اصل تاتاري لوڪن مان هئا ۽ سنڌ ۾ اهڙو زور ٿي ويا، جو ان

وقت سنڌ تي نالوڙي پيو ”اِنڊو-سٿيا“ (ڏسو سنڌ گزيٽيئر صفحو ٨٧). انهن نڪو ڪو نئون ڌرم آندو، نڪا ڪا اوچي ٻولي آندائون. سندن وقت ۾ ٻڌ ڌرم زور هو، ته پاڻ به اهو اختيار ڪيائون ۽ ٻولي به اسان واري اختيار ڪيائون؛ پر پاڻ آچار بگيڙيائون. سندين صاحبيءَ ۾ سنڌ جو واپار روم سان هلندو هو. سنڌي ماڻهو روم مان چڱو ڌن ڪو ماري ايندا هئا، جنهن ڳالهه جي يادگيري اڄ به هڪ پهاڪو ڏياري ٿو- ”توڙي وڃي روم، ته به ڏوڏو ۽ ٿوم، لکيو لوح قلم ۾“. مطلب ته روم ۾ وڃي ماڻهو شاهوڪار ٿئي ٿو، پر جيڪڏهن ڪنهن جو نصيب ڪڙتل هوندو، ته اتي به ڏوڏو ۽ ٿوم (غريباڻو روزگار) حاصل ٿيندس.

٥٥- سٿين جي وقت ۾ پرٿوُ (پهلو) Parthians آيا. ”پيريپلس“ ۾ چاڻايل آهي، ته عيسوي پهرئين صديءَ ۾ اهي سٿين ۽ برٿوُ سنڌ ۾ پاڻ ۾ پئي لڙيا ۽ هڪٻئي کان زور ٿيڻ جي ڪوشش پئي ڪيائون. پر ”چورن مٿان مور پيا“- وچائين ڪشن لوڪ آيا، جي زور ٿيا.

٥٦- ڪشن گهراڻي جي راجا ڪنشڪ ٻڌ ڌرم کي گهڻو زور وٺايو، جنهنڪري سنڌ سميت سڄي اتر-هندستان ۾ اهو ڌرم هيڪاري وڌيو ۽ ڦهليو، ڪانئس پوءِ وسديو پهريون، ۽ وسديو ٻيو، سنڌ جا حاڪم ٿيا- موهن جو دڙو، ڪاهوءَ جو دڙو ۽ ٻيا هنڌ جتي ٻڌ ڌرم وارن جا ٿل ڏٺيل آهن، سي ٿل انهيءَ وقت ۾ ٺهيا هئا.

## سنڌ پرڳڻو گپت گهراڻي وارن جي تابع

٥٧- عيسوي سنه کان ١٨٤ ورهيه اڳي، جڏهين
موريه گهراڻي جو زور ٽٽو، تنهن کان وٺي اٽڪل
٣٢٠ع تائين، يعني پريا پنج سؤ ورهيه ساندهه، سنڌ پرڳڻي
گهڻا لاهه-چاڙها ڏٺا. انهيءَ کان پوءِ ٣٢٠ع ڌاري
مڌيه ديش جي پنچالن جي ڪل وارن پنهنجو نالو ڪيو.
يجر ويد واري زماني کان وٺي اهي پنچال، ڪانيه ڪبج
(ڪنوج) ۾ راڄ ڪندا هئا هينئر سندن ڪل وارن
گپت گهراڻي جو بنياد وڌو ۽ سنڌ جي ستين حاڪمن
کي پنهنجو ڏن-ڀرو ڪيائون؛ ير سنڌ جي حڪومت
جون واڳون وري به ستين لوڪن جي هٿ ۾ ڇڏيائون.

٥٨- گپت گهراڻي جي راڄ شروع ٿيڻ سان برهمڻ
لاءِ ڄڻ ته سونو سج اڀريو؛ ڇاڪاڻ ته گپت گهراڻي
وارا سڀ ڪريا ڪرم برهمڻن کان ڪرائيندا هئا. ٻڌ ڌرم
جاري ٿيڻ ڪري برهمڻ نوڪر ڪاڏي هئي، سي هينئر
ڇيتي هلڻ لڳا ڪن لنگ جي پوڄا تي ڪٺي ۽
ٺاڪردوارا ٺي ٺاهيا، ته انهن ڳالهين تي اعتراض ڪونه
اٿاريائون. ائين ماڻهن جي پيٽ تي هلڻ لڳا ته ٻڌ ڌرم
هوندي به، برهمڻي ڌرم وري پاڙ ڪٽڻ لڳو. راجا
سمدرگپت جو پٽ راجا چندرگپت ٻيو، جو عام طرح
وڪرماجيت (وڪرمادتيه) سڏجي ٿو*، تنهن جي ڪوشش

* هن راجا کان چار سؤ کن ورهيه اڳي ٻيو راجا
وڪرماجيت ٿي گذريو هو، جنهن جو سنبت عيسوي سنه
کان ٥٨ ورهيه اڳ ليکجي ٿو.

سان وڏيا جو ڦهلاءُ چڱو ٿيو- سندس دربار ۾ جيڪي عالم ۽ فاضل هئا، تن مان نوَ چڱا ”نوَ رتن“ (Nine gems) سڏجڻ ۾ آيا، جن مان هڪڙو ناميارو ڪوي ڪاليداس هو، جنهن جا سنسڪرت ناٽڪ مشهور آهن. ٻيو وررچي هو، جنهن جي جوڙيل پراڪرت وياڪرڻ مان هن ڪتاب جوڙڻ ۾ ڪجهه مدد ورتي ويئي آهي.

٥٩- گپت گهراڻي وارن جي صاحبيءَ ۾ ماڻهو سک سانت ۾ گذارڻ لڳا. گهڻن ۾ ڪتابن تيئن لکيون ۽ ماڻهو پراڪرت لفظن بدران ڪيترا نج سنسڪرت لفظ ڪم آڻڻ لڳا.

## سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جو راڄ

٦٠- گپت گهراڻي وارن جي راڄ شروع ٿيڻ کان پوء، ڏيڍ سؤ کن ورهيه ساندهه، هندستان جي ماڻهن نهايت امن امان ۾ گذاريو؛ پر پوءِ ”هون“ لوڪ هندستان تي ڪاهي آيا، جي ”هوُن“ به سڏبا هئا- انهن مان ڪي گورجر، ڪي اهير (ابيِر) ۽ ٻين ذاتين وارا هئا، پر سيني کي ”گڏي ”هون“ Huns سڏيو اٿن- سندن مهندار ”مهرگل“ نالي هو، جو نهايت ظالم هو؛ پيا ڪن سڄي مان وسندي، ٻر هيءَ وسنديءَ مان سڄ ڪرڻ وارو هو- گندار (قندار) طرف تڪش سلا يونيورسٽي هئي، تني هن مهرگل جي ماڻهن ڦرلٽ ڪري ماڻهن جي گهرن کي باهيون ڏنيون. هندن ۾ اهڙو هراس پيدا ٿيو، جو اهو سمورو پاسو خالي ڪري ويا ۽ هن وقت

انهيءَ پاسي رکيو پئي رهن ٿا. پنجاب جي الهندي طرف کيڪيه جو ٻر ڪٽو، جو ودبا جو وڏو مرڪز هو، سو به هنن هون لوڪن باهيون ڏيئي جلايو ۽ هتي جي هندن کي به لڏڻو پيو. اڄ اهو ديري اسماعيل خان ۽ ديري غازي خان وارو پاسو بروچڪو ملڪ آهي. اهي ئي هون لوڪ هئا، جن کپٽ کهراڻي جو خاتمو ڪيو ۽ سنڌ ۾ اچي راءِ گهراڻي جو راڄ برپا ڪيو. اهي ئي لوڪ پهريائين شودر ليکبا هئا* پر برهمڻي ڌرم کي مڃڻ لڳا، ته برهمڻ گهڻي خوشيءَ سان سندين شڌي ڪري، کين کتري بڻايو. پاڻنجي ٿو ته اگني (باهه) ٻاري، هون هوم ڪري، سندين شڌي ڪيائون، جنهنڪري سندن اولاد "اگني ڪل" يعني باهه جي خاندان مان پيدا ٿيل راجپوت (راجا جا پٽ) سڏجڻ ۾ آيو (ڏسو ڪرنل ٽاڊ جو "راجستان جو احوال")- هندستان جي تازين جڙيل تاريخن ۾ راجپوتن جو زمانو سنه ٧٥٠ع کان وٺي ليکيو وڃي ٿو-انهن ڌارين لوڪن به، اچي هندستان جون پراڪرت ٻوليون اختيار ڪيون.

---

* هوان شيانگ نالي هڪ چيني مسافر، عيسوي ستين صديءَ ۾ راءِ ساهسيءَ جي وقت ۾ آيو هو. هن صاحب پنهنجي سفرنامي ۾ ڄاڻايو آهي، ته سنڌ جو راجا هڪ شودر هو- پاڻنجي ٿو ته انهيءَ وقت کان سکهوڻي پوءِ هيءَ راءِ گهراڻي وارا حاڪم کتري راجپوت سڏجڻ ۾ آيا.

## پراڪرت ٻولين جا قسم

٦١- پالي ٻولي سڄي هندستان ۾ ڦهليل هئي ۽ ٻوءَ بگڙجي پراڪرت ٿي، تہ هندستان جي جدا جدا ڀاڱن ۾ پراڪرت ٻولي پنهنجي پنهنجي نموني واڌارو ڪيو، جنهنڪري ان جا گهڻا نمونا ٿيا. جين ڌرم وارن جا ڌرمي پستڪ انهن مان ڪن ۾ لکيل آهن. اسانجن آڳاٽن ماڻهن انهن جا گرامر بہ ٺاهيا، جي اڄ تائين موجود آهن. چنڊ نالي هڪ شخص عيسوي سنہ کان ٿي سؤ کن ورهيہ اڳي، يعني موربن گهراڻي جي صاحبيءَ ۾، پراڪرت ٻولين جو وياڪرڻ 'پراڪرت لڪشڻ' نالي جوڙيو هو، جنهن جو ترجمو ڊاڪٽر هورنل Dr. Hoernle ڪيو آهي. چنڊ کان پوءِ وررچي، جو مهاراجا وڪرماجيت جي دربار جي نون رتنن مان هڪ ليکيو وڃي ٿو، تنهن 'پراڪرت پرڪاش' ٺاهيو، جنهن جو ترجمو ڊاڪٽر ڪوويل Dr: Cowell ڪيو آهي. جين ڌرم جو نامور اپاسڪ هيمچندر آچاريہ، جو سنہ ١٠٨٨-٨٩ع ڌاري احمدآباد ۾ چالو هو، تنهن 'هيم وياڪرڻ' جوڙيو، جنهن جي اٺين باب ۾ پراڪرت ٻولين جو وياڪرڻ ڏنو اٿس. هيم وياڪرڻ جو ترجمو ڊاڪٽر پشل Dr: Pischel ڪيو آهي. هيمچندر آچاريہ کان پوءِ ترووڪرم، لڪشميڌر، مارڪنڊيہ (عيسوي سترهين صديءَ ۾) ۽ ٻين، پراڪرت وياڪرڻ ٺاهيا. انهن ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ پاليءَ واري زماني کان پوءِ، هندستان جي جدا جدا ڀاڱن ۾ جيڪي پراڪرت ٻوليون چالو هيون، تن مان ڇهہ مکيہ هيون:

(١) مها راشٽر (٢) ساگڌي (٣) اردَ ساگڌي (٤) شؤرسيني (٥) پشاچي (٦) اپڀرنش. انهن ڇهن نالن مان ظاهر آهي ته پهريون چار پراڪرت ٻوليون جن هندن ۾ ڳالهائي ۾ ايندڙيون هيون، تن هندن جا نالا مٿن رکيل هئا، ۽ پشاچي پراڪرت، پشاچ لوڪن جي ٻولي هئي، جن بابت مٿي اڳهئي چيو ويو آهي ته ڪلجڳ شروع ٿيڻ وقت هنن پنجاب ۽ سنڌ ۾ اچي بيهڪون وڌيون هيون (ڏسو صفحو ٣٨). "اپڀرنش" معنيٰ بگڙيل ٻولي، تنهنڪري اها ڪنهن خاص هنڌ جي ٻولي نه هئي؛ پر جيڪا ٻه ٽين پراڪرتن کان وڌيڪ بگڙيل هئي سا انهيءَ نالي سان سڏبي هئي. انهن ڇهن پراڪرتن مان مهاراشٽريءَ جو درجو سڀني کان مٿي ڪري ليکيو اٿن. جين ڌرم وارن جا ڌرمي پستڪ ان ۾ لکيل آهن. اها وڏي ايراضيءَ ۾ چالو هئي ۽ اهڙي ته مکيه هئي، جو هيمچندر آچاريه جڏهن رکو "پراڪرت" لفظ ڪم آڻي ٿو، تڏهن مطلب ڏئي اٿس "مهاشٽري پراڪرت". پنهنجي گرامر ۾ کهڙو ذڪر ڪيو ڏني ان جو اٿس. ٻين پراڪرت نحوين به قاعدا رکو مهاشٽري پراڪرت جا ڏنا آهن؛ ٻين پراڪرت ٻولين بابت رکو ايترو چاڙهيو اٿن ته اهي فلاڻين فلاڻين ڳالهين ۾ مهاشٽريءَ کان علحديون آهن.

## اپڀرنش

٦٢- وچولي زماني جون پراڪرت ٻوليون، جي پاليءَ جو درجو لنگهي وڌيڪ ابتر ٿيون، سي ٻوءِ وڌيڪ بگڙيون.

اهو سياوڪ آهي ته جَنت، ڏنار ۽ ٻيا اُٻهڙهيل ماڻهو لفظن جا اچار بگيڙين ٿا. وقتي ساڳيا وارڳيا به ٻوليءَ ۾ چڙڪون ڪن ٿا. انهن ٻولين ۾ بگاڙو ٿوي ٿو- پر پاليءَ واري زماني کان وٺي هندستان ۾ حالتون ٿي اهڙيون اچي بڻيون، جو هڪبئي پٺيان ڌاريا لوڪ ڪاهي پئي آيا ۽ انهن به اهي ئي پراڪرت ٻوليون اختيار ڪيون، ته ٻاڻ اچار وڌيڪ بگيڙيائون، جنهنڪري آڳاڻن نحوين، انهن بگڙيل ٻولين کي ’اپڀرنش‘ سڏيو آهي جنهن جي معنيٰ آهي مقرر درجي کان ڪيريل Falien from the normal يعني بگڙيل يا ڪريل ٻولي*. اپڀرنش جو درجو سڀني پراڪرت ٻولين کان گهٽ ڪري ليکيو اٿن-هندستان جي جدا جدا ڀاڱن جون اهي اپڀرنش ٻوليون ٻگڙجي هاڻوڪيون هندي، سنڌي، گجراتي وغيره ٿيون آهن-جنهنڪري چئبو ته آڳاٽين پراڪرتن ۽ هاڻوڪين ڏيهي ٻولين جو وچ وارو ڏاڪو اهي اپڀرنش پراڪرت ٻوليون آهن.

٦٣- اپڀرنش جو ذڪر پراڪرت گرامر جوڙيندڙن هيمچندر آچاريه، تروڪرم، ڪرمديشور ۽ مارڪنڊيه ڪيو آهي. ڊنڊن پنهنجي ’ڪاويه درش‘ ۾ چاڻايو آهي ته

---

*سنسڪرت ۾ ’ڀرنش‘ معنيٰ ڪرڻ. ’آپ‘ هڪ اڳياڙي prefix آهي، جا بگڙجڻ يا خراب ٿيڻ جي معنيٰ ڏيکاري ٿي- مثلاً ’مان‘ معنيٰ عزت، ۽ ’اپمان‘ معنيٰ بيعزتي.

اپڀرنش ٻولي، اهيرن (اڀيرن يعني ڌنوارن يا مالدارن)
جي ٻولي هئي ۽ سنڌ جا اهير اپڀرنش ۾ شعر چوندا
هئا. ان وقت جو سنڌ جو شعر ملي نٿو سگهي، باقي
گجرات طرف جي ناگر اپڀرنش جو شعر موجود آهي،
جنهن مان ٿورا ٽڪرا ڊاڪٽر ڀنڊارڪر پنهنجي ڪتاب
"Wilson Philological Lectures" ۾ ڏنا آهن. سنڌ ۾
اهي ڪوبه سمجهي ڪونه سگهندو، تنهنڪري هتي رڳو
ايترو ڄاڻائجي ٿو ته ان ۾ 'دوهرا'، يعني ٻن سٽن وارا بيت
آهن؛ سنڌ جو به قديم شعر 'دوهرو' آهي.

## پراڪرت جا مزيدار مثال

٣٦- پراڪرت ۽ اپڀرنش ۾ ٻه مکيه ڳالهيون ڌيان
ڏيڻ جهڙيون آهن. ڪيترن لفظن جي وچ ۽ پڇاڙيءَ
مان حرف صحيح ايتريقدر نڪري ويا آهن، جو هن وقت
پراڪرتن ۾ سڀڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ نه ٻيو
حرف علت يا 'ه' جو اچار آهي ۽ ٻيو ڪوبه حرف
صحيح ڪونهي! لفظن مان ڄڻ ته هڏا ويا آهي نڪري،
باقي رڳو ماس پيو لڙڪي! مثلاً، سنسڪرت لفظ
'هرديه' معنيٰ هردو يه دل، ۽ 'متر' معنيٰ ميت
(مائٽ). پراڪرت ۾ انهن جا اچار ٿيندا 'هئه'
۽ 'مئه' ! ڪنهن کي جيڪر اعتبار ۾ ئي ڪونه اچي،
ته ڪو پراڪرت ڳالهائيندڙ، هن ريت لفظن مان
حرف ڪڍي، رڳو ٻاتن وانگر (ءَ-ءَ-يه، ٻه، ٻ)
پيا ڪندا هئا- پر ڏسون ٿا، ته اهي ساڳيا لفظ سنڌي

۾ آهن: پراڪرت لفظ 'هنئه' بدران چئون 'هنئون-هنئانءَ' معنيٰ دل ۽ 'منئه' بدران چئون 'منئون' (ميان)-مثلاً، ميان قادربخش. پراڪرت ٻوليءَ ۾ خود "پراڪرت" لفظ جو اچار آهي "پائيه"، جنهنڪري ڊنپال آچاريه پنهنجي جوڙيل پراڪرت ڪوش (ڊڪشنريءَ) جو نالو رکيو آهي 'پائيالڇي'. جو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ 'پراڪرت لڪشمي'. 'لڪشمي' جو اچار بگڙجي 'لڇمي' ۽ پوءِ 'لڇي' ٿيو آهي. اهو اچارن جو نمونو اڄ تائين ڪجهه قدر لاڙ جي هندن ۾ آهي، جي 'ناريل' بدران چون 'ناير'!

٦٥- پراڪرت ڳالهائيندڙن جا اچار نه رڳو ٻاتن جهڙا هئا، پر ڪجهه گهڻن جهڙا به هئا- مثلاً،

| سنسڪرت | پراڪرت | سنڌي |
|---|---|---|
| نر | ڻرو | نر (مونث: 'مادي') |
| نشڪرمڻ | ڻمڪڻ | نڪرڻ (ٻاهر وڃڻ) |
| نيان | ڻياڻ | نياڻ (حوض-چشمو) |
| نگر | ڻر | نير- معنيٰ شهر |

مثلاً، 'بيڪانير' جو شهر بيڪي نالي هڪ راجپوت جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. پراڪرت ڳالهائيندڙ گهڻن وانگر 'ن' بدران 'ڻ' ايترقدر ڪم آڻيندا هئا، جو پراڪرت ۾ اهڙا سڀ لفظ 'ن' بدران 'ڻ' سان شروع ٿين ٿا. اسان شايد انهن جي آڌ چڪي آهي، جو لفظن ۾ نڪ جو آچار گهڻو ڪڏيون ٿا- مثلا 'تهجو' ۽ 'مهجو' بدران چئون 'تنهنجو ۽ منهنجو'، ۽ 'ٻري' بدران عام طرح چئون 'ٻرڻ'، منهنجي

پيارو. انهيءَ هوندي به ايترو چئبو، پراڪرت ڳالهائيندڙن
کان اسان جا اچار وڌيڪ مٺا آهن. هن وقت سنڌيءَ
۾ ڪوبه لفظ 'ڻ' سان شروع ڪونه ٿو ٿئي: رڳو هڪ
لفظ 'ڻون' (جمع ڻوڻيون) آهي، پر ان جو صحيح اُچار
آهي "رڻ" (جمع روڻيون). درياهه جو پاڻي اٿلي، ڪنهن
بند کي ويڙهي وهندو، تہ بند کي اول سيڪ ايندو،
يعني پٺيءَ آلو ٿيندو. پوءِ روڻ پونديس، جنهن مان پاڻي
'رُڻ رُڻ' ڪري وهندو ۽ پوءِ بند کي گهارو پوندو.
اهو لفظ "رون رون" (آواز) مان ٺهيل آهي.

## اپڀرنش پراڪرت جا مثال

٢٦- سنسڪرت لفظن جا اُچار پراڪرت واري
زماني ۾ مالهن هڪڙيءَ ريت بگيڙيا، ۽ گپت گهراڻي
وارن جي صاحبيءَ ۾ جيڪي سنسڪرت لفظ وري
نئين سر چالو ٿيا، تن جا اچار اپڀرنش واري زماني ۾
مالهن ٻيءَ ريت بگيڙيا- مثلاً، سنسڪرت 'هرديہ'،
پراڪرت 'هئہ'؛ سنڌي 'هئون'، پر اپڀرنش ۾ اچار ٿيس
'هج' Hijja، جنهن مان سنڌي لفظ "هيج" ٺهيو
آهي، ۽ معنيٰ اٿس دل جو چاهہ يا خوشي-
'هيج' نہ هوندو جن، سي ڪيئن وندر وهنديون." (شاهہ)،
اهڙيءَ طرح ساڳين سنسڪرت لفظن جون سنڌيءَ ۾
ڪيتريون عليحديون عليحديون صورتون آهن.

(الف) جيڪي لفظ پراڪرت ۾ ورهين کان چالو
هئا، تن مان ڪيترن جا اچار پوءِ اپڀرنش ٿيا، يعني

بگڙيا- مثلاً، سنسڪرت لفظ 'راجا' جو اچار پراڪرت ۾ ٿيو 'راڻا'، ته اهو اپڀرنش ۾ وڌيڪ بگڙجي ٿيو 'راءِ' سنڌ جي شاهي گهراڻي وارا حاڪم پاڻ کي 'راءِ' (راجا) سڏيندا هئا. اهو لفظ خود اپڀرنش پراڪرت جو آهي. هن وقت اسين اهو لفظ ماڻهن جي نالن پٺيان گڏيندا آهيون- مثلاً حشمتراءِ، بسنتراءِ. هن طرح چالو لفظن جا اچار وڌيڪ بگڙيا، تنهن لاءِ تاريخي سبب به هئا- جيئن هيٺ ڄاڻائجي ٿو:

## برهمڻ گهراڻو ۽ عربن جي ڪاهه

٦٧- راءِ گهراڻي وارن اٽڪل ٤٩٥ کان وٺي ٦٣٢ع تائين حڪومت ڪئي. سنديس صاحبيءَ جي اوائل ۾ ايرانين سنڌ ۾ اچي ڦرلٽ ڪئي. هن گهراڻي جي پوئين حاڪم جي وقت ۾ چچ نالي، هڪ برهمڻ حرفت ڪري سنڌ جي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ڪيون، ۽ برهمڻ گهراڻي جو بنياد وڌائين. ڪانئس پوءِ پاڻس چندرا ٻڌ ڌرم کي مڃڻ لڳو، پر ست سال ٽڪيو. هن کان پوءِ راجا چچ جو پٽ راجا ڏاهر گاديءَ تي ويٺو، جنهن جي صاحبيءَ ۾ عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي.

٦٨- سنه ٧١١ع ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي ۽ ٧١٢-١٣ع ڌاري ملتان به ورتائون. انهيءَ وقت ڪيترا هندو، مسلمان ٿيا ۽ ڪي مسلمان پڻ هتان اچي سنڌ ۾ رهيا. انهيءَ ريت سنڌ ۽ ملتان ڏي عربي ٻوليءَ جو واهپو ٿيو. عربي تاريخ نويس اصطخري، پنهنجي ڪتاب 'مسالڪالممالڪ' ۾ ڄاڻايو

آهي، ته منصوره، ملتان ۽ انهن جي آسپاس وارن شهرن
۾ عربي ۽ سنڌي ٻوليون چالو هيون. اهو ڪتاب هجري
سنه ٣٤٠ هه يعني ٩٥٠ع جو لکيل آهي-منصوره جو شهر
هالڪي شهدادپور تعلقي ۾ برهمڻ آباد جي نزديڪ هو،
۽ ان وقت ملتان جو شهر به سنڌ جي حڪومت هيٺ
هو. انهي سموري اراضيءَ ۾ عيسوي ڏهين صديءَ ۾ وراچڊ
اپڀرنش چالو هئي. اهائي سنڌ جي ٻولي هئي؛ تنهنڪري
اصطخري ۽ ٻين عربي تاريخ نوڙي جاگرافي نويسن انهيءَ
کي 'سنڌي' يعني سنڌ جي ٻولي سڏيو آهي-عربن کان پوءِ
غزنوي گهراڻي جي حڪومت ١٠٢٥ع کان وٺي هليءَ
پوءِ سگهوئي سومرن جي صاحبي ٿي.

٦٩- هون لوڪ، جن سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جو بنياد وڌو،
تن جي اچڻ جي وقت کان وٺي عربن جي ڪاهه تائين جيڪي
ٿيو، تنهن جو مختصر ذڪر بيمس صاحب پنهنجي تاهيل ڏيهي
آريه ٻولين جي گرامر ۾ هن ريت ڪيو آهي؛

The first province of India which was conquered by foreigners was Sind, the next the Punjab. These provinces, especially the fromer, adopted the Muhammadan religion at an early date. Brahmans are and have long been, comparatively scarce in both places. The Prakrits in use in both, especially in Sind, were alwayas noted for their extreme corruptness. A soil, for the most part sterile, and more

suited to a pastoral than to an agricultural people, was left by the main stream of the Aryan immigrants to the cattle tending Abhirs. or Ahirs, and to the Gujars and other rude tribes, to whom supervened the Jats, a branch of the great Kshatriya or Rajput caste who had been excluded frcm fellow-ship for some reason which has not yet been fathomed. With so rude a population as this it is. not wonderful that the language became debased, and that the censtant state of warfare and turmoil in which the people lived for ages, the perpetual seiges of their towns, pillagings of their humble dwellings, wholesale slaughter of their cattle, and other annually recurring horrors with which they wery visited, should haye left them neither opportunity nor inclination for literary pursuits, by which alone their language could have been polished and continually renewed by resuscitation of pure Sanskrit words. *Fohn Beames: Comparative Grammer of the Modern Aryan Languages of India Vol: 1, pp. 92-30.*

## هاڻوڪيون ڏيهي آريہ ٻوليون

٧٠- هندستان ۾ ان وقت جيڪي سنسڪرت مان پيدا ٿيل ڏيهي آريہ ٻوليون (سنڌي، هندي، گجراتي وغيره) چالو آهن، سي مٿي ذڪر ڪيل (ڏسو صفحو ٥٧) پراڪرت

ٻولين جي اپڀرنش يا بگڙيل صورتن مان هيٺينءَ ريت پيدا ٿيون آهن:

(١) مهاراشٽري- مرهٽن جي ملڪ کي 'مهاراشٽر' يعني وڏو ير ڳنڍو يا وڏي حڪومت چئبو آهي، ۽ انهي جي ٻولي مهاراشٽري پراڪرت سڏبي هئي، جا پوءِ 'اپڀرنش' ٿي، يعني بگڙي. اها مهاراشٽري اپڀرنش پراڪرت وڌيڪ بگڙي، جنهن مان مراهٽي ۽ ڪوڪني ٻوليون پيدا ٿيون.

(٢) ماگڌي- بهار جو ڏاکڻو ڀاڱو آڳاٽي زماني ۾ 'مگڌ' سڏبو هو ۽ انهي جي ٻولي 'ماگڌي پراڪرت'، يعني مگڌ ديش جي پراڪرت، سڏبي هئي. اها ٻولي وڏي ايراضيءَ ۾ چالو هئي، تنهنڪري ان جي اپڀرنش يا بگڙيل صورت جا گهڻا نمونا هئا. انهن علحدن نمونن مان هاڻوڪي بنگ ڀاشا يعني بينگالي ٻولي، آسامي، اڙيا، يعني اوڙيسا جي ٻولي، مئٿلي، ڀوڄپوري ۽ ناگپوري ٻوليون پيدا ٿيون آهن. بينگللي ۽ اڙيا هڪٻئي کي گهڻو ويجهيون آهن.

(٣) ارڌ ماگڌي- مگڌ يعني بهار جي ڏاکڻي ڀاڱي (بينگال وغيره) کان وٺي هاڻوڪي الله آباد جي ڏنگ تائين جيڪا پراڪرت چالو هئي، سا 'ارڌ ماگڌي' يعني 'اڌ- ماگڌي' سڏبي هئي؛ ڇاڪاڻ ته ان ۾ اڌ جيتري ماگڌي ۽ اڌ جيتري پنجاب طرف جي شو'سيني پراڪرت گڏيل هئي. انهيءَ ارڌ ماگڌي جي اپڀرنش يا بگڙيل صورت مان 'پوربي هندي' پيدا ٿي، جا آگري ۽ اوڌ جي گڏيل پرڳڻن (United provinces) جا پوربي ڀاڱا ڳالهائيندا آهن.

'پڇمي هندي'، جنهن کي عام طرح 'هندستاني' (اڙدو) چئجي ٿو، سا هن 'پوربي هندي' کان نرالي آهي - مثلاً:

پوربي هندي - پيين، کا ڪروت هو؟
پڇمي هندي - ڀائي ڪيا ڪرتي هو؟
پوربي هندي - موري اکيان، يعني منهنجون اکيون.
پڇمي هندي - ميري آنکين، يعني منهنجون اکيون.
اهڙيءَ طرح ٻيا منجهن گهڻا تفاوت آهن.

پوربي هنديءَ جون مکيه شاخون اَئوڌي يعني اَئوڌ (ايوڌا) جي ٻولي، ٻنڌيلي يعني ٻنڌيل کنڊ جي ٻولي ۽ ڪنوجي آهن. تلسي ڪرت راماڻ، ڪبير ڀڳت جا سلوڪ ۽ ٻيا ڪيترا پستڪ پوربي هنديءَ ۾ لکيل آهن.

(۴) شورسيني - مهاڀارت جي زماني ۾ راجا ڪنس کان گهڻو اڳي مٿرا جو راجا شورسين هو، تنهنڪري مٿرا ۽ ان جو آسپاس وارو ملڪ سندس پٺيان شورسين سڏبو هو ۽ اتي جي ٻولي شورسيني پراڪرت ڪوٺجڻ ۾ آئي. اها پراڪرت تمام وڏي ايراضيءَ ۾ ڦهليل هئي. ڊاڪٽرسنيتي ڪمار چٽرجي پنهنجي ڇاپيل بينگالي ٻولي جي تاريخ صفحي ۱۱۳ ۾ ڄاڻايو آهي ته شورسيني اپڀرنش پنجاب جنهن الهندي طرف کان وٺي گجرات ۾ بينگال تائين چالو هئي، ۽ جيئن هينئر هندستاني ٻولي عام آهي، تيئن عام هئي. ان جي اپڀرنش ٻيا بگڙيل صورت جا گهڻا نمونا هئا.

(الف) مٿرا ۽ ان جي آسپاس واري ملڪ ۾ بلڪ دهليءَ تائين، شورسيني اپڀرنش چالو هئي، جا ڦري هاٺوڪي

ڇچمي هندي ٿي، جنهن جي مکيه شاخ 'برج ڀاشا'، يعني برج جي ٻولي آهي*. ڀڳت سورداس جي واڻي برج ڀاشا ۾ لکيل آهي.

(ب) مغلن جي صاحبيءَ ۾ اڪبر بادشاهه جي عدل ۽ انصاف جون ساکون ٻڌي، ڪتان ڪتا جا مسلمان دهليءَ ۾ آيا ۽ اتي جي هنديءَ ۾ سندن ڪيترا عربي ۽ فارسي وغيره لفظ گڏجي ويا. اها گاڏڙ ٻولي ٻوءَ مغلن جي آرڊ يعني لشڪر جي ڇانوڻيءَ ۾ عام طرح ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، تنهنڪري 'اڙدو' يعني لشڪر جي ڇانوڻيءَ جي ٻولي نالو پيس-اڙدوءَ ۾ لکيل شعر جي ٻوليءَ کي عام طرح 'ريخته' سڏين ٿا، جنهن جي معنيٰ آهي ذرا ڀا ڪريل ٽڪر. ان ۾ ڪي جزا هنديءَ جا تہ ڪي عربي ۽ فارسي وغيره جا آهن، تنهنڪري اهو نالو پيس. مغلن جي لشڪر اها ٻولي پوءِ هندستان جي ڪُچ ڀاڱي ۾ ڦهلائي، تنهنڪري 'هندستاني' سڏجڻ ۾ آئي. هاڻ تفاوت هي آهي تہ 'هندي' اها ڇئجي، جنهن ۾ سنسڪرت بنياد جا لفظ گهڻا هجن ۽ اڙدو يا هندستاني اها آهي، جنهن ۾ عربي، فارسي لفظ گهڻا مليل هجن-پر اڙدو بہ شؤرسيني پراڪرت مان پيدا ٿي آهي.

(پ) سڄي پنجاب ۾ اصل شؤرسيني پراڪرت چالو هئي، جنهن مان هندي ڌار تہ اڙدو ڌار پيدا ٿيءَ ٻر الهندي

---

* متڙا جي پسگردائي ۾ چاليهن ميلن جي مفاصلي تائين گوڪل، بندرابن ۽ ٻين هنڌن کي گڏي 'برج' يعني وٿاڻ سڏين ٿا، جو اکي اتي 'گوال' (ڳئوار) رهندا هئا.

طرفان پنجاب ڏي ڪشميري، سرائڪي ۽ ٻين داردڪ ٻولين جي لهر آئي، ۽ انهيَ جي 'ٽاڪ' لوڪن جي نالي پٺيان اها 'ٽاڪ اپڀرنش' سڏجڻ ۾ آئي، جا پوءِ ڦري پنجابي ٻولي ٿي-مطلب ته هنديءَ ۾ ڪشميري ۽ سرائڪي گڏجي ويئي، ۽ انهن جي ميلاپ مان پنجابي ٻولي ٺهي.

(ب) گجرات ۽ راجپوتانا ڏي به پنجاب واري شؤرسيني پراڪرت چالو هئي، جو مهاڀارت واري زماني کان وٺي، سري ڪرشن ۽ ڪيترا ٻيا جادؤنسي، دوارڪا طرف اچي رهيا هئا ۽ پوءِ به لڏهه وچڙ جام هئي، پر گجرات ۾ ڏکڻ طرفان مهاشٽري، پراڪرت جي به لهر آئي. هيءَ تاريخي حقيقت آهي ته جيئن مهاراجا اشوڪ پالي ٻولي ڦهلائي، تيئن ٦٨ع ۾ راجا هالا مهاراشٽري پراڪرت جو ڦهلاءُ ڪيو. مرهٽن به وارو ڏيئي گجرات تي پٺي ڪاهيو. انهيءَ ريت پنجاب واري شؤرسيني پراڪرت جي ميلاپ ڪري گجرات ۾ هڪ گڏڙ ٻولي ٺهي، جنهن تي علحدو نالو 'سؤرشٽري پراڪرت' پيو. "سؤراشٽري" جو اچار بگڙجي 'سورٺ' ٿيو آهي. سؤراشٽري يا سورٺي پراڪرت جو هڪ بگڙيل نمونو 'ناگر اپڀرنش' آهي (گجرات جا 'ناگر' برهمڻ اڄ تائين مشهور آهن). ناگر اپڀرنش وڏي ايراضيءَ ۾ چالو هئي، تنهنڪري ان جا به سڪيم نمونا هئا: هڪڙو ناگر ۽ ٻيو آپناگر. گجرات تي نالو "گورجر" قوم تان پيو آهي ۽ انهن گورجرن جي ٻولي "گورجر اپڀرنش" سڏبي هئي، جا ڦري هاڻوڪي گجراتي ٻولي ٿي آهي. ناگر اپڀرنش جو ٻيو بگڙيل

نمونو، جو اڄين ۽ ان جي آسپاس وارن هنڌن ۾ چالو هو، تنهن کي 'آونتي اپڀرنش' چوندا هئا ۽ انهيءَ مان راجستاني يعني راجپوتانا طرف جون ٻوليون (مارواڙي ۽ جيسلميري وغيره) پيدا ٿيون آهن.

(ت) سنڌ ۾ جيڪا اپڀرنش چالو هئي، سا گهڻو بگڙيل هئي، تنهنڪري اها 'وراچڊ اپڀرنش' يعني گهڻو بگڙيل يا ردي ٻولي سڏبي هئي. اها وراچڊ اپڀرنش وڏيڪ بگڙجي هاڻوڪي سنڌي ٻولي ٿي آهي. سنڌ جي ٻولي وڏيڪ بگڙجڻ جا سبب اڳيئي ڄاڻايا ويا آهن.

## وراچڊ اپڀرنش

٧١- هندي، پنجابي ۽ گجراتيءَ وانگر سنڌي ٻوليءَ جو سمورو گهاڙيٽو پنجاب واري شؤرسيني پراڪرت تي ٻڌل آهي؛ پر جيئن گجرات طرف جي ٻوليءَ تي ڏار نالو سؤراشٽري پراڪرت رکيل هو، تيئن سنڌ جي پراڪرت تي ڪو ڏار نالو رکيل هو يا نه، سا ڳالهه ڪنهن به ڪتاب ۾ ڄاڻايل ڪانهي. ڊاڪٽر ڀنڊارڪر پنهنجين علم لغات بابت تقريرن (صفحي ٢٣٢) ۾ هيئن چيو آهي ته جنهن صورت ۾ پراڪرت وياڪرڻ رچيندڙن "اپڀرنش" نالو ڪتب ڏي شؤرسيني پراڪرت جي باري ۾ آندو آهي؛ تنهن صورت ۾ گجراتي، سنڌي، پنجابي ۽ هندي اهي چارئي قديم شؤرسيني پراڪرت جون عيوضياڻيون

ڪري سمجهڻ گهرجن. هيءَ به تاريخي حقيقت آهي ته پنجاب، گجرات، راجپوتانا ۽ سنڌ جي حڪومت اڪثر ڪري هڪ گڏيل هئي ۽ انهيءَ ڪري انهن سڀني هنڌ شؤرسيني پراڪرت چالو ٿي هئي. اهي ڳالهيون ڳجهيون، سنڌي ٻوليءَ جي هن وقت جهڙي ڪڏهن پيڙهي چڪبي، ته چئبو ته وراچڊ اپڀرنش ان جي سڳي ماءُ ٿي، پنجاب واري شؤرسيني پراڪرت (يا ان جو ڪو نمونو جو سنڌ ۾ چالو هو) ان جي ناني ٿي، ۽ سنسڪرت ٻولي، جا رگ ويد واري زماني کان وٺي سڄي هندستان ۾ ڳالهائي ويندي هئي، سا ان جي پڙ ناني ٿي. ۽ سنسڪرت خود انڊو-يوروپين ٻولين جي هڪ شاخ آهي، جنهنڪري سنڌيءَ جو جڳري ناتو ايران ۽ يورپ جي ڪيترين ٻولين سان آهي (ڏسو صفحو ٨-٩)

## وراچڊ اپڀرنش جون مکيه خاصيتون

٧٢- وراچڊ اپڀرنش ڦڙي هاڻوڪي سنڌي ٻولي ٿي آهي، سا پڪ اسان کي هن طرح ٿي آهي، جو مارڪنڊيه نالي هڪ پراڪرت وياڪرڻ جوڙيندڙ پنهنجي ناميل وياڪرڻ (ص١٨-١) ۾ چٽيءَ ريت ڄاڻايو آهي، ته سنڌ ۾ جيڪا اپڀرنش چالو هئي، سا 'وراچڊ اپڀرنش' يعني گهڻو بگڙيل يا ردي ٻولي سڏبي هئي. مارڪنڊيه ان جي ڪن مکيه خاصيتن جو ٿورو ذڪر ڪيو آهي: پنهنجي وياڪرڻ (ص ١٨-٥) ۾ چوي ٿو ته 'سنسڪرت ۽ پراڪرت لفظن جي اڳياڙيءَ وارو 'ت' ۽ 'د' جو اچار، وراچڊ ۾ ڦيرائي 'ٽ' ۽ 'ڏ' ڪندا هئا'- هيءَ هڪ

چگو ڏس ڏنو اٿس. اڄ ٻه ڏسون ٿا، تہ هنديءَ ۾ ڇون 'تانبا' تہ اسين ڇٿون 'ٽامون'، سنسڪرت 'دان' بدران ڇٿون 'ڏاڻ'- هتي 'د' کي ڦيرائي 'ڏ' ۽ 'ن' کي ڦيرائي 'ڻ' ڪيو اٿون. سنسڪرت 'ديرگھ' بدران ڇٿون 'ڊگھو'؛ سنسڪرت لفظ "ستان' جو اچار سنڌيءَ ۾ 'آستان' ۽ 'ٿان' آهي؛ پر 'ٿاڻ' بہ ڇٿون:
"جت ٻجهن گھوڙا ڳھڻا، انهيءَ کي چون ٿاڻ' (ديوان گل).

۷۳- ٻيار ڪٻڍيہ پنهنجي وياڪرڻ (ص ۳-۱۸) ۾ ٻي مکيہ ڳالهہ هيءَ ڄاڻائي آهي، تہ وراچڊ اپيرنش ۾ 'س' جو اچار ڦيرائي 'ش' ڪندا هئا. اها عادت بہ اسان ۾ برابر آهي- مثلاً، سنسڪرت لفظ سنهہ، سيوا ۽ سيوڪ بدران ڇٿون شينهن، شيوا ۽ شيوڪ. فارسي لفظ 'سيخ' بدران ڪيترا چون 'شيخ'. اها عادت اُتر هيلن ۾ هيڪاري گھٽي آهي، جي 'خاصو' بدران چون 'ڪاشو' ۽ 'سائين' بدران چون 'شائين'.

۷۴- وراچڊ بابت ارڪٻڍيہ ٻيو بہ ڪجھہ چيو آهي، پر هن وقت وراچڊ کان سنڌي ٻولي گھڻو ڦريل آهي، تنهنڪري اهي ڳالهيون پوريءَ ريت سمجھڻ ۾ نٿيون اچن. پاڻنجي ٿو تہ ٻ، ڄ، ڏ ۽ ڳ اکر، جي سنڌيءَ ۾ آهن ۽ هنديءَ وغيره ۾ ڪينهن تن جو ذڪر ڪيو اٿس.

## سنڌيءَ ٻوليءَ جي جنم جي تاريخ

۷۵- سيني ڏٺي آريہ ٻولين ۾ جهوني ۾ جهونو ڪتاب 'پرٿيراج رسو' نالي برج ڀاشا (هندي) ۾ لکيل آهي،

جو نامور چارڻ چندبرداٿي جو جوڙيل آهي. هو لاهور جو ويٺل هو ۽ دهليءَ جي ٻوگين راجا پرٿيراج چوهاڻ جي دربار جو ڀٽ هو. پنهنجي هن ڪتاب ۾ راجا پرٿيراج چوهاڻ جي اصل نسل، جنم ۽ ڪارنامن جو نهايت عمديءَ ريت شعر ۾ ذڪر ڪيو اٿس. اهو چارڻ اٽڪل ۱۲۰۰ع ڌاري ٿي گذريو آهي. مراهٽي ٻوليءَ ۾ جهوني ۾ جهونو ڪتاب ۱۲۹۰ع جو لکيل آهي؛ پر 'پاٿن' جي شعر ۾ مراهٽيءَ ۾ ڪي اڪريل سٿون سنه ۱۲۰۸ع جون لڌيون آهن. جنهن صورت ۾ اها پڪ آهي ته اپڀرنش پراڪرت ٻوليون عيسوي ڏهين صديءَ تائين عام طرح ڳالهائڻ ٻولهائڻ توڙي لکپڙهه ۾ ڪم ايندڙيون هيون* ۽ هندي ۽ مراهٽي سنه ۱۲۰۰ع عيسوي ڌاري ڌار ٻوليون ٿي ڪم ايندڙيون هيون، تنهن صورت ۾ وولنر صاحب ۽ ٻين عالمن اهو بلڪل واجبي انومان ڪيو آهي، ته سنڌي، هندي ۽ ٻيون ڏيهي آريه ٻوليون سنه ۱۱۰۰ع ڌاري، سومرن جي صاحبيءَ ۾، پراڪرت مان ڦٽي ڌار ٿيون هونديون.

## سنڌيءَ جي سنسڪرت ۽ پراڪرت سان ڀيٽ

۷۶– سنڌي ۽ ٻيون ڏيهي آريه ٻوليون، جي سنسڪرت مان ڦٽي نڪتيون آهن، سي بگڙيل پراڪرت ٻوليون آهن؛

---

*Roughly Speaking it (Apabhransha) extends (in round figurs) from 600 A. D. to 1000 A.D. *P.V. Jahagirdar: An Introduction to the Comparative Philoloqy of Indo-Aryan Languages, p. 27.*

پر انهن کي جيڪڏهن بگڙيل سنسڪرت سڏجي ته به روا آهي، ڇاڪاڻ ته بنياد وري به سنسڪرت اٿن. وراچڊ اپڀرنش ۾ هڪڙو به ڪتاب ڪونهي، باقي گجرات جي ناگر اپڀرنش ۾ ڪجهه ساهت آهي، جنهن جي وسيلي ڪجهه روشني پئجي سگهي ٿي. نموني لاءِ هتي اول هڪ ننڍڙو جملو سنسڪرت ۾ ڏجي ٿو ۽ اهو ساڳيو پراڪرت ۽ ناگر اپڀرنش ۽ سنڌيءَ ۾ به ڏجي ٿو، ته ڀيٽ ڪرڻ ۾ ڪجهه سولائي ٿئي.

سنسڪرت — هي راجن ايشهه برهڻ ڪڻم سڪشي ڀوشيتي؟
پراڪرت — هي راين، ائسو ومهٽو ڪڏن سهرو ڀوتسدي؟
اپڀرنش هي راءِ، يهه ٻهڻ ڪم سڪڙيئو هوسئي؟

سنڌي — اي راڄا، اهو ٻاڙڻ ڪيئن سڱکي هوئيندو (ٿيندو).
هن هڪڙي ننڍي مثال مان ڏسڻ ۾ ايندو، ته سنڌي جملن جي بناوت سنسڪرت جملن جهڙي آهي ۽ منجهن لفظ به ساڳيا سنسڪرت وارا ڪم اچن ٿا، رڳو آچار ٿورو قريل اٿن.

## سنڌي ۽ ٻين ڏيهي آريه ٻولين جا لفظ

٧٧ سنسڪرت سنڌي هندي گجراتي مرهٽي بينگالي
رشمي رسي رسي رسي رسي رسي

۱ اشارو — هن قسم جي وڌيڪ جملن لاءِ ڏسو گجراتيءَ ۾ ڇپيل "گجراتي ڀاشا نون اتهاس" لکيل ورجه لال شاستري جو. پڻ ڏسو مسٽر لڪشميڌر وارو گجراتي ۾ تاهيل ڪتاب "شبد ڀاشا چندريڪا".

| سڪنڌ | ڪنڌ | ڪانڌا | ڪانڌو | ڪاندا | ڪانڌا |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪاڻ | ڪاڻو | ڪاڻا | ڪاڻو | ڪاڻا | ڪاڻا |
| مستڪ | مٿو | ماٿا | ماٿو | ماٿا | ماٿا |
| هست | هٿ | هاٿ | هاٿ | هات | هاٿ |

هتي ڏسو ته لفظ ساڳيا آهن، رڳو آچار ڦريل اٿن. هيئن ٻه آهي ته ڪيترا سنسڪرت ۽ پراڪرت لفظ هڪڙي ڏيهي ٻوليءَ ۾ عام آهن، پر ٻيءَ ۾ عام نه آهن.

## سنڌيءَ بابت عالمن جا رايا

٨٧. سنڌي ٻولي جنهن وقت کان ولي ڌار ٻولي ٿي ڪم اچڻ لڳي آهي، تنهن وقت کان وٺي منجهس گهڻيئي ڌاريا لفظ اچي ويا آهن، پر ٻيءَ طرح گهڻو واڌارو ڪونه ڪيو اٿس. انهيءَ سبب ڪيترين اهڙين آڳاٽين نشانين اچ تائين قائم ڪيو بيٺي آهي، جي ٻين ڏيهي آريه ٻولين ۾ ڪينهن، تنهنڪري سنڌي ٻوليءَ جو درجو انهن کان مٿي ليکجي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جي نحوي بناوت جي ٻرٽن صاحب، ڪئپٽن جارج سٽئڪ ۽ ٻين عالمن گهڻي ساک ڪئي آهي. ڊاڪٽر ٽرمپ ته جنسي ڍڪ ڀريا آهن. اجهي هيءَ آهن سندس لفظ:

The Sindhi is a pure Sanskritical language more free from foreing elements than any other of the North-Indian Vernaculars. The old Prakit grammarians may have had their good reasons to designate the Apabhrnsha dialect, from which

the modern Sindhi is immediately derived, as the lowest of all the Prakrit dialects; but if we compare now the Sindhi with its sister-tongues, we must assign to it, in a grammatical point of view, the first place among them. It is much more closely related to the old Prakirt than the Marhti, Hindi, Punjabi and Bengali of our days, and it has preserved an exuberance of grammatical froms, for which all its sisters may well envy it. For, while all the modern Vernaculars of India are already in a state of complet decomposition. The old venerable mother-tongue being hardly recognisable in her degenerate daughters the Sindhi has, on the contrary preserved most important fragments of it and erected for itself a grammatical struture, which surpasses in beauty of execution and internal harmony byfar the loose and levelling construtíon of its sisters. *Dr: E. Trumpp:*

بيمس صاحب هيئن چئو آهي:

Looking upon the change from a synthetical to an analytical state as progress ann development, not as corruption or decay, it may be interesting not as corruption between the several languages in this respect...The most advanced langauge is the Hindi, which is closely followed by the Punjabi and Gujrati......Sindhi ranks

next in the matter of development. It is a rough language. Loving thorny paths of its own, but there hangs about it, to my mind, somewhat of the charm of wild flowers in the hadge whose untamed luxubriance pleases more than the regular splendour of the parterre. Even as early as prakrit times the dialect of the Indus velley shook it self free from trammels, and earned for itself from the pendantic followers of rule and line, the contemptuous epithet of *Apabh-ramsa* or vitiated. There is a flavour of wheaten flour and a reek of cottege smoke about Punjabi and Sindhi, which is infinitely more natural and captivating than anythign which the hide-bound Pandit-ridden languages of the eastern parts of India can show us. *John Beames Comparative Grammar of the Modern Aryan Languages of India i, 48 to 51.*

ڪئپٽن جارج سٽئڪ پنهنجي ڏاهيل سنڌي گرامر جي مُنڍ ۾ چوي ٿو ته سندس وقت (١٨٤٧-٤٥) ۾ سنڌي ماڻهن جو چاهه عربي ۽ فارسيءَ سان هو ۽ سنڌيءَ لاءِ چوندا هئا ته اها مسخرن جي ٻولي آهي. پاڻ پنهنجي سر سنڌيءَ جي گهڻي ساک ڪئي اٿس.

"Learned Musalmans read Arabic and Persian Hindus the latter, or Punjabi and Hindhi. The speech they learn at their mother's breasts,

was thought only fit for clowns. Yet I am confident the Sindhi will to the philologist prove a more interesting study than that of many of the other Indion dialecats. The habit of affixing signs to words in lieu of the Pronouns and the Prepositions governtng them, the regular form of the Passive Voice, the use of Impersonals, the reduplicated Causal Verbs, and other points which the learner will mark as he proceeds, give to it beauties distinct from most Indian tongues."

## دارڊڪ ٻولين جو بنياد

٧٩- هندستان ۾ دارڊڪ ٻولين جو بنياد پشاچ لوڪن وڌو، جن ڪشمير، پنجاب ۽ سنڌ ۾ اچي ٻهڪون وڌيون.(ڏسو ٣٤). پراڪرت گرامر جوڙيندڙ مارڪنڊيه، جنهن ڇاڻايو آهي ته سنڌ ۾ 'وراچڊ اپڀرنش' چالو هئي (جا ڦري هاڻوڪي سنڌي ٻولي ٿي آهي)، تنهن هيئن به لکيو آهي، ته سنڌ ۾ ٻي ٻولي 'وراچڊ پشاچي' به چالو هئي، ۽ گهڻو زور هن حقيقت تي ڏنو اٿس، ته وراچڊ پشاچي جو مکيه نمونو 'ڪيڪيه پشاچي' هو. هيمچندر آچاريه پنهنجي ناعيل 'هيم وياڪرڻ' ۾ 'چوُلڪا پشاچي' جو به ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ ريت معلوم ٿئي ٿو، ته پشاچي جا جملي ٽي نمونا هئا. اهي ٽيئي ڦري هاڻوڪيون 'دارڪ ٻوليون' ٿيون آهن.

**چُولڪا پئشاچي**- سر گريئرسن جي چوڻ موجب اها ٻولي ڪشمير ۽ اُن جي الهندي طرف چالو هئي، جنهن مان ڪافرستان، چترال، ڪشمير ۽ داردستان (گلگت، شنا وغيره) جون ٻوليون پيدا ٿيون، جن ميني کي گڏي 'دارڊڪ ٻوليون' سڏيو انس. (ڏسو صفحو ٣٥).

**ڪيڪيم پئشاچي**- ڪيڪيم جو پرڳڻو، جنهن جو ذڪر اڳيئي (صفحي ٢٧ ۾) ڪيو ويو آهي، سو هاڻوڪي ديري اسماعيل خان ۽ ديري غازي خان کان وٺي ملتان جي حدن تائين هو. ملتان وارو پاسو 'سؤوير' سڏبو هو (ڏسو صفحو ٣٠) ڪيڪيم ۽ سؤوير ٻيئي پاڙ هئا (ڏسو صفحو ٢٩)، تنهنڪري سندن انهن ٻنهي پرڳڻن جي ٻولي ساڳي هئي. انهن پرڳڻن ۾ پشاچن بيشڪ وڏيون، ته اتي جي پراڪرت 'ڪيڪيم پشاچي' سڏجڻ ۾ آئي، جنهن مان هاڻوڪي 'لهندا' ٻولي يعني پنجاب جي الهندي طرف جي ٻولي پيدا ٿي آهي، جا پنجاب جي اتر-الهندي ڏي ديري غازي خان، ديري اسماعيل خان ۽ ميانوالي تائين، ۽ پنجاب جي اتر-اپرندي ڏي بهاولپور رياست جي حدن کان وٺي مانٽگومري(ساهيوال)، پنجاب واري گجرات ۽ ڪشمير طرف پيرپنجل واري گهاٽ تائين ڳالهائجي ۾ اچي ٿي. اها ملتان ڏي 'ملتاني' ۽ بهاولپور ڏي 'بهاولپوري' سڏجي ٿي. اهو سڄو ٻروچڪو ملڪ آهي؛ پر ايڏهين ڪيترا پنجابي هندو به اها ٻولي ڳالهائيندا آهن، تنهنڪري پنجاب ۾ ٻيا 'لهندا' کي 'هندڪي' يعني هندن جي ٻولي به سڏيندا آهن.

**وراچڊ پئشاچي**- پشاچ لوڪن مان جن سنڌ ۾ رهڪون وڌيون، تن جي پراڪرت ٻولي وڌيڪ بگڙيل هئي، جنهنڪري اها 'وراچڊ پئشاچي' پراڪرت سڏجڻ ۾ آئي، جا ڦيري هالوڪي سرائڪي' ٻولي ٿي آهي. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته سنڌي ۽ سرائڪي ٻئي اسان جي سنڌ ۾ ڪٿي ۾ سنه ١٠٠٠ع ڌاري گڏ چاليون هيون، جنهنڪري ڇئبو ته هڪسرتيون آهن. اڄ به ٻنهي ٻولين جي وچ ۾ ڪو گهڻو تفاوت ڪونهي. انهن جو وڌيڪ ذڪر اڳتي هلي ڪبو.

# ڀاڱو ٻيو

باب ٻارهون | ٻين ٻولين سان لاڳو
---|---

## ٻوليءَ جو بنياد ۽ خاندان

٨٠- سنڌي ٻوليءَ بابت هن کان اڳ جيڪي ڇيو ويو آهي، تنهن مان معلوم ٿيندو، ته اسان جي ٻرڳڻي جي ٻوليءَ جو بنياد سنسڪرت مان آهي. سنسڪرت مان اول پالي ۽ ڪي پراڪرت ٻوليون پيدا ٿيون، جي هندستان جي جدا جدا ڀاڱن ۾ ڳالهائڻ ۾ ايندڙيون هيون. سمي پائي اهي سڀئي 'اپڀرنش' ٿيون يعني بگڙيون. اهي بگڙيل پراڪرت ٻوليون ڦري، هاڻوڪيون هندي، گجراتي وغيره ٻوليون ٿيون آهن. سنڌ ۾ جيڪا شؤرسيني پراڪرت جي نموني ٻولي چالو هئي (ڏسو صفحو ٦٩) سا وڌيڪ بگڙيل هئي، تنهنڪري اها 'وارچڊ اپڀرنش' يا گهڻو بگڙيل پراڪرت سڏجڻ ۾ آئي (صفحو ٦٩) ۾ اها ڦري هاڻوڪي سنڌي ٻولي ٿي، جا اٽڪل سنه ١١٠٠ع کان وٺي ڌار ٻولي ٿي ڪم اچڻ لڳي (صفحو ٧٢). سنڌي، هندي، گجراتي وغيره ٻه اٽڪل روءِ ساڳي ئي سال ۾ پيدا ٿيون. تنهنڪري اهي سڀ پاڻ ۾ جاڙيون ڀينرون ڇٻيون. انهن سڀني جي بنياد جي تاريخ اهڙيءَ طرح ڳڻيدي ڳڻتي پيئي آهي، جو منجهائڻ ڪهڙيءَ

ٻـ هڪڙيءَ جي ذڪر ڪرڻ لاءِ سيني جو ذڪر ڪرڻ ڪرڻو پوي ٿـو (ڏسو صفحو ٦۴ کان ۷۰). اهي سڀ سنسڪرت مان پيدا ٿيون آهن، ۽ سنسڪرت جو نانو ايراني ۽ ڪيترين يورپي ٻولين مان آهي (ڏسو صفحو ۸ ۽ ۹). اهي سڀيئي ڳالهيون ڳڻي ڇڏبو، ته سنڌي ڪا ڇوري ڇڙني ٻولي ڪانهي، پر نهايت ٻڍاڙتي آهي. ان جو نسل انهيءَ عالي خاندان مان وڃي لڳي ٿو، جنهن جون لاڙون هندستان، ايران، وچ ايشيا ۽ يورپ جي ڪچ ياڳي ۾ ڪتل آهن ۽ اهو 'انڊو-يورپين' خاندان سڏجي ٿـو (ڏسو ۸).

## مڪيه دفعو- سرائڪي ۽ آيي جي ٻولي

۸۱- سنڌي ۽ ٻيون ڏيهي آريه ٻوليون، جي سنسڪرت مان ڦٽي نڪتيون آهن، تن کي عالمن جدا جدا دفعن ۾ ورهايو آهي ۽ جنهن جنهن هند اهي ڳالهائڻ ۾ اچن ٿيون، تنهن تنهن هند جو نالو هرهڪ دفعي تي رکيو اٿن. مثلاً ڏاکڻي دفعي ۾ مراهٽي ۽ وچولي دفعي ۾ هندي، پنجابي، راجستاني ۽ گجراتي ٻوليون ليکيون اٿن. هندستان جي بنهه اتر-اولهه طرف جيڪي ٻوليون مروج آهن، تن کي 'اتر-اولهه دفعو' (The North-Western Group) سڏيو اٿن. انهيءَ دفعي ۾ (۱) سنڌي (۲) لهندا، ٻوليون شمار ڪيون اٿن.

۸۲- 'لهندو' لفظ اصل ۾ آهي 'اَلهندو' ۽ خاص طرح معنيٰ اٿس 'پنجاب جو الهندو طرف'، ۽ اتي جي ٻولي

"لهندا" يعني پنجاب جي الهندي طرف جي ٻولي سڏجي ٿي (صفحو ٨٨). اها ملتان ڏي ملتاني، بهاولپور ڏي بهاولپوري، ۽ سنڌ ۾ سرائڪي سڏجي ٿي.

٨٣- 'سرائڪي ٻولي' معنيٰ سنڌ توڙي سنڌ وندي جي سري يعني مٿئين پاڱي جي ٻولي. سنڌ جو سِرو يا اتر وارو پاسو (جيڪب آباد طرف) ٻروچڪو ملڪ آهي، تنهنڪري اها 'ٻروچڪي' به سڏجي ٿي. سنڌ ۾ جتن اڪثر اها ٻولي ڳالهائيندا آهن، تنهنڪري اها جتڪي' به ڪوٺجي ٿي.

٨٤- سرائڪيءَ جو ٻيو نمونو آهي 'اُڀي جي ٻولي'. پنجاب جو ڏاکڻون پاڱو، بهاولپور جي حد کان وٺي سنڌ جي اتر واري پاڱي (اُٻاوڙي ۽ کهوڙڪيءَ طرف) تائين 'اُپو' سڏجي ٿو. 'اُپو' معنيٰ مٿيون پاسو (درياهه جي وهڪ جو). ان جو ضد آهي 'لمو' معنيٰ ڏاکڻو يا هيٺاهين پاڱو. اُڀي جي ٻولي اُٻاوڙي، کهوڙڪي ۽ ميرپورماٿيلي طرف چالو آهي، جتي الڪل ڏهه هزار ٻروچ ڪن ڪساين کان بهاولپور کان لڏي اچي رهيا آهن. (لنگئسٽڪ سروي، جلد ٨، پاڱو ١؛ صفحو ٣٦٠). اها اُڀي جي ٻولي سرائڪيءَ کان ڪجهه قدر قريب آهي. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ پاڪناري ۽ جيڪب آباد ۽ شڪارپور طرف جا پاڪِي، ناريوال، ڇاڻي، روهاهي ۽ ٻيا ڪيترا هندو، جي اصل قلات طرفان آيا آهن، سي اڄ تائين زالين مڙسين، ٻارين ٻچين، سرائڪي ۽ سنڌي ٻيئي ٻوليون ڳالهائيندا آهن. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ جملي هڪ لک کن ماڻهو سرائڪي

۽ آٻي جي ٻولي ڳالهائين ٿا. (لنگئسٽڪ سروي جلد ٨، ڀاڱو ١، صفحو ٥).

٨٥- سرائڪيءَ ۽ آٻي جي ٻوليءَ جو جڳري ناتو پنجاب جي 'لهندا' ٻوليءَ سان آهي (صفحو ٨٨) اهي سڀ دارد ڪ بنياد جون آهن ۽ پشاچ لوڪن جي پشاچي پراڪرت مان پيدا ٿيل آهن، تنهڪري اسان جي سنڌي ٻوليءَ سان جڳري ناتو ڪون اٿن. پر 'لهندا' ۽ 'سنڌي' ٻئي هندستان جي ٻنهي اتر-اولهه طرف چالو آهن ۽ رڳو انهيءَ سبب انهن جو هڪ ٻڪو دفعو ليکيو اٿن.

## سنڌي ٻولي ڪٿي ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي

٨٦- سنڌي ٻولي قديم وڏيءَ سنڌ جي ٻولي آهي، جنهن جون حدون ڪشمير کان وٺي گجرات جي سورت شهر تائين هيون، جنهنڪري پنجاب جو ڏکڻ ڀاڱو؛ راجپوتانا، سڄو ڪڇ علائقو ۽ ڪاٺياواڙ جو اتر وارو ڀاڱو سنڌ ۾ اچي ٿي ويا. هوڏانهن افغانستان ۽ بلوچستان جا ڪي ڀاڱا، لسٻيلي ۽ مڪران سميت، سنڌ جي حڪومت هيٺ هئا. انهن سڀني هنڌ اسانجن سنڌي ساٿين راڄ ٿي ڪيو، جنهنڪري سنڌي ٻولي انهن ڀاڱن ڏي چالو ٿي، بهاولپور ۽ ملتان جي حدن تائين هن وقت بهاولپوري ۽ ملتاني ٻوليون چالو آهن، ته به انهيءَ اتر طرف ڪيترا سنڌي ڳالهائين ٿا. هوڏانهن بلوچستان طرف لسٻيلي ۾، ته هيڏانهن ڪڇ ڀڄ ۽ ڪاٺياواڙ جي اتر واري ڀاڱي تائين، سنڌي ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي. مطلب ته سنڌي

ٻولي هاڻوڪيءَ سنڌ جي چئني حدن کان گھڻو پري بلوچستان، پنجاب ۽ گجرات جي حدن ۾ دخل ڪري ويئي آهي. سنڌي ٻوليءَ جون اهي حدون اڄ تائين قديم وڏي سنڌ جي حدن جا اهڃاڻ ڏين ٿيون. مطلب ته ' سنڌي ٻولي' جنهن کي چئجي ٿو، سا قديم وڏيءَ سنڌ جي ٻولي آهي، ۽ نه هاڻوڪي محدود ٻرڪٽي جي.

٨٧- سر گريئرسن ڄاڻايو آهي، ته سنڌ مان ڪي سنڌي هجرت ڪري (لڏي پلاڻي) گنگا نديءَ جي اتر واري دوآبي ڏي وڃي رهيا آهن، ته اتي جي رهاڪن سان لڳ وچڙ ۾ اچڻ ڪري سنڌين ٻولي بگڙجي هڪ نئين قسم جي ٻولي ٿي پيئي آهي؛ پر بنياد سنڌي اٿس. وڌيڪ هيئن چيو اٿس، ته لڏ پلاڻ سبب ٻوليءَ ۾ ڪيئن ڦير ڦار ٿئي ٿو ۽ ڪنهن فرقي يا قوم جي آيباشا (Tribal dialect) ڪيئن ٺهي ٿي، تنهن جو هيءَ عمدو مثال آهي*. مصنف کي پڇائڻ مان معلوم ٿيو آهي، ته اهي سنڌي اصل شڪارپور جي انصاري آکھ وارن جا ماڻهو آهن، جن ورهين کان سهارنپور ضلعي ۾ وڃي نيڪ ڪئي آهي، ته به اڄ تائين شادي غميءَ ۾ توڙي ٻين وقتن تي هڪٻئي وٽ ايندا ويندا آهن. اهي جيڪا سنڌي ڳالهائين ٿا، سا لهندا (سرائڪي) ۽ پنجابي نموني جي آهي، ته به ڪي سنڌي لفظ ڪم آڻين ٿا.

---

*لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا، جلد ٻارهون، ڀاڱو ٻارهون، صفحو ٣٠٠.

مثلاً هندي يا پنجابي حرف ’ڪا‘ بدران ’جو‘ اضافت ڪتب آئين ٿا.

## سنڌيءَ جو سرائڪي ۽ داردڪ ٻولين سان ناتو

٨٨- صديـن کان سنڌ، پنجاب ۽ ڪشمير جا رهاڪو هڪٻئي سان گهڻو لڳ لاڳاپو رکندا آيا آهن، ۽ خود ڪشمير وارو پاسو، پنجاب سميت، ڪيترو وقت سنڌ جي حڪومت هيٺ هو، تنهنڪري سنڌيءَ جو انهن ٻولين سان جڳهو ناتو ٿيو آهي. اڄ به ڏسو ته سنڌي ٻولي سنڌ جي اتر ڏي آباديءَ طرف سرائڪي يا اُبي جي ٻوليءَ جو نمونو اختيار ڪندي، بهاولپور ڏي به اهوئي ٻيک ڌاريندي، ملتاني ٻوليءَ سان وڃي گڏي آهي؛ ۽ ملتاني، لاهور ۽ امرتسر طرف، آڏـڪي طرح ڦرندي وڃي پنجابيءَ سان گڏي آهي، جنهنڪري ائين چئي سگهجي ٿو، ته سرائڪي ٻولي جڻ ته وچون ڏاڪو يا وچ واري ڪڙي آهي، جا سنڌيءَ کي پنجابيءَ سان ڳنڍي ٿي، ۽ پنجابي ٻولي اتر ڏي ڪشميريءَ سان وڃي گڏي آهي. انهيءَ ريت سنڌ کان وٺي ڪشمير تائين ٻولين جو ٻاڌ ۽ ڪڙو ڪڙي سان ڳنڍيو پيو آهي. ٻولين جي انهيءَ ناتي سان اهو به سمجهي سگهجي ٿو، ته آڳاٽا پشاچ لوڪ اهائي وات وٺي آيا هئا يعني ڪشمير کان پنجاب ۽ بهاولپور ۾ ٻيڪون وجهندا، ۽ پوءِ سنڌ ۾ پنهنجا ماڳ جوڙي اچي ويٺا هئا. هن وقت جيتوڻيڪ انهن سڀني هنڌن جون ٻوليون پنهنجي پنهنجي نموني آهن، ته به آچارن

۽ نحوي بناوت (Grammatical fromation) ۾ هڪٻئي سان گهڻيون مشابهت رکن ٿيون. اهي ڳالهيون مناسب هنڌن تي کولي ٻڌائيبيون. انهن جي يڪي يادداشت ضميمي ٻئي ۾ ڏنسي ويئي آهي. هتي رڳو چئن مکيه ڳالهين جو ذڪر ڪجي ٿو.

٨٩- سنڌيءَ ۾ ٻ، ڄ، ڏ ۽ ڳ اهي چار نج سنڌي اکر ليکيا وڃن ٿا. انهن سان ڪوبہ اکر جنهن لفظ ۾ ايندو آهي سو نج سنڌي ليکيو ويندو آهي. مثلاً ڄڃ، ٻڏڻ، ڏيڻ ڳڱ. اهي چارئي اکر نڪي سنسڪرت ۾ نڪي ڪنهن پراڪرت ٻوليءَ ۾ آهن، تہ پوءِ اسان ڪٿان آندا؟ ٻڌرو پيو آهي، تہ سرائڪي ڳالهائيندڙن سان نهايت قديم زماني کان وٺي، ويندي ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين تائين، گهڻو لڳ لاڳاپو رهيو، وچڙ ۾ اچڻ ڪري کانئن سکيا آهيون. سرائڪي ۾ چارئي اکر آهن. مثلاً:

دم دم سان ڏي دل تي سڄڻان ديان ڳالهيان،
ڏاڍا فراق لڳڙا، ٻرهہ ٻاهيان ٻاليان. (بيڪس)

هتي ڏسو تہ 'ٻاليان' ۾ 'ٻ'، سڄڻان' ۾ 'ڄ' 'اسان ڏي ۽ ڏاڍا' لفظن ۾ 'ڏ' ۽ 'ڳالهيان' ۾ 'ڳ' آهي. ٻيا مثال:

| هندي | سرائڪي | سنڌي |
|---|---|---|
| دينا | ڏيوڻ | ڏيڻ |
| دانت | ڏند | ڏند |
| ديکنا | ڏيکڻ | ڏسڻ |

اهڙا ٻہ ڪيترا مثال آهن جن ۾ 'ڙ' بدران سنڌي ٽوڙي سرائڪيءَ ۾ 'ڏ' جو اُچار آهي. مثلاً هندي لفظن 'ڪاڙي' ۽ ڪوڙي بدران سرائڪيءَ ٽوڙي سنڌيءَ ۾ چون 'ڪاڏي' ۽ 'ڪوڏي'. سرائڪي ڳالهائيندڙ انهيءَ ريت 'ر' کي ٻہ مٿي 'ڏ' ڪندا آهن. مثلاً هندستاني 'ميرا' ۽ 'تيرا' بدران چون 'ميڏا' ۽ 'تيڏا'. هن مان ظاهر آهي، تہ اها عادت سرائڪيءَ ۾ زور آهي. ديري اسماعيل خان پاسي ٻہ 'د' بدران 'ڏ' چوندا آهن. مثلاً دادا، دال ۽ دو بدران چون ڏاڏا ڏال ۽ ڏون معنيٰ ٻہ. اهو ساڳيو نمونو ملتاني، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ بہ آهي.

'ڏينهن مڙيئي ڏون، آئي لوچ لطيف چوي.' (شاهہ).

هاڻي تہ هيڪاري ظاهر آهي، تہ هن ڳالهہ ۾ سنڌي ٻوليءَ تي داردڪ ٻولين جو اهو اثر ٿيو آهي. انهيءَ اثر جي وڌيڪ اُپٽار 'سنڌي صرف جي اصولن' جي ذڪر ڪندي ڪبي.

۹— هندي ۽ ٻين ڪيترين ڏيهي ٻولين ۾ هيءَ عام قاعدو آهي تہ 'ت' اڪر جڏهن ٻن علت حرفن جي وچ ۾ ايندو آهي، تڏهن حذف يا گم ٿيندو آهي يعني لفظن مان نڪري ويندو آهي. مثلاً سنسڪرت لفظ 'ڪر' Kri معنيٰ ڪرڻ، 'ڪرت' معنيٰ ڪيو. سرائڪيءَ ۾ چون 'ڪيتا' پر هندستاني ۾ چون 'ڪيئا'. ساڳيءَ طرح سرائڪيءَ ۽ پنجابيءَ ۾ چون 'سيتا'، پر هندستانيءَ ۾ 'سيئا'— سنڌيءَ ۾ انهين 'چِٽهڻ' مان 'چِٽو' (هندستاني چوٽا)، پيٺڻ مان 'پيتو' (هندستاني 'پيئا')، چاڻڻ مان

چاتو (سنسڪرت ’ڄڄاتڪ‘) سڃاڻڻ مان ’سڃاتو‘ (سنسڪرت ’سمجڄاتڪ‘) چئون ٿا. سرائڪي ۽ پنجابي ڳالهائيندڙن مان گهڻو لڏهه وچڙ ۾ آيا آهيون، ته هنن وانگر ’ت‘ جو اچار ڪيترين حالتن ۾ قائم رکون ٿا، جنهنڪري سنڌيءَ ۾ بيقاعدي اسم مفعول تمام گهڻا آهن. هندستانيءَ ۾ بيقاعدي جڙيل اسم مفعول ڏهه ٻه مشڪل ليندا، جن مان هيءَ عام آهن:- ڪرنا- ڪيا، مرنا- مئا، لينا- ليا، دينا- ديا ۽ جانا- گيا. لاڙ ۾ ڪن ظرفن جي وچ مان ’ت‘ اکر ڪيرايو ڇڏين. مثلاً ’اتان- اٿان، تتان- تٿان، جتان- جٿان ٻاڪ ’ڪتان‘ بدران چئون ’ڪٿان‘. مثلاً:

’ڪٿان سکين سپرين ڪاساڻکي ڪار‘ (شاهه)

٩١- ضميري پڇاڙيون رکو ڪشميريءَ، لهندا، سرائڪيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ آهن. مثلاً ڪشميري ’مورم‘، سرائڪي ’ماريم‘ (ماري-م) ۽ سنڌي ’مارئم‘ معنيٰ مون ماريو. اهي پڇاڙيون انهن ٻولين کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن به ٻوليءَ (هندي وغيره) ۾ ڪينهن: پر ايراني ٻولين ۾ آهن. انهيءَ سبب چئبو، ته سڄي هندستان ۾ رکو اسان جي سنڌي ٻولي هڪ ڳنڍيندڙ ڪڙو يا وچ وارو ڏاڪو آهي، جا هندستان جي ٻولين کي ايراني ٻولين سان ڳنڍي بيٺي آهي.

## سنڌ جو بلوچي ۽ پشتو تي اثر

٩٢- ويدن واري زماني کان وٺي سنڌ ۽ ڳنڌار (قنڌار) جي ساٿهن جي پاڻ ۾ گهڻي لڏهه وچڙ هئي. انهيءَ کان ٻوءِ

۾ هندن جي صاحبيءَ ۾ افغانستان ۽ بلوچستان جا ڪجهه ڀاڱا سنڌ جي حڪومت هيٺ هئا. انهن سببن ڪري سنڌيءَ جو بلوچي ۽ پشتو تي گهڻو اثر ٿيو، جو ضميمي ٿئين ۽ چوٿين ۾ ڄاڻايو ويو آهي. سنڌي ٻولي اڄ تائين لسبيلي (بلوچستان) ۾ ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي ۽ اها سنڌي ٻوليءَ جي هڪ اپڀاشا يا ننڍو دفعو Dialect ليکجي ٿي.

## سنڌ جو گجرات ۽ راجستان سان ناتو

۹۳- قديم زماني ۾ گجرات ۽ راجستان وارا سنڌ حڪومت هيٺ هئا. ڪڇ جو راءُ ڄاڙيجن جي نسل مان آهي. انهيءَ خاندان جو بنياد وجهندڙ ڄاڙو ولد لاکو ننگر ٺٽي جو ويٺل هو ۽ ذات جو سمو هو. اڄ تائين ٿر ڍٽ جي ماڻهن جون مٽيون مائٽيون ڪڇ ۽ گجرات وارن سان آهن. انهن سببن ڪري سنڌي ٻولي ڪڇ ۾ چالو ٿي، جا اڄ تائين انهي جا ڪيترا ماڻهو ڳالهائين ٿا. 'ڪڇي' ٻولي سنڌيءَ جي هڪ اپڀاشا (Dialect) ليکجي ٿي.

۹۴- سنڌ ۾ راءُ ڏياچ (راءِ ڏياس) ۽ سورٺ جو قصو مشهور آهي. اهو راءُ ڏياچ، جو سنه ۱۰۱۰ع ۾ پنهنجو سونهارو سر ڏيئي، ڪاٺياواڙ جي تاريخ جا ورق پنهنجي رت سان رڱي ويو، سو سنڌ جي چوڙا سما راجپوتن مان هو. اهڙن لاڳاپن ڪري سنڌي ٻولي اهڙاهين چالو ٿي، جا اڄ تائين ڪاٺياواڙ جي اتر واري ڀاڱي ۾ ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي ۽ 'ڪڇڪي' سنڌيءَ جي هڪ ننڍي شاخ ليکجي ٿي. انهيءَ

پاسي ڪڇڪي سنڌي آٿلڪي طرح ڦرندي ڦرندي ڳجراتي ٻوليءَ جي اپڀاشائن سان وڃي ڳنڍي آهي. انهيءَ مان سمجهبو ته، ته ڳجرات ۽ سنڌ جي ٻوليءَ جي وچ ۾ ڪا ٻي ٻولي به چالو هئي، جنهن انهن ٻنهي کي پاڻ ۾ ڳنڍيو ٿي.

٩٥- ٽر ڏ ويرن ڏي سنڌي ٻولي راجستاني (مارواڙي وغيره) سان وڃي ڳنڍي آهي. خود مارواڙ ۾ ڪيترا سنڌي به ڳالهائين، تہ مارواڙي بہ ڳالهائين. ائين سنڌيءَ جا ڪيترا لفظ مارواڙيءَ ۾ ۽ مارواڙيءَ جا سنڌي ۾ اچي ويا آهن. انهيءَ هوندي بہ هن پاسي سنڌي ٻولي پنهنجو پاڻ جهلي بيٺي آهي ۽ ڦري مارواڙي ڪين ٿي آهي.

## سنڌي ٻوليءَ جو استان Position

٩٦- مٿي جيڪي چيو ويو آهي، تنهن مان معلوم ٿيندو تہ سنڌي ٻولي اتر ڏي اٿلڪي طرح ڦرندي ڦرندي وڃي ملتانيءَ سان ڳنڍي آهي. ساڳيءَ طرح ڪڇ ڪاٺياواڙ ڏي ڳجراتيءَ سان ملي ويٺي آهي، پر مارواڙ ۾ لسٻيلي طرف پنهنجو پاڻ جهلي بيٺي آهي.

## اُپڀاشائن جا نالا

۹۷- سنڌ جي الهندي ڏي ڪوهستان يعني جابلو ملڪ آهي، جو سنڌ کي بلوچستان کان ڌار ڪري بيٺو آهي، ۽ اڀرندي ڏي ريگستان يعني واريءَ وارو ملڪ يا ٿر آهي، انهن ٻن علحدين طبعي صورتن وارين حدن جي وچ وارو پاسو ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، جي سِرو، وچولو ۽ لاڙ سڏجن ٿا. انهن ھنڌن جون ٻوليون انهن نالن پٺيان سرائڪي، وچولي ۽ لاڙي ڪوٺجن ٿيون. ٿر جي ٻوليءَ کي 'ٿريلي' سڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح سنڌيءَ جون چار اُپڀاشائون آهن، پر لسٻيلي واري 'لاسي' ۽ ڪڇ واري 'ڪڇڪي' به سنڌي ٻوليءَ ۾ شمار ڪري گھرجن، جنهنڪري چئبو ته سنڌيءَ جون جملي ڇهه اُپڀاشائون آهن.

## ڀاشا ۽ اُپڀاشا بابت سمجھاڻي

۹۸- 'ڀاشا' معنيٰ ٻولي Language ۽ 'اُپڀاشا' معنيٰ ٻوليءَ جو ننڍو دفعو (Dilaect). اهو تفاوت اهڙو آهي جهڙو جبل ۽ ٽڪريءَ جي وچ ۾ تفاوت.

چوڻي آهي ته 'ٻارهين ٻارهين ڪوهين تي ٻولي ڦري'*.
اهو ڀاڱو دنيا جي سڀني ٻولين سان هڪجهڙو لاڳو
آهي. مثلاً رکو سکر ضلعي ۾ ٿي ڏسجي ته، ته شڪارپور
جي ٻولي ڪهڙي، سکر ۽ روهڙيءَ جي ٻيءَ ۽ آباوڙي
طرف جي وچائين ٿين. انهيءَ ڪري هيءَ به چوڻي آهي
ته 'سنڌ ۾ ڇپي ڇپي تي ٻولي ڦري.' اٻين ٿوري ٿوري
پنڌ تي وڏو فرق اول اچارن ۾ آهي ۽ ٻيو آهي لفظن
جو. چوڻي آهي ته-

'جهڙو چراخ تهڙو جرڪ، ٻوليءَ ٻوليءَ فرق'.

هن ڀاڱي واري مثال ڏيئي سمجهايو آهي ته 'چراخ'
۽ 'جرڪ' ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ آهن؛ پر هڪ هنڌ هڪڙو
۽ ٻئي هنڌ ٻيو لفظ ڪم اچي ٿو، جنهنڪري ٻوليءَ ۾
فرق ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

## ٺيٺ ڪري ٻولي Standard dialecat

٩٩- سڀني ملڪن ۾ جيڪي آبپاشائون ڪم اچن ٿيون،
تن سان ڪنهن هڪڙيءَ کي گهڻو شرف ملي ٿو ۽ اهائي

---

* ٻار ڳاوين ٻولي بدلي، تروُر بدلي شاکا،
بڍاپا مين ڪيس بدلي، لڪشڻ نه بدلي لاکا.

يعني ٻارهين ڪوهين تي ٻولي اٻين بدلجي ٿي، جيئن
وڻ جون ٽاريون. ٻڍاپڻ ۾ وار ڦريو وڃن، پر لاکن جو
لڇڻ نٿو مٽجي. (گجراتي ڀاڱو). گجرات ۾ لاکا ذات جا
واڻيا پنهنجي نيات جي وهانءَ وڏائي جي مجلس ۾ اڻ ڪوٺيا
به وڃن. اها عادت اهڙي اٿن جا مٽجڻ جي نه آهي.

ڪتابن ۾ ڪم اچي ٿي. ڪڇ ۽ لسٻيلو هاڻوڪيءَ سنڌ
کان ٻاهر آهن، تنهنڪري ڪڇڪي ۽ لاسيءَ جي ڳالهه
ڇڏي، باقي اتر سنڌ جي اپڀاشائن تي ويچار ڪبو، ته
معلوم ٿيندو، ته هر ڪا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ٺيٺ
(آچي) سنڌي آهي ۽ ڪري ٻولي Standard dialect
ٿي ڪم اچڻ جي لائق آهي، مثلاً سري ۾ شڪارپور
طرف جي ٻولي مٺي ۽ رسيلي آهي. ساميءَ جي سلوڪن
جي سنڌي، سچل، بيدل ۽ بيڪس جي رسالن جي
سنڌي درسي ڪتابن ۾ ڪم آڻبي، ته بيشڪ سونهندي.

لاڙ جي هندن جي ٻولي جيڪي سو ڪڇي آهي،
باقي لاڙ جي مسلمانن جي ٻولي گهٽ ڪانهي. شاهه
جو رسالو گهڻو ڪري سمورو لاڙي ٻوليءَ ۾ لکيل
آهي ۽ اها ٻولي درسي ڪتابن ۾ ڪم اچڻ جي بيشڪ
لائق آهي. ساڳيءَ طرح ساهتي پرڳڻي (نوابشاهه ضلعي)
توڙي سيوهڻ طرف جي ٻولي ٺيٺ آهي، پر هن وقت
درسي ڪتابن ۾ رکبو وچولي، خاص ڪري حيدرآباد ۽
ان جي ڀرسگردائيءَ جي ٻولي ڪم اچي ٿبي ۽ اهائي
سڀني کان وڌيڪ ٺيٺ ۽ ڪري ٻولي ليکجي ٿي. هن
جو سبب هيءُ آهي، ته سنه ١٨٥٣ع ۾ جڏهن سنڌ جي
تعليم کاتي وارن پهريون ڀيرو اسڪولن جي ڪم اچڻ
لاءِ درسي ڪتاب جوڙايا، تڏهن هنن اهو ڪم حيدرآباد
جي ڪن معزز هندن ۽ مسلمانن تي رکيو ۽ سياويڪ
طرح ڪتابن لکڻ ۾ هنن اها ٻولي ڪم آندي، جا

پاڻ ڳالهائيندا هئا. اٿين حيدرآباد ۽ ان جي ڀسگردائيءَ وارن هندن جي ٻوليءَ کي شرف مليو ۽ هن وقت اهائي ڪتابي ٻولي ٿي ڪم اچيءَ پر انهيءَ تي ڪو ڏار نالو رکيل ڪونهي، تنهنڪري وچولي جي دفعي ۾ ليکجي ٿي. وچولي ۾ ساهتي پرڳڻو (نوشهرو، ڪنڊيارو وغيره) اچي وڃي ٿو؛ پر انهيءَ پاسي 'ڇيو اٿس' بدران ڇون 'ڇيو اٿائين'. اهو نمونو درسي ڪتابن ۾ ڪونهي، تنهنڪري ٿي چئجي ٿو ته رڳو حيدرآباد ۽ ان جي ڀسگردائيءَ جي ٻولي ڪري ٻولي Standard dialect ٿي ۽ اهائي ڪتابي سنڌي سڏجي ٿي.

## آڀپاشائن جي ڀيٽ

١٠٠– سنڌيءَ جي هرهڪ آڀپاشا يا ننڍي دفعي جو ڏار ذڪر ڪبو. هتي رڳو نموني لاءِ آڀپاشائن جي ٿورن لفظن ۽ جملن جا مثال ڏجن ٿا، ته ڀيٽ ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي.

### لفظن جي ڀيٽ

| وچولي | لاڙي | لاسي | ڪڇڪي |
|---|---|---|---|
| ٻاهر | ٻا، ڇيرو | ڇيرو | جيرو، لڳاڻو |
| ٻلي | پُسني | ڦوسٽي | ميني |
| پير | پير، پڳ | پيرو | پڳ |
| ٻري | پري، ڏوُر | ڏوُر | ڇيٽو |
| جوءِ | جوءِ، ونيءَ وهوُ زال | | وهوُ، ٻايڙي |
| ڇا | ڪڇا، ڪڇاڙو ڇو | | ڪٿرو |
| ماڻهو | ماڙو | ماڙهو | مارو، مادوُ |

| هوُ | اوُ | هوُ | هو، سو |
|---|---|---|---|
| هن جو | آن جو | و ّجو، هن جو، تي جو(تنهنجو) | |
| هن کان چڱو | آن کنا چڱو | وکِران کاسو | آن تي کاسو |

## جملن جي ڀيٽ

وچولي- تنهنجو نالو ڇا آهي؟
لاڙي- توجو نالو ڪڇا آئي؟
ڪڇڪي- آن٘ جو نانءُ ڪرو آئي؟
وچولي- مون هن جي پٽ کي گهڻا چهبڪ هنيان آهن.
لاڙي- مون ان جي ٻٽ کي گهڻا چاٻڪ هيا آئن.
لاسي- مونؤجيٻٽ کي گهاڻو چابڪان سين ڪٽيو آهي.
ڪڇڪي- مون ان جي ڇوڪري ڪی (ڪي)
جهجهين جهپاٽين سين ماريو آئي.
وچولي- تو هوُ گهوڙو ڪنهن کان ڳڌو؟
ڳوٺ جي هڪڙي هٽائيءَ کان.
لاڙي- اوُ گورو ڪين ڪنان ورتيء (ورتئه)؟
ڳوٺ جي هيڪڙي هٽائيءَ ڪنان.
لاسي- تو اوُ گهورو ڪين (ڪنهن) ڳِران ڳِڌو؟
هيڪڙي ڳوٺ جي هٽ واري ڳِران.
ڪڇڪي- اُ سهرو آن٘ ڪين (ڪنهن) وٽان وڪانڊو
(وڪامندو) ڳڌو؟
گام دي(يا گام جي)هڪڙي هٽ واري وٽان.
هيءَ مثال 'لنگشسٽڪ سروي' جلد اٺين، ڀاڱي پهرئين مان
ورتل آهن. هرهڪ آيپاشا جوودڻڪ ذڪر جدا جدا بابن ۾ ڪبو.

## سِريليءَ جون حدون

١٠١- 'سِرُ' معنيٰ 'مٿئون' ۽ 'سِرو' معنيٰ مٿ يا مٿيون ڀاڱو. سنڌ جو اتر وارو پاسو، سنڌ جو ٿورڙي سنڌونديءَ جي وهڪ جو، مٿيون ڀاڱو آهي. انهن ٻنهي سببن ڪري اهو 'سرو' سڏجي ٿو. ٻوليءَ جي مطلب لاءِ ٽالهي ليکي ڇڏبو، ته خيرپور رياست کان وٺي وينديٖ اُباوڙي تعلقي جي ڇيڙي تائين، ۽ سيوهڻ دادوءَ کان وٺي سڄو لاڙڪاڻو ضلعو ٿورڙي شهداد ڪوٽ ۽ جيڪب آباد وارو پاسو، ڪشمور تعلقي جي ڇيڙي تائين، 'سِرو' آهي ۽ اتي جي ٻولي 'سِريلي' سڏجي ٿي.

## سِريلي جا چٽا اُچار

١٠٢- سنڌ جي سڄي اتر واري ڀاڱي جي ٻوليءَ جا اُچار سنڌ جي ڏاکڻي ڀاڱي جي ٻوليءَ کان وڌيڪ چٽا آهن*. ٻنهي هنڌن جي ٻوليءَ ۾ هيءَ هڪ مکيه ڳالهه گهڻو ڌيان

*"The northern or Siraiki (Sireli) dialect has remained far more original and has preserved the purity of pronuniciation with more tenaciousness than the southern one." *Dr. Tumpp Sindhi Grammar, Introduction, p. ii.*

ڇڪي ٿي، ته اتر ڏي جن لفظن ۾ ”آ“ يا ”اَ“ جو اچار ڪن ٿا، تن ۾ ڏکڻ ڏي ”اِ“ يا ”اي“ جو اُچار ڪن ٿا. جهڙوڪ:

| اتر | | ڏکڻ | |
|---|---|---|---|
| جنهن جو جمع جن-ج مٿان زبر (اَ) | | جن-ج هيٺان زير (اِ) | |
| تنهن ” ” تن-ت ” ” | | تن-ت ” ” | |
| ڪنهن ” ” ڪن-ڪ ” ” | | ڪن-ڪ ” ” | |
| جاتي | | جتي-ج ” ” | |
| تاتي | | تتي-ت ” ” | |
| ڪاتي | | ڪتي-ڪ ” ” | |
| جاڏي | | جيڏي | |
| تاڏي | | تيڏي | |
| ڪاڏي | | ڪيڏي | |

جنهن، تنهن ۽ ڪنهن لفظن جي مُنڍ ۾ جڏهن زبر (َ) يعني ”اَ“ جو اُچار آهي، تڏهن جمع جن، تن ۽ ڪن ۾ به ساڳيوئي اچار ”اَ“ جو هئڻ گهرجي، تنهنڪري ڇئبو، ته اتروارا صحيح آهن.

سنسڪرت ۾ تر ۽ تتر (جاتي-تاتي، جتي-تتي) جي منڍ ۾ ”آ“ آهي ۽ ان جي اُچار ڪرڻ لاءِ وات کولڻو پوي ٿو. ”آ“ جي اچار ڪرڻ لاءِ وات هيڪاري وڌيڪ کولڻو پوي ٿو، ته آواز وڌيڪ ڇٽو ٿئي، پر ڏاکڻي طرف وارا وات پوريءَ طرح نٿا کولين، جنهنڪري ”آ“ ۽ ”اَ“ بدران ”اِ“ ۽ ”اي“ چون ٿا، جن جي اچارن لاءِ وات گهڻو کولڻو نٿو پوي.

شاه جي رسالي ۾ لاڙي اُچار آهن، ته به هن حالت ۾ ڪليل اچار اتر وارا آهن. جهڙوڪ:

”تو جني جي تات، تن ٻڻ آهي تنهنجي.“ (شاه.)

هتيءَ 'جني' ۽ 'تن' لفظن جي منڍ ۾ زبر ( َ ) يعني
'آ' جو اچار آهي. لاڙ ۾ جيڪي بلڙي شريف ۽ ٽکڙ شريف
وارا سيد ۽ ٻيا مسلمان آهن، سي گهڻو ڪري سڀ
اصل وچولي يعني هالا تعلقي ۽ ٻين هنڌن کان آيل آهن،
تنهنڪري وچولي ۽ سري جي ماڻهن وانگر هن طرح
اچار ڪن ٿا؛ باقي لاڙ جي هندن ۾ اهڙا 'اِ' ۽ 'اِي'
جي عادت گهٽ آهي. پانهنجي ٿو ته لاڙ جي ماڪيل
کهميل هوا سبب لاڙ جي هندن ۾ اهو دم نه آهي، جو ا
جي خشڪ آبهوا وارن ۾ آهي.

۱۰۳- آچارن جي باري ۾ ٻيو سڪيه تفاوت ٽ، ڊ ۽ ڍ
اکرن جي اچارن ۾ آهي. انهن اکرن ۾ 'ر' جو ٿورڙو
اچار سمايل آهي؛ پر لاڙ جا ماڻهو اهو ڪونه ڪن، جيئن:
پٽ (پٽر) بدران پٽ، چنڊ (چنڊر) بدران چنڊ ۽ ڏي
(ڏير) بدران 'ڏي' چون. وچولي وارا انهن اکرن جا
اچار بلڪل صحيح طرح ڪندا آهن. سري وارا ته انهن اکرن
۾ 'ر' جو اچار هيڪاري وڌيڪ چٽو ڪندا آهن. ڪي ته
اهو اچار لکندا به آهن. جيئن: ٽيڪمداس بدران لکن
'ٽريڪمداس'. اهڙيءَ طرح باريڪ نموني جاچبو ته معلوم
ٿيندو، ته سري جي ماڻهن جا اچار بنهه چٽا ۽ صحيح آهن*.

---

*"Siraiki (Sireli) Sindhi differs from the Standard Sindhi, having a more clearly articulated pronunciation and slightly different vocabulary". *Linguistic Survey of India* vol· viii, *part 1, p. 140.*

## شڪارپور جي مٺي ٻولي

١٠٤- ٻولي ته شڪارپور جي! جهڙي آهي سهڻي ۽ سوادي، تهڙي آهي مٺي ۽ رسيلي. واه جو منجهس ميناج آهي! انهيءَ ٻوليءَ سان سنڌ جي ٻئي ڪهڙي به هنڌ جي ٻولي ميناج ۾ مٺ ۾ پڄي ڪين سگهندي. ٻين هنڌن جي ٻوليءَ کان شڪارپور جي ٻولي جنهن سبب ڪري رس جس ۾ سرس آهي، سو سبب مثال ڏيئي سمجهائجي ٿو: شڪارپوري چون 'پاڙا، هتڙي ويهه'- هتي 'ويهه' جي پڇاڙيءَ ۾ پيش (ُ) يعني 'اُ' جو اچار آهي- شڪارپوري انهيءَ تي زور ڏيئي ان جو اچار اهڙيءَ طرح ڊگهو ڪن ٿا، جو ڄڻڪ فقط اُچار آهي 'ويهه+اُ'. ائين اچار کي برابر ڊگهو ڪن ٿا، تنهن لاءِ ٻيو هڪ مثال ڏجي ٿو: ٻين هنڌ چون 'اٿ نه، هل نه' پر شڪارپوري چون 'اٿ ني، هل ني'. هتي ته بنهه پڌرو آهي، ته 'نه' جي ننڍڙي اچار کي وڌائي 'ني' ڪن ٿا، جنهنڪري اهو اچار بلڪل چٽو ٿيو پوي؛ پر ساڳئي وقت اهو سُر سان اچارين ٿا، تنهنڪري سندن ڳالهائڻ مٺو پيو لڳي.

١٠٥- حرفن جي پدن تي زور ڏيڻ جي ترتيب Accent system جو ذڪر ڪيو. هتي رکو ايترو چالائجي ٿو، ته حرفن جي پدن تي زور ڏيڻ (accent) Pitch or musical accent يا آواز کي ڪنهن سُر سان اُچارڻ ۾ آهي ٻيئي ڳالهيون سنسڪرت ٻوليءَ ۾ آهن؛ پر ڪن جو لاڙو

ٻڌن تي زور ڏيڻ تي، نه ڪن جو لاڙو آواز ڪٽڻ ۽
سُر سان اُچارڻ تي. شڪارپورين جو لاڙو آواز ڪٽڻ ۽
سُر سان اُچارڻ تي آهي- اهو نمونو ويدن واري زماني
جو آهي*. سڄيءَ سنڌ ۾ شڪارپور وارن اهو قديم
۽ سڌو نمونو گنڌار (قنڌار) طرفان آندو آهي، جيئن مٿي
(صفحي ٢٨ ۾) اڳيئي چالاءِ ويو آهي. سڄي هندستان
جا هندو آڳاٽن آرين جو اولاد آهن. پاڻنجي ٿو، ته
شڪارپور وارا درهيؤ آرين سان آهن، جن مان هڪڙو
راجا گانڌار هو، جنهن جي پٽيان پشاور ۽ ان جي آسپاس
وارو ملڪ 'گنڌار' سڏجڻ ۾ آيو. جنهن جو اچار ٻوءِ
'قنڌار' ٿيو (صفحو ٢٧). هندن جي پراڻن ۾ چالايل آهي،
ته راجا گانڌار کان پنج پيڙهيون پوءِ جيڪو سنڌس
اولاد ٿيو، سو هندستان ني چڙي اتر طرف هليو ويو. اهي
اوڏهين وڃي وڏيا ويڇيا ۽ پنهنجي ڌرم ۽ ٻوليءَ جو
ڦهلاءُ اوڏهين وڃي ڪيائون(١). مسٽر پارگيٽر، جنهن جي
ڪتاب ۾ درهيؤ آرين بابت هيءَ حقيقت لکيل آهي، تنهن
جي خيال موجب آڳاٽا آريا لوڪ هتان ايران ۽ وچ ايشيا

---

*"In the oldest from of Indo-Aryan as preserved in the Rigand other vedas and in the Brahmans, pitch or musical accent was the predominant one". *Dr. Ṣ. K. Chatterji: The Origin and Development of the Bengali: pp. 275-76.*

(1) *F. E Portiger: Ancient Indian Historical Tradition, p. 264.*

ڏي ويا، جتان پوءِ يورپ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ ٽڙي پکڙي ويا. ڀيا عالم اها ڳالهه نٿا قبول ڪن؛ پر ايترو ته ضرور چئبو، ته اهي ٻئي آريا لوڪ افغانستان ۽ بلوچستان ۾ هئا، جي پوءِ ڦيرو ڪري سنڌ ڏي آيا. هن وقت جيڪي پٺاڻ آهن، سي به اصل آريا هئا ۽ انهن تي نالو ٻئي "پڪٿ" آرين تان پيل آهي*. وقتي هيئن به هجي، ته سري جي رهاڪن مان ڪي هندو، سري رامچندر جي ڀاءُ، ڀرت جي نسل مان هجن. ڀرت جو پٽ تڪش هو، جنهن جي ڳاديءَ جو هنڌ ڪنڌار طرف سندس نالي پٺيان 'تڪش سلا' سڏبو هو. اتي يونيورسٽي به هئي ۽ ماڻهن جا آچار نهايت صفا ۽ چٽا هئا (صفحو ٢٨). اڄ به سڄي سري جي ماڻهن جا آچار صفا ۽ چٽا آهن، ۽ وڏي ڳالهه ته سندن ڪيترين آکهين تي نالائي قلات جي شهرن جا رکيل آهن. جيڪب آباد کان اٽڪل ٻنجويهه ڪوهه پري قلات ۾ ٻاڪ ۽ ناري خيط آهن ۽ انهن کان ٿورو ئي پريرو چٽ ۽ روپاهه آهن. انهن هنڌن کان آيل ٻاڱي، ناريوال، چاٽي ۽ روپاهي سڏجن ٿا. ٻاڪ ۽ ناريءَ کان آيل ٻاکناري ڪوٺجن ٿا. اهي اتي ايتري تہ تعداد ۾ هئا، جو سندين سنڌيءَ ٻوليءَ جو بلوچي ۽ پشتو ٻولين تي گهڻو اثر ٿيو (ڏسو ضميمو ٽيون ۽ چوٿون).

* "the Sibis or Sivas have given their name to Sibistan, and the Pakthas to the Afghan Pakthun."

*R. D, Banerji: A Junior History of India, p. 15,*

اهو ٻاسو ٻروچن جو ٿيو، نه انهي اهي هندو ٻروچڪيءَ
تي اهڙو هري ويا، جو اڄ به پاڪناري، روپاهي وغيره
کهرن ۾ به سنڌيءَ سان گڏ ٻروچڪي ايتريقدر ڪم
آئين ٿا، جو هن وقت تائين سنڌين مادري زبانون ٻه آهن:
هڪ سنڌي، ٻي ٻروچڪي (صفحو ٨٢). اهي ٻوء جدا جدا
وقتن تي ٽوليون ٽوليون ٿي سنڌ ۾ آيا. ڪي احمد شاهه
درانيءَ جي وقت ۾ آيا، ۽ ڪي نه بنهه ويجهڙائيءَ ۾،
يعني ١٨٥٠ع ڌاري آيا. پانڇجي تو نه شڪارپوري سنڌ
۾ تڏهن آيا، جڏهن سنسڪرت زماني وارن ملن اچارن
جو نمونو سنڌن ابن-ڏاڏن سان اجا صفا ميٽجي نه ويو
هو. ڪي ٻوء آيا ۽ انهي ٻروچڪيءَ جي اثر ڪري
اچارن سان ميناج کهٽ ٿين. پاڪناري ۽ ٻيا، اهو ميناج
پريو نمونو قلات ۾ ٿي وچائي ٻوء سنڌ ۾ آيا، جنهنڪري
شڪارپور جي ٻوليءَ وارو ميناج سنڌن ٻوايءَ ۾ آهي ٿي
ڪونه. هيٺن به آهي نه خود شڪارپور جا وڪيل،
ڪامورا وغيره شڪارپور ڇڏي ڪراچيءَ ۾ گهڻو وقت
رهيا آهن ۽ حيدرآبادين سان گهڻي رلمل ڪئي اٿن، تن
سڀرائتن اچارن جو نمونو ايتريقدر بدلائي ڇڏيو آهي، جو
سنڌن اچارن سان پريان ٿي سهي ڪرڻ ڏکيو آهي نه
هو اصل شڪارپور جا ويٺل آهن. سنڌين ٻوليءَ ۾ وري
ڪي ٻيون ڳالهيون آهن، جن سان ايترو سهي ڪري
سگهبو آهي نه سري جا ويٺل آهن.

## سري جي گرامر جون علحديون ڳالهيون

۱۰۶ – عدد: سنڌ ۾ ٻين هنڌ "ڪارڪ" جو جمع چون "ڪارڪون" ۽ "ڙال" جو "ڙالون"؛ پر سري ۾، خاص ڪري شڪارپور طرف، چون "ڪارڪان" ۽ "ڙالان". اهي ٻيئي نمونا صحيح آهن؛ ۽ ٻنهي جي ڀيٽ ۾ سري وارو نمونو وڌيڪ اصلوڪو آهي. پراڪرت ۾ جمع جوڙڻ لاءِ "آ" پڇاڙي آهي، تنهن ۾ نڪ جو اچار (ن) ڪڍي "آن" چون ٿا. سنڌ ۾ ٻين هنڌ "اون" پڇاڙي ڪڍن ٿا، سو بگڙيل اچار آهي. شڪارپور وارو نمونو نهايت آڳاٽو آهي ۽ اهوئي ٻين ٻولين ۾ آهي. جيئن:

"ٻوري اکيان ڦرڪن لاڳي." اک جو جمع اکيان – هندي.
"سهس سيائپان لک هوءِ." سيائپا جو جمع سيائپان – پنجابي.
"برهم ٻاهيان ڀاليان." ٻاهه جو جمع ٻاهيان – سرائڪي. پير جو جمع پيران ۽ ڏينهن جو ڏينهان – لاسي. زن جو جمع زنان، پسر جو جمع پسران – فارسي. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته ٻين ٻولين ۾ "اون" پڇاڙي آهي ئي ڪانه.

جنس: "مان ڪي ڳهڻي رت نڪتي آهي": "هن ڪي اولاد ڪانه ٿي". سري ۾ رت ۽ اولاد جنس مونث ۽ ٻين هنڌ جنس مذڪر ليکين ٿا. هن جو سبب هيءُ آهي، ته سنڌيءَ مان جنس ٻيجان ڪم ٿي وئي آهي، تنهنڪري اهي ۽ ٻيا اهڙا ڪيترا لفظ آهن، جن جي جنس، ڪو مذڪر ته ڪو مونث پيو ليکي.

**ضمير:** 'مان ذهن منجهان سوڀرين شبل آڪيرون ايند (داپت). سري ۾ مون، اسين ۽ توهين بدران مان، اسان ۽ توهان چون ٿا. مثلاً چون 'ماتو' (مان آنو)، معنيٰ مون چيو. 'اسان ڪراچي ڪهمي آياسين'. 'توهان پلي وڃو'.

(الف) سرحد سنڌ ڏي لاڙ جي ماڻهن وانگر 'هو' بدران 'او' ڪونہ چوندا آهن. ڪوهہ (معنيٰ ڇا)۽ ڪڇا ڪچاڙو ۽ پنڊ (پاڻ) ضمير بہ رڳو لاڙ ۾ ڪم اچن ٿا.

**ضميري پڇاڙيون:** سري ۾ چون 'آيم' ۽ 'چوندومانس'. بہ-ين هنڌ چون 'آيس' ۽ 'چوندوسانس'. ٻيئي نمونا رواج ڪري صحيح آهن، پر گرامر جي قاعدن موجب چئبو، تہ وڌيڪ صحيح سرحد سنڌ وارا آهن: جڏهن ڳالهہ ڪندڙ پنهنجي اچڻ جي ڳالهہ ڪري، تڏهن 'م' پڇاڙي ڪم آڻڻ صحيح آهي؛ ڇاڪاڻ تہ اها ضمير متڪلم جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ، ڪئي 'م' تہ ڪئي 'س' پڇاڙي ڪم آڻين ٿا، جا ضمير غائب جي معنيٰ ڏيکاري ٿي ــ مثلاً چون 'آيس' ۽ 'ويس'؛ پر 'لکيس' بدران چون 'لکيم'. 'پڙهيم' معنيٰ 'مون پڙهيو'، ۽ پڙهيس' معنيٰ 'مان پڙهيس'. درسي ڪتابن ۾ بہ ائين لکندا آهن.

**فعلن جون پڇاڙيون:** سنڌ ۾ ٻين هنڌن چون 'ايندا سون' يا 'ايندا سين' (سي)؛ پر سري ڏي چون ايندا سين' يعني 'اين' جو ڊگهو آچار ڪن ٿا.

**مضارع:** 'مان ڇا ڪيان؟' سري ۾ هن ريت 'ڪريان' بدران 'ڪيان' چون ٿا يعني وچ واري 'ر' ڪيڏي ڇڏين ٿا. هيءُ داردڪ ٻولين جو نمونو آهي.

**زمان ماضي متعلق:** 'هو ويو'. 'و' مٿان زبر (َ) پر ٻين هنڌ زير (ِ) ڏين ٿا. حقيقتون سري وارا صحيح آهن: 'وڃڻ' لفظ جي منڍ ۾ 'و' جي مٿان زبر (َ) يعني 'اَ' جو اچار آهي، ته 'ويو' لفظ جي منڍ ۾ به ساڳيو 'اَ' جو اچار هئڻ گهرجي؛ پر مٿي اکيٺي چيو ويو آهي، ته سنڌ جي ڏاکڻي ڀاڱي جي ماڻهن ۾ 'اِ' جي عادت گهڻي آهي (صفحو ٩٧).

(الف) سنڌيءَ ۾ 'ٿيڻ' مان 'ٿيو' ۽ 'چوڻ' مان 'چيو' لفظ، 'يو' پڇاڙيءَ گڏڻ سان ٺهيا آهن. ساڳيءَ طرح سري ۾ "هئڻ" مان "هيو" ("يو" پڇاڙي). ٻين هنڌ 'هئو' ۽ 'هو' چون ٿا، يعني 'ي' کي ڦيري 'ءَ' ڪيائون ۽ پوءِ اهو اچار ڄڻ نڪري ويو؛ مگر سري وارن اهو اصلوڪو اچار اڄ تائين قائم رکيو آهي.

**زمان حال استمراري:** 'سيڪاريان پيو ٿو'. هن ريت 'پيو' ۽ 'ٿو' ٻيئي گڏي زمان حال استمراري Present Continuous Tense جوڙڻ جو رواج سڄيءَ سنڌ ۾ سري کان سواءِ ٻيو ڪنهن به هنڌ ڪونهي.

**اسم مفعول:** 'هن راڪب ڪاٽو'ــ ٻين هنڌ "ڪاٽو" بدران چون 'ڪاٽيو'.

'التم سا نه هنئان، جا نه سلتم ساهه ڪي'. (شاهه)

الڻ مان التو ۽ سلڻ مان سلتو؛ پر ٻين هنڌ عام طرح چون 'اليو' ۽ 'سليو'. هن طرح وچواري 'ت' اکر کي قائم رکڻ جي عادت سري ۾ زور آهي (ڏسو صفحو ٨٧).

کن ٻورين حالتن ۾ 'ت' کي نرم ڪري 'د' ڪيو اٿن.
مثلاً، وٺڻ مان ونتو، پر 'ورتو' به چون. وري 'ورتو'
مان 'ر' ڪڍي چون 'وتو'، ۽ پوءِ ان جو اچار ڦيري
'ودو' به چون، جنهن جو مونث 'ودي'.
'ساڱ سنگت جي اوت، ودي جنهن وساهه سان'. (سامي)

## ماضي معطوفي:

'دريءَ منجهاران دوست ڏٺو سين،
لاڻ ليڙو پاٻون هليو ويو.' (سچل).

ٻين هنڌ چون "ٻائي هليو ويو"، يا 'ٻابو هليو ويو'؛
پر سري ۾ 'پاٻون' چون ٿا. ساڳيءَ طرح چون: ته
'هو ٿنگان ليڙيون پيو آهي'- اهڙيءَ طرح 'ٻو' بدران
'ٻون' پچاڙي ڪم آڻين ٿا.

'هٿري هٿ چڙي ڪري، آوديا پرم نوار'. (سامي)

هتي 'چڙي' ماضي معطوفي جي ٻيان 'ڪري 'لفظ به
ڪم آيو آهي. اهو 'ڪري' ڪڍڻ جو رواج اڪثر
سرحد سنڌ جو آهي.

ظرف: پاڙا، هتڙي وغيره اسم تصغير واري 'ڙو'
پچاڙي ڪم آڻڻ جو رواج سڄيءَ سنڌ ۾ آهي؛ پر هن
طرح ظرف مڪان ۾ به اها پچاڙي ڪڍي، هت-هتڙي،
جت- جتڙي، تت- تتڙي ۽ ڪٿ- ڪٿڙي چوڻ جو
رواج رکيو سرحد سنڌ ۾، خاص ڪري شڪارپور طرف آهي.

## بسريليءَ تي سرائڪيءَ جو اثر

١٧- سنڌ جو سرو، خاص ڪري جيڪب آباد وارو پاسو،
بروچڪو ملڪ آهي ۽ اتي بروچڪي يا سرائڪي ٻولي چالو

آهي. جيڪب آباد ۽ شڪارپور جا ڪيترا هندو به ”ڳهڻ“ ۽ ٻروچڪي ڳالهائين ٿا، جنهنڪري ٻروچن وانگر ’وهنجڻ‘ بدران ’ڏاوڻ‘ (ڏانوڻ)، ۽ ’ڳالھہ‘ بدران ’ڳل‘ چون ٿا. جيئن ’منهنجي ڳل ٻڌ‘، يعني منهنجي ڳالھہ ٻڌ. سرائڪي جي گرامر ۽ جيڪي علحديون ڳالهيون آهن، تن لاءِ به هڪڙو سبب اهوئي آهي ته انهي جي ٻوليءَ تي ٻروچڪيءَ جو اثر ٿيو آهي- مثلاً سرائڪيءَ ۾ ’ٻار‘ جو جمع ’ٻاران‘ ۽ ’سڄڻ‘ جو ’سڄڻان‘. شڪارپوري به انهيءَ نموني ’ڪارڪ‘ جو جمع ’ڪارڪان‘ چون ٿا.

(الف) سري ۾ ’اسين‘ بدران ’اسان‘ ۽ ’توهين‘ بدران ’توهان‘ چون ٿا، سو به سرائڪي نمونو آهي- مثلاً

”اسان نہ ڪنهن دي چائي هون،
چائسي ڪنهن نــہ لپائــي هون.“ (سچل)

(ب) سري جا رهاڪو ’آيس‘ بدران چون ’آيم‘، سو بہ سرائڪي نمونو آهي- سرائڪيءَ ۾ ’م‘ ضمير متڪلم ۽ ’س‘ ضمير غائب جي معنيٰ ڏيکاري ٿي.

’وسر نہ ويسم‘، معنيٰ وسري نہ وينديم. ’وينديم‘ معنيٰ مون کي ويندو. ’بخار هيس‘ معنيٰ تپ اٿس. ’اٿس‘ معنيٰ هن کي آهي.

(پ) ٽئين ڇيو ويو آهي ته ’ٿو‘ ۽ ’پيو‘ ٻيئي گڏجي زمان ماضي استمراري جوڙڻ جو رواج سڄيءَ سنڌ ۾ سري کان سواءِ ٻيو ڪنهن بہ هنڌ ڪونهيءَ اهو دستور بہ سرائڪيءَ

مان ورتو اٿن. 'مان ڪاوان ٿو پيو'. هي جملوئي سرائڪي نموني آهي، جنهن ۾ چون ٿا "مئن ڪاوندا پيا هان"

(ب) 'هن راڪ ڳاتو'، يعني 'ڳايو' بدران 'ڳاتو' چون ٿا. هن طرح وچ واري 'ت' اڪر قائم رکڻ جو دستور سرائڪيءَ ۾ آهي (ڏسو صفحو ٨٧).

(ت) سرائڪيءَ ۾ اسم تصغير واري 'ڙو' پڇاڙي ڪم آڻڻ جو رواج بلڪل گهٽو آهي- جهڙوڪ فريد نالي هڪ شاعر چيو آهي ته

"سڄڻ رنڙا ته سک مٺڙا، خوشي دا سانگ سڀ لٽڙا، نه جيءَ چنڙا، نه ڏک ڪٺڙا، ايهه ڪٺڙي سونجهه ول ول دي."

سري ۾، خاص ڪري شڪارپور ڏي، انهيءَ نموني ظرف مڪان ۾ به اهائي پڇاڙي ڪنڌي هت-هتڙي ۽ تت-تتڙي چون ٿا. هيءَ به سرائڪي جو اثر ڇئبو.

## آباوڙي طرف جي ٻولي

١٠٨- پنوعاقل، کهوڙڪي، ميرپورماٿيلو ۽ اباوڙو جيتوڻيڪ سکر ضلعي ۾ آهن، ته به انهن هنڌن جي ٻولي سکر ۽ روهڙيءَ کان ڪجهه قدر علحدي آهي ۽ شڪارپور جي ٻوليءَ وارو ميلاج منجهس ڪونهي؛ باقي اچار چٽا اٿس.

ٻوليءَ جي نموني لاءِ هڪ مثال ڏجي ٿو: 'هڪڙي جا سمهي مٺي، ٻي جا پوي ٽيڙ، ته نه چڙهندو به چڙهي'- يعني هڪڙي ڳالهه ته مٺي (ڪڏ ٿي يا پيهي ٿي) سمهي ٿي، ۽ ٻي ڳالهه ته ٽيڙ يعني ماڪ پوي ٿي، تنهنڪري

(تپ) جيڪڏهن نه چڙهئو هوندس، ته به چڙهندس. هيءَ
ڪڇي ٻولي ڇٻي جو جملو ٿي اُپورو آهي. 'تپ' لفظ
ڪم آيل ڪونهي؛ تنهنڪري جيڪڏهن جملي جو مطلب
نه ڏجي ها، ته گهڻن کي جيڪر سمجهڻ ۾ ئي ڪين
اچي ها. ٻي ڳالهه ته مٿين جملي ۾ 'چڙهندو' لفظ
ڪم آيل آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته اُپي جي ٻوليءَ
جو اُڀاوڙي طرف جي سنڌيءَ تي اثر ٿيو آهي. اهو اثر
اتي جي مسلمانن جي ٻوليءَ تي هيڪاري وڌيڪ ٿيو
آهي؛ جي، 'هلنداسين' بدران چون 'چلنداسين' ۽
'هوري هوري' بدران چون 'هولي هولي' يعني آهستي
آهستي، اچار به بگڙيل اٿن- جهڙوڪ چون ته 'هو مالهو
ڳڙ پٽندو به وڃي، ته ڪٽندو به وڃي'، يعني ڳڙ پٽيندو
به وڃي ته ڪائيندو به وڃي. 'پٽيندو' بدران چون 'پٽندو'.
پ ۽ ٽ ٻنهي جي مٿان زبر؛ ۽ 'ڪائيندو' بدران چون
'ڪٽندو' (ڪ جي مٿان زبر ۽ همزي مٿان پيش). ڪيترا
مسلمان ماڻهو ئي جملي ۾ اڌ سنڌي ته اڌ اُپي جي ٻولي
ڪم آڻين ٿا- جهڙوڪ چون ته 'آءُ ٻيو توکي ڳوليان،
تون اِتي ڪڙوئي'؛ يعني سان پيو توکي ڳوليان، تون
اِتي ويٺو آهين. جيئن ٻهاولپور طرف وڃبو تيئن اُپي جي
ٻوليءَ جو اثر هيڪاري وڌيڪ معلوم ٿيندو.

## سريليءَ جا علحدا لفظ

۱۰۹- سرحد سنڌ ڏي 'پوتار' لفظ گهڻو ڪم اچي
ٿو؛ جهڙوڪ چون 'ٻچل فقير ٻوتار'. ٻروچ به ڪيڪارڻ مهل

چون 'ڀؤتار، خوش آهين'، اهو اصل سنسڪرت لفظ ڀتار آهي، جو اڳلي واسطي عزت ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪم آندو آهي. شڪارپور جا هندو توڙي مسلمان 'مانو' لفظ گهڻو ڪم آڻيندا آهن، جو اصل ۾ آهي 'مان آنو' يعني سون ڇيو (سنسڪرت-آڪت). اهو ائين ڪم آڻيندا آهن، جيئن انگريزي ۾ چون I say. سچي سري ۾ 'ڪاڏيءَ' بدران چون 'بگي'. اهو لفظ شڪارپور جي قديم هندو واپارين اهڙو نه ڦهلايو، جو آئرلنڊ ۽ آميريڪا ۾ به عام ٿي ويو آهي*.

سرحد سنڌ ۾ 'ڪيسو' بدران ڪي چون 'کوکهو'. آن ماپڻ لاءِ 'پالي'، تنهن جي بدران ڪيترا چون پٽڪي'. 'ٽوپو' بدران ڪيترا چون 'ٽوڪو'. 'ڪاڪو' جو مونث 'ڪاڪي' چون ٿا، جو اڪثر 'ادي' يا 'دادي' جي معنيٰ سان ڪم آڻين ٿا.

'ڪاڪيون رات قيام، جيڏيون جت ڪري ويا'.

مڪر ضلعي ۾ سرحد سنڌ ڪان وٺي لاڙڪاڻي تائين جاهه جي ڪنڌ کي چون 'ڪونو'. ٻماڙ جي ڪنڌ کي چون 'ٽيڙ'. ماڙيءَ جي ٽٽ کي چون 'وڏاورو' يعني وڏيل ڀاڱو Projection. 'هن کي انعام ڏيو'؛ ڏيو معنيٰ مليو. ڪي ظرف علحدا اڏن؛ جهڙوڪ چون 'هن هاسڪار جهڙو ڪهو'. هاسڪار معنيٰ خواهه مخواهه يا خالي پيلي. دادو ۽ سيوهڻ تعلقن ۾ ڪي اهو لفظ هيئن به ڪم آڻين. "هاسڪار

* *Rule-Burnell: Glossany of Anglo-Indian Colloquial words and Phrases.*

منهنجو ٻه ڪِيَرُ ڪِنڊو اچج". هتي ٻاسڪار معنيٰ انڌ-
ٻنڌ يا اکيو-ٻوءِ. "هو رهندو ڪِيَرُ بگاڙي آيو." رهندو
معنيٰ اَللٖندو. اٻاوڙي ۽ ميرپور ماٿيلي طرف ڪانگ يا
ڪانءُ. بدران چون ڪانگڙو، ۽ انگوڇو بدران چون
پوتڙو. ٽيڙ معنيٰ ماڪ. خيرپور رياست جي آفيسن ۾
کهڙيو ته معلوم ٿيندو، ته ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين
وارا لفظ عهديدارن لاءِ اڄ تائين ڪم آڻين ٿا- جهڙوڪ:

| | |
|---|---|
| ناظم | ڊپوٽي سپرنٽينڊنٽ |
| خزانه عملدار | ٽريزري آفيسر |
| متصدي صاحب | اڪائونٽنٽ |

۱۱۰- سچل، سامي، بيدل، بيڪس ۽ ٻين سري جي شاعرن،
سري جي لفظن جو خوب استعمال ڪيو آهي، جهڙوڪ:

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| آنر | ٻرڏو | اٻوهيو | اڻ ونڊيل |
| آلساڻو | آلسي | آميٽ | پلٽ |
| چالان | چوٽون | موڙان | رمزون |
| پوٽ | بوجو | ٻاڙي | ٻتي، فرهي. |
| الڪون | (ڇپر، اکين جا) | ڇيٽڙو | اگڙي |

سامي‌ءَ جي سلوڪن ۾ "ڪڇجو" معنيٰ ڪندو يا
ڪيو. اهو لفظ سرائڪيءَ ۾ به آهي.

شاهه جي رسالي ۾ به سريليءَ جا لفظ ڪجهه قدر آهن:

(۱) "شڪستي، سهڻ چوي، چيهان ڪيو چوءِ". چيهان

(۲) سنڌيءَ چانگن چس، پير ٽرنده پب ۾. چس

(۳) اصل آريءَ چام جو ٻاند نه ٻڇتوسون. ٻڇتو

## سريليءَ جا ڪم اصطلاح

١١١- ٻصر ڪٽاپائينداسين يعني ٻصر سنڌيندا سين.

تپ جوڙ اٿم " تپ کهٽ اٿم.

سُليون پرڻ " ڪڙيون هڻڻ، زور ڏيڻ.

ول ولڻ " وجهه کولڻ.

منهن وڏو " اڻاسو، نرلجو، نرڄو، بيشرم.

"موري منهن وڏا ٿيا وڃيا تا نه وڃن،
اديون اڻاسن، تن ڪوجهن کي ڪوهه ڪريان" (شاهه)

چانڊيا ۽ مگسي ذاتين وارا مسلمان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهن، جو اڳي انهن چانڊين جي نالي پٺيان چانڊڪو ٻرڳڻو سڏبو هو. چانڊين ۽ مگسين جي پاڻ ۾ اڻبڻت کهٽي هئي. انهيءَ سبب سڄي سنڌ ۾ جڏهن هاڻ ڪو چوي ته "هو پاڻ ۾ چانڊيا مگسي آهن"، ته ان جي معني ته هڪٻئي جا دشمن آهن يا پاڻ ۾ ٺاهه نه اٿن.

## وچولي جون حدون

۱۲۱- سري ۽ لاڙ جي وچ وارو ڀاڱو 'وچولو' سڏجي ٿو، جنهن جون حدون ڪنڊياري ۽ دادو تعلقن جي اتر واري ڀاڱي کان وٺي، هيٺ ڪوٽڙي ڊويزن تائين آهن. اهو سنڌ جو 'وچولو' يعني وچ وارو ڀاڱو آهي، ۽ اتي جي ٻولي 'وچولي' ڪوٺجي ٿي.

## وچولي جي قديم سنڌي

۱۳۰- سنڌي ۽ سنڌ ۾ سيوهڻ جهڙو قديم شهر ٻيو ڪو ڪونه، اهو ٿالو ٻه ويدن وارن زماني جو آهي. مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي (صفحو ۲۶ کان ۲۸) ته رگ ويد واري زماني ۾ آدو آريه لوڪن جو اولاد، شوي آريه لوڪ، هالوڪي 'شارڪوٽ' ۾ رهندا هئا، جو اصل سنڌن ٻالي ڀيان 'شيوپور' (شوي، سبي) سڏبو هو، ۽ ٻوء پنجو پنجاب، ايران جو ڪجهه ڀاڱو ۽ سڄي سنڌ هٿ ڪيائون، جيئن پرانن ۾ چاڙهيل آهي* (صفحو ۲۶ ۽ ۲۷).

ايران وارو جيڪو ڀاڱو شوي آرين هٿ ڪيو، سو سندن نالي پٺيان 'شيوآستان' سڏجڻ ۾ آيو، جنهن جو

---

* J. E. Partiqer: Ancient Indian Historical Tradition, Pages 264 and 293.

اچار بگڙجي 'سبستان' ۽ 'سمستان' ٿيو*. سنڌ ۾ اهي آريه لوڪ جنهن هنڌ پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا، سو هنڌ به سندن نالي پٺيان 'شيوستان' ڪوٺجڻ ۾ آيو، جنهن جو اچار ٿيو بگڙجي 'سيوستان' ۽ 'سهوان' ٿيو ۽ هاڻ عام طرح 'سيوهڻ' سڏجي ٿو. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته 'سيوهڻ' نالو نهايت قديم آهي ۽ الور، برهمڻ آباد ۽ ٻين شهرن کان گهڻو آڳاٽو آهي، جيئن ميجر جنرل ڪننگهام پنهنجي جوڙيل قديم هندستان جي جاگرافيءَ ۾ ڄاڻايو آهي.

۱۴: ۱- شوي آرين جي ٻولي، جهڙي ڀيٽ چٽجي ٿهڙي هئي. سنڌ ۾ هنن سيوهڻ وارو پاسو وسايو، ته سندين ڀيٽ ٻوليءَ جا اهڃاڻ اتي اڄ تائين پڌرا آهن. سيوهڻ ۽ دادو سنڌو نديءَ جي هڪ ڪپ تي آهن ۽ ٻئي ڪپ تي شاهدي پرڳڻو آهي. سنڌ جي انهيءَ سڄي وچولي ڀاڱي جي ٻولي اڄ به سڄيءَ سنڌ ۾ ٺيٺ ليکجي ٿي. فارسي تاريخ نويسن ڄاڻايو آهي، ته قديم زماني ۾ 'سيوستان' سڄي پرڳڻي کي چوندا هئا ۽ فقط قلعي کي 'سيوهڻ' چوندا هئا'(۱). مٿي اکي ڏي ڇيو ويو آهي، ته اسڪولن جي درسي ڪتابن ۾ اها وچولي ٻولي ڪم آڻي ٿي (صفحو ۹۳). هن وقت جيڪا عربي-سنڌي آئيويتا ڪم

*"The Sibis or Sivas have given their name to Sibistan" R. D. Banerji: *A. Junior History of India, p. 15.*

(۱) شمس العلماء مرزا قليچ بيگ: "قديم سنڌ"، صفحو ۳۲۹.

ڪم اچي ٿي، سا ١٨٥٣ع ۾ ٿي. جن صاحبن
اها جوڙي، تن مان هڪڙو سرڳواسي ديوان ننديرام ميرائي
سيوهاڻي جو وڏل هو، جنهن 'تاريخ طاهريءَ' جو سنڌيءَ
۾ ترجمو ڪيو آهي. جنهن صورت ۾ درسي ڪتابن ۾
رکيو حيدرآباد ۽ ان جي پسگردائيءَ جي ٻولي ڪم
اچي ٿي (صفحو ٩٣)، ۽ هيءَ سڄوڻي ڪتاب انهيءَ
ٻوليءَ ۾ لکيل آهي، تنهن صورت ۾ هتي رکيو اترو
ڄاڻائجي ٿو، ته وچولي جهڙي هن پاسي جي ٻولي کهڙين
ڳالهين ۾ درسي ڪتابن کان علحدي آهي.

## وچوليءَ جون علحديون ڳالهيون

١١٥ — وچوليءَ ۾ جنهن جو جمع جن (ج مٿان زبر)
۽ تنهن جو جمع تن (ت مٿان زبر يعني 'آ' جو اچار).
درسي ڪتابن ۾ جن ۽ تن لکيل آهي، يعني ج ۽ ت
جي هيٺان زير ('اِ' جو اچار آهي). اهڙيءَ طرح ٻيا به
گهڻيئي لفظ آهن، جن ۾ وچولي ۾ 'آ' ته هيٺ ڏاڪڻي
پاڪي ڏي 'اِ' چون ٿا. (ڏسو صفحو ٩٧).

(الف) سري وانگر ساهتي ٻرڳٽي ۾ ڪاٿي، ڪاڏي،
جاڏي، تاڏي، جاتي ۽ تاتي چون ٿا. سيوهاڻي پاسي ڪٿي،
ڪيڏي، جيڏي، تيڏي، جتي ۽ تتي به چون. درسي
ڪتابن ۾ رکيو ٻيئون نمونو عام آهي.

(ب) "ڀرو هي پاڻو سوکو ڪرڻن ساڻ ڪي" (شاهه).
ساهتيءَ ۾ چون 'ڀرو' ۽ ڪتابي سنڌيءَ ۾ 'ڀريون'
لکن. ڀرو پاڻو معنيٰ ڀرڻن منزل 'پاڻو' لفظ لاڙ جو آهي.

(پ) لفظ ۾ نڪ جي اچار ڪڍڻ جي عادت (ڏسو صفحو
٦٠ ۽ ٦٦) ساهتي ٻرڳٽي ۾ گهٽ آهي، جنهنڪري 'ڀريون'

بدران ٻھرو چون ٿا. ساڳيءَ طرح منھنجو، تنھنجو ۽ ھُنھنجو بدران مھنجو، تھنجو ۽ ھھنجو چون ٿا. حقيقتون اُتر وارا صحيح آھن، جو اصل ۾ اھو نڪ جو اچار آھي ئي ڪونه. اتر ڏي ٻنھس بدران عام طرح چون ٻئس معنيٰ ھن جو ٻيءَ، ڪتابي سنڌيءَ ۾ ٻيئي نمونا آھن.

(پ) ڪتابي سنڌيءَ موجب 'ڇپيو اٿس' معنيٰ ھن ڇپيو آھي. ساھتيءَ ڏي ان جي بدران چون 'ڇپيو اٿائين' يا 'ڇپيو ٿائين'. مطلب تہ ڪتابي سنڌيءَ ۾ پراڪرت لفظ آٿ جي ٻيان س (ضمير واحد غائب واري پڇاڙي) گڏبي آھي؛ پر ساھتيءَ ۾ فعل جي پڇاڙي 'آئين' گڏبن ٿا، جا ٻہ ساڳيو مطلب ڏئي ٿي. 'اٿائين' لفظ جي منڍ وارو 'آ' جو اچار ڪڍي باقي 'ٿائين' چون ٿا (ڏسو صفحو ٩٣).

## ساھتيءَ جا علحدا لفظ

١١٦- ساھتي پرڳڻي ۾ ڪي علحدا لفظ، اصطلاح ۽ ٻھاڪا عام آھن، جي ٻين ھنڌ عام نہ آھن، اھڙن علحدن لفظن جا ٿورا مثال ھيءَ آھن:

(١) اڄ اُڪرس ڪيو اٿس يعني گھٽ يا گرمي آھي. 'اُڪرس' معنيٰ گرمي يا گھٽ (ھوا بند ٿيڻ ڪري).

(٢) اسان جاءِ کي راڳو ڏيارديو. راڳو معنيٰ ليپو، لنب (گاري سان).

(٣) لڪلڪو، جنھن ۾ گيھہ ساڙجي ٿو، تنھن کي عام طرح چون 'وڏڻ' يا وڏلو.

(۴) 'پئسن' بدران عام طرح چون 'ڏوڪڙ'.

(۵) ڏوڪڙ ڪوڙ اٿس يعني پئسا ججها اٿس. اهڙيءَ طرح 'ججهو' يا گهڻو بدران 'ڪوڙ' لفظ عام طرح ڪم آڻين ٿا.

(٦) وڏي پاءُ يا پاڻ کان وڏي کي عام طرح 'پاڻو' چون ٿا، جو نهايت سٺو ۽ مٺو لفظ آهي ۽ اهو لفظ سري ڏي به چالو آهي.

(۷) سوري تعلقي ۾ گوال نالي هڪ واٽيو وڏو ڏاڙيلو ٿي گذريو آهي. تنهنڪري هاڻ 'ڪوال' لفظ جي اصطلاحي معني آهي ڏاڙيلو. ساڳيءَ طرح سکيءَ جي ڏينڌ وارن حرن ڏاڙا هڻي سڄيءَ سنڌ ۾ نرتلو وڌو، تہ هاڻ 'حر' معني ڏاڙيلو، شاهينگ.

## خاص ساهتيءَ جا اصطلاح

۷ ا ۱- 'ڏيري جو ڪمي' معني نيڪر ۾ وهندڙ يا مفت ۾ ڪم ڪندڙ. 'ڏيرو' جنهن کي 'دريلو' بہ چون، سو ڪنڊياري تعلقي ۾ آهي.

(الف) 'پنجوءَ جي ڀڻ ساڻ هٿي' معني "واجبيءَ کان وڌيڪ طلبي، يا ڏکهي ڳالهہ ڪرڻ". ساهتي پرڳڻي ۾ پنجوءَ نالي هڪ واڻي وٽ هڪ وڏو ڀڻ (آن جو ماپو) هو، تنهن تان اهو اصطلاح ٿيو.

(ب) 'پنج پنجوءَ جا ڪٿاڻي پيا آهن'، يعني 'ٻارهوئي ڪوٽ اٿس (پئسو ڪيس)'.

## ساهتيءَ جا اصطلاح

۱۱۸- ساهتي پرڳڻي مان اسان کي پهاڪا نه مليا آهن: جهڙوڪ:

(۱) اول پيٽ پنجوءَ جو ٻار ٻچا سڀ پوءِ.

(۲) 'چنّي چنيچن جي، ٻرڻ تي پيئي'. چنيچا ۽ ٻرڻ نالي ٻه ڳوٺ موري تعلقي ۾ هڪبئي جي آمهون سامهون، ٻن وڏن شاهي دڙن تي ٻڌل آهن. اصل ۾ ٻنهي ڳوٺن وارا هڪٻئي کي کهٽو ويجهو رهندا هئا. هڪ ڀيرا کي ڌاڙيلا کن چنيچاڻن کي ڌاڙو هڻڻ تي ويا ۽ رات جي وڳڙي ۾ ڀلجي وڃي ٻرڻ کي ڌاڙو هنيائون. هاڻ جڏهن هڪ جي بدران ٻيو آهيءَ ۾ اچي وڃي، يا هڪ جو ڏوهه ٻئي تي پوي، تڏهن ائين چون.

(۳) ''قلوءَ وائيي رات وهائي، ڳالهين کندي ڳوٺي کائي''. قلوءَ نالي هڪ واڻيو ڳوٺ پڙڌا تعلقي نوشهري ۾ تي گذريو آهي، جنهن بابت هڪ گيت به ٺهيل آهي ته ''قلو هڪ ڳوٺاڻو هو، مڙي جهڙو واڻيو هو''.

(۴) 'اهڙي جيڻ ڪيائينس، جهڙي ٻرڙي ڪئي ٻارن سان'. ٻرڙن جي ذات وارا نوشهري ۽ ڪنڊياري تعلقي ۾ گهڻا آهن. هڪ ڳوٺ سندن نالي پٺيان 'ٻرڙا' سڏجي ٿو. هن پهاڪي جو بنياد هن طرح آهي: هڪ ڀيرا کي ٻرڙا پنهنجا ٻار پنهنجي ڪنهن ڏاتيائيءَ جي سنيال هيٺ ڇڏي، پاڻ لاباري تي ويا. پٺيان ٻارن گهٽو هلاڪ ڪيس، ته ٻرڙي اهڙو ڪم ڪيو، جو ٻارن

کي آن" جي کپنديءَ ۾ ٻند ڪري، سندن مائٽن کي وچي ڇتاپائين. ته پنهنجا ٻار وچي ۽ پاڻ سنڀاليو. مون ڪان سنڀاليا نٿا ٿين. انهيءَ نان اهو پهاڪو پيو.

(٥) 'ارڙي روي نه ٻاجهه، پر ۾ تو ياءَ مري'.
جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڪنهن غريب ياءَ پرائي جو قياس نه ڪندو آهي، تڏهن ائين چئبو آهي.

(٦) 'پيو هرڪو اچڻو وڃڻو، پمو ٽاٽائي'.
پمون (پمن) نالي ساهتيءَ جو هڪ واڻيو لڪڻي پيڙي هو، تنهنڪري جڏهن ڪو ماڻهو هڪ هنڌ گهڻو وقت ڪپ کوڙي ويهندو آهي، تڏهن هن لاءِ ائين چئبو آهي.

## حيدرآباد طرف جا اصطلاح ۽ پهاڪا

١١٩- ٻاڪوءَ نالي هڪ شخص حيدرآباد ۾ ٿي گذريو جنهن کي 'جهڳلو' ڪري چيڙائيندا هئا. هڪ وڏو ڪٽورو ساڻ ڪٽندو هو، جنهن ۾ جيڪر ٻه سير چانورن جا پچي سگهن. ڪنهن وهانءَ وڏائي تي ويندو هو ته پڇندا هئس، ته 'ٻاڪو، ٻلاهه ڪيئن'؟ ڀيريائين ته ناڪار ڪندو هو؛ پر اتيئي پنهنجو ڪٽورو ڪڍي چوندو هو، ته چڱو هن ولڻيءَ ۾ ڪجي داڻا ڏيندم'. انهيءَ ڪري "ٻاڪوءَ جهڳلي واري ولڻي" معنيٰ تمام وڏو ٿانءُ.

(الف) حيدرآباد ۾ ڪنگوءَ نالي هڪ پڪوڙائي نهايت عمدا پڪوڙا ترندو هو، تنهنڪري گراهڪن جي وٽس گهڻي پيهه هوندي هئي ۽ ڏاڍيو کوڙ لڳو پيو هوندو. انهيءَ سبب 'ڪنگوءَ وارو کوڙ' معنيٰ تمام گهڻو کوڙ.

(ب) ”واڇان“ نالي هڪ ڪم عقل زال تي ڳڌري آهي. جا پالي پرندي هئي ٻرڻ ۾، ۽ آلا ڇيتا نوڙيءَ ۾ ٻڌندي هئي! انهيءَ سبب ”واڇان“ معنيٰ چري. ٻهاڪو آهي ته ’چريا ڏيئي چارِ واڇان ونجي هڪڙي‘. يعني هڪڙي واڇان چئن چرين جي برابر آهي. اهڙيءَ طرح سڄيءَ سنڌ ۾ ڪيترا اصطلاح ۽ ٻهاڪا ڪن اسٿاني ڳالهين تان نهيل آهن. وڌيڪ مثالن لاءِ ڏسنو مصنف جو جوڙيل ڪتاب ’ٻهاڪن جي پيڙهه‘ ۽ ”گلقند“ ڀاڱو ٻهريون ۽ ٽيون.

## لاڙيءَ جون حدون

۱۲۰- سنڌ جو ڏاکڻو ڀاڱو جو وچولي جي هيٺان آهي ۽ وڃي سمنڊ سان لڳو آهي، سو لاڙ سڏجي ٿو. لاڙ جا ٻه ڀاڱا آهن: هڪڙو حيدرآباد ضلعي وارو لاڙ، جو بدين ۽ ٽنڊي باگي کان وٺندي بلڙي شريف، تعلقي گونيءَ تائين آهي. اتان ڪوهه ڏيڍ پري ميرپور بٺوري تعلقي جي جهوڪ شريف (ميران پور) ۾، شاهه عنايت صوفيءَ جي درگاهه آهي. انهن ٻن نامور درگاهن جي وچ کان وٺي، ڪراچي ضلعي جو سمورو ڏاکڻو ڀاڱو، جو ڪيٽي بندر ۽ ڪراچيءَ طرف لڙي اچي سمنڊ سان لڳو آهي، سو ڪراچي ضلعي وارو لاڙ آهي. انهن ٻنهي ضلعن جي لاڙ جي ٻولي ”لاڙي“ ڪوٺجي ٿي.

لاڙ معنيٰ لڙيل يا هيٺاهون ڀاڱو. ان جو ضد آهي سرو، معنيٰ مٿيون يا اتر وارو ڀاڱو. اڳي ڪڇ جي رڻ ڏي سمنڊ هو، جنهن جو پاڻي بدين تعلقي جي پرڳڻي ڳهاري شيخيائيءَ واري رڻ ۾ ايندو هو، جنهنڪري بدين تعلقو به سمنڊ سان لڳو پيو هوندو هو (ڏسو صفحو ١٤) هاڻي اوڀرين سمنڊ ڪونهي، تڏهن به اهو ڀاڱو اڄا تائين لاڙ سڏجي ٿو.

## لاڙي ٻوليءَ جو درجو

۱۲۱- لاڙ جي ٻوليءَ تان اسان جا ڪيترا ماڻهو کلندو ڪندا آهن، ۽ سنڌ جي ٻين هنڌن جي ٻوليءَ کان

ان جو درجو گهٽ ليکيندا آهن. حقيقتؤن لاڙ ۾ رکيو هندن جي ٻولي ڪڇي آهي، جو انهن مان ڪيترا لاڙ جا اصلوڪا رهاڪو آهن ۽ سنڌين ٻوليءَ تي دراوڙي ۽ داردڪ (ڪشميري وغيره) جو اثر ٿيو آهي. لاڙ ۾ جيڪي مسلمان آهن، تن مان بلڙي شريف ۽ ٽکڙ شريف وارا سيد توڙي سيد ساجن سوائي ڪوڇي (ٽنڊي باگي طرف) واري جو اولاد علوي سيدن مان آهن، جن جو شهر 'متعلوي' (متياري) هالا تعلقي ۾ آهي. انان لڏي پوءِ هتي اچي رهيا هئا. اهڙيءَ طرح ٺٽي طرف جا ڪيترا سيد ۽ ٻيا مسلمان ارغونن جي صاحبين ۾ ٻين هنڌان لڏي اتي اچي رهيا هئا. اهي لاڙ ۾ پوءِ آيا، تنهنڪري سنڌين ٻولي، لاڙ جي اصلوڪن رهاڪن جهڙي ڪڇي ڪانهي، پر انهن کي به اتي آئي گهڻئي ورهيه ٿي ويا آهن، تنهنڪري هن وقت لاڙ جي هندن توڙي مسلمانن جي اچارن مان لاکوپو رکندڙ ڪي اهڙيون علحديون ڳالهيون آهن، جي سنڌ جي ٻئي ڪنهن به پاڱي جي ٻوليءَ ۾ ڪينهن، جنهنڪري لاڙيءَ جو ڌار دفعو ليکجي ٿو. ان ۾ ڪيترا لفظ ۽ اصطلاح به علحدا آهن. شاهه جي رسالي ۾ جيتوڻيڪ عربي، فارسي، نج سنسڪرت ۽ پراڪرت ۽ نج سنڌي لفظ گهڻا آهن، ته به لاڙي لفظ به ڪيترائي آهن ۽ اچار ته سمورا لاڙي اٿس، جنهنڪري ائين چئي سگهجي ٿو، ته سڄو رسالو لاڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. انهيءَ سبب گهڻا مثال رسالي مان ڏيا، پر انهن ڳالهين جي ذڪر ڪرڻ کان

اڪي ڪي تاريخي حقيقتون ڄاڻائجن ٿيون، ته سمجهڻ
سولو ٿئي، ته ڇو ٻين هنڌن جي ٻوليءَ کان لاڙ جي
ٻوليءَ جو نمونو نرالو ٿيو آهي.

## لاڙ ۾ دراوڙ

١٢٢- قديم زماني ۾ سنڌ ۾ دراوڙ رهندڙ هئا ۽ هن وقت
به اوڏ ۽ ماڱر (ماڇر) ذات جا مهاڻا رهندا آهن (صفحو ٢٠).
اهي سنڌ جي آڳاٽن دراوڙن جو اولاد آهن، نه ڪي ڏکڻ
هندستان کان آيا، سا هڪ ڳالهه. اِترو معلوم ٿئي ٿو
ته ڪيترن صدين کان سنڌ، ڪڇ ۽ گجرات جا ولنجارا
ملبار طرف وڻج واپار لاءِ ويندا هئا. اڄ به مغلين تعلقي
جاتي، ڪڇ ڀڄ ۽ گجرات طرف جا ميربحر دنگيون
هاڪاري ملبار طرف وڃن پيا. هن وقت لاڙ ۾ ڪي
مهاڻا آهن جي ماڱر (ماڇر) ذات جا آهن. انهيءَ ذات
وارا مهاڻا ملبار ۾ به گهڻا آهن.

تون سمو، آءٌ ڪنڌري مون ۾ عيب جڙءِ.
ٻسي راتين روءِ، ميتان ماڱر مٿين. (شاهه)

سنڌ جو حاڪم ڄام تماچي سمي گهراڻي مان هو،
سو نوريءَ نالي هڪ مهاڻي، ذات جي ڪنڌري پرڻيو
هو. مٿين بيت ۾ شاهه صاحب نوري مهاڻيءَ کي 'ماڱر'
سڏيو آهي. اهي ماڱر ذات جا مهاڻا ڪنجهر ڍنڍ ڏي
هئا، جا هيلايا، تعلقي ٺٽي ۾ آهي. ان وقت سمن جي
گاديءَ جو هنڌ 'ساموئي' هو، جو اڄ هڪ ننڍڙو ڳوٺ
ٺٽي کان ڏيڍ ڪوهه پري مڪلي ٽڪريءَ جي اتر طرف،
بنهه ڇيڙي تي آهي، ڄام تماچيءَ ۽ نوريءَ جون تربتون

اڄ تائين اتي آهن. اڳي درياهه اتان وهندو هو. ان وقت ٺٽي جو شهر اڃا ڪونه وسيو هو ۽ سجاول وارو پاسو سنڌونديءَ جي پاڻيءَ هيٺ ٻڏو پيو هوندو هو. انهيءَ سموري اراضيءَ ۾ ماڳر ذات جا مهاڻا رهندا هئا، جي ماڻهن کي اتان پتڻ لنگهائي پار ڪندا هئا. سجاول پاسي 'ماڳر' بدران عام طرح چون 'ماڇر' يعني ''ڳ'' کي مٽي 'ڇ' ڪيو اٿن، نه ته لفظ ماڳيوئي آهي ۽ دراوڙي بنياد جو آهي. بنيادي معنيٰ اٿس ٻار ڪندڙ يعني مهاڻو. اهي ماڇر يا ماڳر ذات وارا هن پاسي ايترا گهڻا هئا، جو اڄ به سڄو سجاول وارو پاسو سنڌن نالي پٺيان 'ماڇر' سڏجي ٿو. سجاول ۾ 'ماڇر' نالي هڪ ڏنڊ به آهي. انهن اڳاٽن مهاڻن جو اولاد اڄ تائين سجاول طرف جنهن ڳوٺ ۾ رهي ٿو، سو ڳوٺ به سنڌن نالي پٺيان 'ماڇر' سڏجي ٿو.

## لاڙ ۾ جوهيير يا جبيرو

١٢٣ـ قديم زماني کان وٺي لاڙ جو پاسو وڻج واپار ڪري مشهور هو، تنهنڪري جيڪي قومون ٻاهران ٿي آيون تن جي گهڻي ڌم اوڏهين هئي. ڪلجگ شروع ٿيڻ وقت ڪي پشاچ لوڪ داردستان ۽ ڪشمير طرف آيا، جن مان پوءِ ڪن پنجاب ۽ سنڌ ۾ به اچي ٻٽڪون وڌيون، ۽ سنڌين ٻوليون هينئر داردڪ ٻوليون سڏجن ٿيون (صفحو ٣٥). انهن لوڪن مان ڪي اڄ تائين ڪراچي ضلعي واري لاڙ ۾ آهن.

سميون ڪري سينگار، راءُ ريجهائڻ آئيون،
چام هڻن ۾ چار، چلي جهيرن وچ ۾. (شاهه)

ڇبير ذات جا مهاڻا آهن، جن کي جهبير، جهبيل، جبير ۽ جبيل به چون ٿا. اهي هينئر به ڪشمير ۽ پنجاب طرف ججهي تعداد ۾ آهن. سمن جي صاحبيءَ ۾ توڙي شاهه صاحب جي وقت ۾ اهي شايد ڪنجهر ڍنڍ ڏي ساڳر (ماڇر) ذات وارن مهاڻن سان گڏ رهندا هئا؛ جنهنڪري مشهور بيت ۾ شاهه صاحب سندن نالو به آندو آهي. اهڙيءَ طرح داردڪ ٻولين ڳالهائيندڙن مان ڪي ٻيا به لاڙ ۾ هوندا ته عجب ڪونهي. لاڙي ٻوليءَ مان ايترو ظاهر آهي، ته ان تي ڪجهه اثر دراوڙي ٻولين جو ۽ ڪجهه اثر ڪشمير طرف جي داردڪ ٻولين جو گهڻو ٿيو آهي، تنهنڪري انهيءَ جي اثر جو ڏار ذڪر ڪجي ٿو.

## لاڙيءَ تي دراوڙي اثر

١٢٤- دراوڙي ٻولين ۾ وسرگ (Aspirates) يعني 'هه' جي اچار وارا اکر ڪينهن؛ پر آرين جي سنسڪرت توڙي پارسين جي زند اويستا ۾ آهن. آرين جي سنگ ۾ دراوڙ لوڪ سنسڪرت سکيا، پر پورا اُچار ڪرڻ نه ايندا هئن، جنهنڪري وسرگ اکر مان بنيادي اکر ڪڍي باقي 'هه' جو اچار بچائيندا هئا. اهو رواج پوءِ پراڪرت ۾ اهڙو زور ٿيو، جو پراڪرت ڳالهائيندڙن اهڙن اکرن کي جڙ ته مرڪب اکر ڪري ٿي ليکيو. خود سنسڪرت ۾ ڪن لفظن جي حالت ۾ ائين ٿيو. قديم سنسڪرت ۾ 'گهن' معنيٰ هڻڻ يا مارڻ. انهيءَ

’ڪهن‘ لفظ مان ’ڪ‘ نڪري ويو، جنهنڪري هاڻوڪيءَ سنسڪرت ۾ ’هن‘ معنيٰ مارڻ، جنهن مان سنڌي لفظ ”هڻڻ“ ٺهيو آهي. ساڳيءَ طرح قديم سنسڪرت ۾ ’ڪريپ‘ معنيٰ جهلڻ، جنهن جو اچار هاڻوڪي سنسڪرت ۾ آهي ’ڪرهه‘ جنهن مان ڪرهڻ لفظ ٺهيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جهلڻ يا جهاجهڻ. انهيءَ ’ڪرهڻ‘ لفظ جو اچار لاڙ ۾ آهي ’ڳرهڻ‘، جنهن مان ’ڳرهيو‘ ۽ ’ڳيڙو‘ لفظ ٺهيا آهن.

”سيخن ماهه پچاءِ جي نالو ڳيڙاءِ نيهه جو“. (شاهه)

هتي ’ڳيڙاءِ‘ معنيٰ تو ڳرهيو يا ورتو. هيءُ لاڙ جو لفظ آهي. ساڳيءَ ريت ’سکيو‘ جو اچار قري ٿيو ’سهيو‘ يعني ”ک“ مان ’ڪ‘ نڪري ويو، جنهنڪري باقي ’ه‘ جو اچار رهيو.

’سهيو سکيو جنڊڙو وڏءَ چيري ۾ چاڻي‘.

اهڙيءَ طرح دراوڙي ٻولين جو اهو اثر سڄيءَ سنڌي ٻوليءَ تي ظاهر بيٺو آهي، پر لاڙ جي ماڻهن جي ملبار طرف جسي دراوڙن سان لڙهه وچڙ پوءِ بہ هلي آئي ۽ اڄ تائين هلي اچي. ماچر ذات جا مهاڻا جي اصل ملبار طرف جا آهن سي جججهي تعداد ۾ هتا ۽ اڄ تائين لاڙ ۾ آهن، تہ سياورڪ طرح دراوڙي ٻولين جو لاڙي تي ڪجهہ سرس اثر ٿيو آهي- مثلاً

’مونهائي اڳي، گهڙو سيپ گهڙا ڪٽي‘.

’مونهائي اڳي‘ معنيٰ سون ڪان ٿي اڳ ۾. هتي ڏسو تہ ”ڪان“ حرف جر مان بنيادي اکر ”ڪ“ ڪيئي،

باقي رکيو "ھ" جو اچار ٻڌائڻو آھي (ک=ڪ+ھ).
-اڳيءَ طرح شاھ جي رسالي ۾ ڪيترن ھنڌ 'توڪان'
بدران 'توھان' ۽ اوھان ڪان' بدران *'آنھان' لکيل
آھي- مثلاً

"ساريان ڪان سرير ۾ طاقت توھان ڌار"
توھان معنيٰ توڪان. 'آن اھيان آنھان ڌار'. 'آنھان'
معنيٰ 'اوھان ڪان'. ھن ريت 'ڪان' بدران 'ھان' چوڻ
جو رواج سڄيءَ سنڌ ۾ لاڙ ڪان سواءِ ٻئي ڪنھن به
ھنڌ ڪونھي. ھي دراوڙي ٻولين جو اثر آھي.

## لاڙيءَ تي داردڪ ٻولين جو اثر

١٢٥- داردڪ ٻولين ڳالھائيندڙن ۾ اھڙن وسرڳ
اکرن بابت قاعدو ئي الٽو آھي.

سر گريئرسن ڄاڻايو آھي تہ ڪشمير طرف داردڪ
ٻولين ۾ نرم وسرڳ اکرن (Sonant aspriates) گھ،
جھ، ڍ، ڌ ۽ ڀ ڪي اوسرڳ Disaspirate ڪندا
آھن، يعني منجھائئن 'ھ' جو اچار ڪيڏي ڇڏيندا آھن.
اٿين بہ ڪولي چوو اٿس تہ لاڙي ٻولي انھيءَ ڳالھ ۾
داردڪ ٻولين سان مشابھت رکي ٿي. ان لاءِ ھيءُ مثال
بہ ڏنا اٿس:

گھ- ڍگھو بدران چوڻ ڍگو، گھٽو بدران چون گٽو،
گھر بدران گر ۽ گھوڙو بدران گورو.

جھ- جھجھو وجھوس بدران چون ججو وجوس put no him
ڍ- ڪڍ بدران ڪڍ، ننڍو بدران ننڊو ۽ ريڍار بدران ريڊار.
ڙھ- چڙھيو بدران چڙيو ۽ ماڙھو بدران مارو (ماڻھو).

ڏ- ڏيءَ بدران ديءَ، لڏو بدران لدو ۽ ٻنڌ بدران ٻنده
ٻ- ٻاڻ بدران ٻاڻ، ٻرو بدران ٻريو، ٻيڻ بدران ٻيڻ ۽
ٻوُت بدران ٻوُت.
ٿ- ماٿهو بدران ماٿو، ٻٿهي بدران ٻٿي hte father.
ره- ورهين (ڪان) بدران ورن (ڪان) from years.
وه- اوهين بدران اوين (آئين) ۽ توهين بدران توين (تمين).
ڏسو لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا، جلد اٺون، ڀاڱو ١١
صفحو ١٧٠ ۽ ١٧١.

مٿين مثالن تي ويچار ڪرڻ سان سمجهي سگهجي
ٿو، ته اها عادت ڪجهه قدر اسان ۾ به آهي: مثلاً سنسڪرت
لفظ ڪٽنب بدران ڇٽون ڪٽنب، وليداس بدران ولبداس
۽ مڌ بدران مد يعني شراب.

مهيسر جي مد، جي هٽ هڏهين هوءَ. (شاهه)

هيءَ عادت لاڙ جي ماڻهن ۾ گهڻي آهي ۽ اهو
هڪ مکيه سبب آهي، جنهنڪري لاڙي ٻولي ڪڇي ۽
ڪل جهڙي ٿي پيئي آهي. هنن مثالن مان ٻه-ٽي ڳالهيون
پيون به ظاهر آهن، جن جو ڏار ذڪر ڪجي ٿو.

١٢٦- 'هه' جو اچار-سر گريئرسن جي ڏنل
مٿين مثالن مان معلوم ٿيندو ته لاڙ جا ماڻهو نه رکو
وسرگ اکرن مان 'هه' جو اُچار ڪيڏي ڇڏيندا آهن،
پر 'هه' اکر ڏار هوندو آهي، ته اهو به ڪونه اُچاريندا آهن.
مثال ڏنا اٿس ته 'چڙهڻ' بدران چون 'چڙڻ' ۽ 'ورهين ڪان'
بدران چون 'ورن ڪان'. اها عادت لاڙ جي ماڻهن ۾ سچ پچ

ايتريقدر زور آهي، جو "آهيان" بدران چون "آيان"، "ٻاهر" بدران "ٻار"، "تهلرام" بدران تيلرام، رحمت‌الله بدران "رِيمت‌الا" ۽ "لوهه" بدران "لو". لاڙ جا مسلمان جيتوڻيڪ ايتريقدر "ه" سان ماڇو نٿا ڪن ته به انهيءَ عادت ڪان صفا آجا ڪينهن.

"آئين جي ورن واريون سرتيون، سڏڙيون". (شاهه).

هتي "اوهين" بدران "ائين" ڪم آيل آهي.

"سيخن ماهه ٻچاءِ جي نالو ڳيڙءِ نيهه جو".

هتي مصدر "ڳرهڻ" معنيٰ "وٺڻ" تنهن مان "ڳرهيءِ" بدران "ڳيڙءِ" لکيل آهي.

"آڏا چڪڻ چاڙ، مهجي موج نه سهي مڪڙي". (شاهه)

هتي "چاڙهه" بدران "چاڙ" لکيل آهي.

ساڳيءَ طرح "چاڙهيڪو" بدران "چاڙيڪو" لکيل آهي. اصل صحيح اچار آهن به اهي. ديشي لفظ "چڍئي" معنيٰ چڙهي تو، هتي "ڍ" سنجي "ڙ" ٿيو آهي ۽ "ه" جو اچار آهيئي ڪونه. ساڳيءَ طرح اسين چئون "ڪالهه" پر رسالي ۾ لکيل آهي "ڪال". اهو اصل سنسڪرت لفظ "ڪليه" آهي، جنهن ۾ به "ه" جو اچار ڪونهي.

هيءَ وري ٿئين عادت آهي، جا هن وقت زور وٺندي وڃي ٿي، جنهنڪري ڪيترا مسلمان "آدرياءَ" بدران چون "آڏرياءَ". لاڙ جا هندو "دال" بدران عام طرح "ڏار" چون، پر "دال" جو اچار "ڏال" ۽ "ٻد" جو اچار "ٻڏ" ڪن ٿا. انهيءَ عادت لاڙ ۾ اچا گهڻو زور نه ورتو

آهي، جنهنڪري جتي ”هه“ جو اچار ڪجهه آنبي ٻه ڪونہ ڪن.

١٢٧- ڙ ۽ ر- سر گريئرسن جي ڏنل مٿين مثالن مان هيءَ ڳالهہ بہ ڏسڻ ۾ ايندي، تہ لاڙ جا ماڻهو (خاص ڪري هندو) ’ڙ‘ بدران ’ر‘ چون ٿا. مثلاً ’گهوڙو‘ بدران چون ’گورو‘. گهوڙي تي چڙهڻ بدران چون ’گوري تي چرڻ‘، ۽ گاهہ چرڻ بدران چون ’گا چرڻ‘. مطلب تہ ’چڙهڻ‘ ۽ ’چرڻ‘ ۾ تفاوت ڪونہ رکن. حيدرآباد ۽ لاڙ هڪٻئي سان گڏيا پيا آهن، تہ لاڙ جو اهو اثر حيدرآباد جي هندن تي بہ ٿيو آهي، جن کي بہ ’ڙ‘ ۽ ’ر‘ جي تفاوت جي اڪثر سڌ ڪانہ پوندي آهي، جنهنڪري اثر وارا مثالن ڪلندا آهن. درسي ڪتابن ۾ جيتوڻيڪ حيدرآباد طرف جي سنڌي ڪم اچي ٿي، تہ بہ ان ۾ ڙ ۽ ر جو فرق رکندا آهن.

(الف) ٿ، ٻ ۽ ڊ اکرن ۾ ٿورو ’ر‘ جو اچار آهي، پر لاڙ جا ماڻهو اهو ڪونہ ڪن. (ڏسو صفحو ٩٨).

## لاڙ جي ماڻهن جون ٻيون عادتون

١٢٨- سنڌيءَ ۾ سيڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪا نہ ڪا اعراب آهي، جنهن جو اچار سرحد ڏي چٽيءَ ريت ڪن ٿا، ۽ شڪارپوري آهو سُر سان آچارين ٿا. وچولي طرف ان جو اچار اهڙو اڻلڪيءَ طرح ڪندا آهن، جو ڌاريو ماڻهو سنڌن ڳالهائڻ مان جيڪر سمجهي ڪين سگهي، تہ هرهڪ لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪا اعراب

آهي. لاڙ جا ماڻهو، خاص ڪري هندو، آهو آچار اڪثر ڪونه ڪن- 'هه' جو اچار ته ڪونه ڪن، پر وسرگ اڪرن مان به 'هه' ڪيرو ڇڏين. انهيءَ سبب 'ٻاهه' بدران چون 'ٻا'، ۽ 'ٻاهه' بدران به چون 'ٻا'؛ 'آهه' ۽ 'ماهه' بدران چون 'آ' ۽ 'ما'.

۱۲۹- لاڙ جي هندن توڙي مسلمانن کي لفظن جي آچارن مسائڻ جي عادت به آهي- جهڙوڪ 'پيءُ' بدران چون 'پي' Pe؛ 'چوينس' بدران چون 'چينس'، معنيٰ 'هن کي چئو'. 'ڪاڻ' بدران چون 'ڪيـن'، 'ڪيان' ڪچاڙو؟' معنيٰ 'ڇا ڪان؟' (ڪهڙي شئي ڪان؟).

(الف) لاڙ جي ماڻهن کي 'اِ' ۽ 'اي' جي عادت به گهٽي آهي. 'اچ' ۽ 'وچ' لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ پيش يعني 'اُ' آهي؛ پر لاڙ ۾ انهن لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ زير يعني 'اِ' جو اچار ڪندا آهن، سو به اڌلڪيءَ طرح. 'ڏنائينس' بدران چون 'ڏنينس' ۽ چوينس بدران چون 'چينس' معنيٰ "هن کي چئو". هن ريت به اچار سسيو ننڍڙا ٿيو پون.

(ب) لاڙ جي ٻولين ۾ دارڊڪ ٻولين وانگر 'اِدغام' (Epenthesis) به آهي- مثال:

"گهڙي گهڙو هٿ ڪري چيلهه ٻڌي چونو،
مهجو من مهار کي پـار وچـي پوتو،
"گهوتي ۾ گهوتو، سون کي محب مهار جو". (شاهه)

'پهچڻ' مان 'پهتو'، پر مٿي ٻيءَ سٽ ۾ لکيل آهي 'پوتو'. هتي ڏسو ته لاڙ جي ماڻهن پنهنجي عادت پٽاندر

"ڀهتو" لفظ مان "ھ" جو اچار ڪڍي ڇڏيو آھي، تہ لفظ بچي ھا "ڀَٿُو"- ھتي "ڀ" جي مٿان زبر يعني "آ" ۽ "ٿ" جي مٿان پيش يعني "اُ" جو اچار آھي. انهن ٻنهي جي ميلاپ سان "او" جو اچار پيدا ٿيو آھي، جنهنڪري چون "ڀوتو". ساڳيءَ طرح "ڇهتُو" مان ڇهٿيو، ڀر لاڙ ۾ چون "ڇوڏو". اھڙيءَ طرح ساڳئي لفظ ۾ ھڪ اعراب جو ٻيءَ تي اثر ٿئي ٿو. ھن کي "اِدغام" چئبو آھي. ھيءَ ھڪ سنڌيءَ Euphony جو قسم آھي. ان جو وڏيڪ ذڪر سنڌي "صرف" جي اصولن ڇاڻائيندي ڪبو. ھتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو، تہ اھو بہ ھڪ وڏو سبب آھي، جنهنڪري لاڙ جي اچارن ۾ سوس Contraction ٿي آھي.

## لاڙي وياڪرڻ جون ملڪيون ڳالهيون

۱۳۰- **اسمن جو ڦيرو**- لاڙ جا اچار ڦريل آھن، تنهنڪري اسمن جو ڦيرو بہ نرالو اٿن- جهڙوڪ "ٻيءَ" بدران چون "ٻي" Pe؛ تنهنڪري عام صورت ۾ جمع "ٻيين" (Pen) يعني "ھنن جو ٻيءُ" "زال" جو جمع چون "زاليون"، تنهنڪري عام صورت ۾ جمع "زاليين"- شاھ جي رسالي ۾ ائين آھي:

"ڪنين ڪنين ماڙھيين ڀنئي ڪل ڪائي". -سورٺ

لاڙ ۾ "ماڙھو" بدران چون "ماڙھوُ" (ماڙو)، تہ عام صورت ۾ جمع "ماڙھين".

(الف) "لهر، ساءَ ڙا سنياروِن، لهرن لوڏي نہ مران". (شاھ)

ڪتابي سنڌيءَ ۾ "لهر" جو جمع لهرون يا لهريون

۴ عام صورت ۾ جمع ’لهرڻ‘ (لهر+اُن)؛ ٻر لاڙ ۾
چون ’لهرن‘ (لهر+اِن) يعني ’اُ‘ بدران ’اِ‘ چون ٿا.

عدد- ”ڪارهين ڏينهن ڪرم وريو ويرا ڳين جو“. (شاهه)

ڪراچي ضلعي واري لاڙ ۾ ٻارهن‘ بدران اڪثر
چون ’اڳيارهن‘ يا ’ڳيارهن‘. حيدرآباد ضلعي واري لاڙ
۾ اڪثر چون ’ڪارهن‘، جنهن جو اچار عام صورت ۾
’ڪارهين‘ (ٻارهين) آهي.

”پنجن منجهان پنرهن ٿيا، ائين نا ورق ورن“. (شاهه)

”پندرهن“ بدران لاڙ ۾ اڪثر چون ’پنرهه يا ’پنرهن‘،
جو نج پراڪرت لفظ آهي. ’نوانوي‘ بدران عام طرح
’ودانوي‘ چوندا آهن.

ضمير خالص- ”آن آهيان آنهان ڏار“ آن=مان.
”آن ڪي ساٿ ڏٺوءِ“ آن=اوهان.

مطلب تہ ’آن‘ جو اچار جهڙو ضمير متڪلم ۾
تهڙو ضمير حاضر ۾!

-”آئين پڻ سمهو نا ڪيا“. آئين=اوهين.
”آوءِ فائق ۾ فرمان“- ’هو‘ بدران ’آو‘- جمع ’آوءِ‘.

”فاني ٿيا في الله ۾ هوءِ سين ڪڏيا هوءِ“. (شاهه)
مسلمان ’هو‘ به چون، پر ’هو‘ جو جمع ’هوءِ‘.
”هَن تان لڄ لٿي“- هن جو جمع ’هَنِ‘ (’ن‘ هيٺان زير)
”ہاٿي آڇيو آنِ کي“- آن جو جمع ’آنِ‘(’ن‘ هيٺان زير)
ضميرن جي جمع جوڙڻ جا اهي نمونا لاڙ جا آهن.

**ضمير مشترڪ**- 'پنھنجو' بدران ھندو چون 'پانجو' يا 'پينجو'؛ 'پاڻ' بدران 'پنڊ' ٻه چون.

**ضمير موصول ۽ جواب موصول**- 'جنھن' ۽ 'تنھن' بدران لاڙ جا ھندو چون 'جين' ۽ 'تون' (ڏسو صفحو ٩٧).

**ضمير استفهام**- ڪُهه يا ڪوهه معنيٰ ڇـو، ۽ ڪچا يا ڪچاڙو معنيٰ ڇا؟ (سنسڪرت: ڪمسات+ڙو). اهي ضمير رکو لاڙ ۾ ڪم اچن ٿا.

**صفتي ضمير**- اھڙو، جھڙو، تھڙو ۽ ڪھڙو بدران ھندو چون ايرو، جيرو، تيرو ۽ ڪيرو؛ ايھو-اِءو، جيھو-جھو، تيھو-تھو، ۽ ڪيھو-ڪھو ٻه چون.

"جيھي سا تھي، ٻانھي ٻاروچن جـي،
حجت ھوت پنھون ءَ سين، مون ڪميڻي ءَ ڪيھي" (شاھہ)

**فعل**- ڏنائيمس بدران چون ڏنيمس. ڪائن- ڪيمن.
چھنيو " " چوڻو. ٻھتو- ٻوتو.
آھيان " " آيان. چڙھڻ- چڙڻ.

'اچ' ۽ 'وڃ' جي ٻچاڙيءَ ۾ پيش يعني 'اُ' جو اچار آھي، تنھن جي بدران زير يعني 'اِ' جو آچار ڪندا آھن. 'مارينڊس' ۾ 'د' مٿان پيش 'اُ' آھي، تنھن جي بدران زير يعني (اِ) جـو اچـار ڪـڏيندا آھـن. 'چـو، ڪچا ڪيئي؟' يعني 'چئو چا ڪيئي؟' (چو=چئو).

"طالب ڪئر، سونھن سرس، روميءَ چو آھي". (شاھہ)
'روميءَ چو' آھي معنيٰ 'روميءَ چيو آھي'. (چو=چيو)

ٻر ھن ڪـان وڌيڪ گھوٽالو زمان مضارع ۾ اٿن، جنھن جو ذڪر ڏار ڪجي ٿو.

مضارع- ”چــئــان نئــن چئيج“، چئان=چوان.
”چان ڪ چڙهنديس ڪٽتي“ چان=چوان.
”ڪلهئون ڪورين عاشق عبداللطيف چي“.

هتي ’چوي‘ بدران ’چي‘ ڪم آيل آهي.
”ڪريو مهاڙ ملير ڏي روءِ آئي ۽ چوءِ.“ (شاهہ)
’روءِ‘ معنيٰ ’روئي ٿي‘، ۽ ’چوءِ‘ معنيٰ ’چوي ٿي‘.
هتي ’اي‘ جو اچار ڪهڙي ’اِ‘ ٿيو آهي.
”وچين ويلا هون، سنجهي رهن سمهين،
مهيسي منهن پانهنجو، ڏاران ڏوڙ نہ ڏون“
’هئن‘ (هجن) بدران ڇون ’هون‘ ۽ ’ڏئن‘ بدران ’ڏون‘
”هيڏا هاڃا ٿين، ٻري هن پنيور ۾“.
هتي ’ٿيـن‘ بدران ’ٿين‘ (ٿيي+ن=ن هيٺان زير يا ’اِ‘).
”هوت پنهون ٿا نين- (نيي+ن=ن “ “ “).
”جانب منهنجي جـيءَ ۾ تـوجي طمع ٻـوهہ،
ڪـڻ ڪاتي وڍ اڳـرا، ادب ڪرم ڪـوءِ،
پانيان پال سندوءِ، جي ساڄن سنئون نهارئين“.
هتي ’ٻوي‘ بدران ’ٻوءِ‘ ۽ ’نهارين‘ بدران ’نهارئين‘
لفظ ڪم آيل آهن. ساڳيءَ طرح:

”تون ڏئين، تون لاهئين، تونهين هادي رب“.

اسمن ڪي عام صورت جمع ۾ آڻڻ لاءِ ٻہ اهو ’ائن‘ جو اچار ڪڍيندا آهن، جيئن متي ڇيو ويو آهي.

ظرف ۽ حرف- لاڙ ۾ ڪي ظرف ۽ حرف نرالا آهن:
(١) ”جاڙ جيان ٿي جيڏيون!“ جاڙ معنيٰ اجايو.

(٢) ”آءٌ نماڻي نڪڻي“ نڪڻي– ٻنھ، بلڪل.
(٣) ”مڇو پاڻين گھٽ“ مڇو– متان.
(٤) ”تو ٻڻان“ معني تنھنجي ٻنيان يا ٻرپٺ.
(٥) ’مھنڊ‘ معني ’اڳي‘ ۽ ’مھندان‘ معني ’اڳيان‘.
لاڙ ۾ ’مھنڊ‘ بدران عام طرح چون ’مانڊ‘ معني اڳي، ’مانڊان‘ معني اڳيان.
(٦) ’ڪنا‘ معني ڪان. ’ڪر‘ معني وٽ.
(٧) آءٌ نماڻي نڪڻي– نڪڻي معني ٻنھ، بلڪل.
(٨) ’جيلانھن‘ معني جنھن لاءِ، ۽ ’تيلانھن‘ معني ’تنھن لاءِ، تنھن سبب‘.
(٩) ’مَل‘ معني ’وٽ‘ ۽ ’ملاءِ‘ يا ’ملان‘ ’وٽان‘
”پينڊري ملاءِ لڳس ڪان ڪپار ۾“.
اِتان، تتان، جتان ۽ ڪتان بدران اِٿان، تٿان، جٿان ۽ ڪٿان چون (ڏسو صفحو ٨٨). لاڙ ۾ ٻروچن جو پير گھٽو ڪونھ پيو، تہ بہ ھنديءَ واڱر لفظن جي وچ وارو ’ت‘ اکر، آني ڪيڏو ڇڏين.

ضميري پڇاڙيون– تنھن ”ڪنھ ڪريان ڪيٺانِ، ساھ ويو سيٺانِ“.

لاڙ ۾ ’سان‘ (حرف جر) بدران چون ’سين‘؛ ۽ ان جي پٺيان ضميري پڇاڙين گڏڻ مھل ’سين‘ بدران ’سيٺ‘ چون– جھڙوڪ ’سيٺان‘ معني ’ساڻن‘ يا ’ھنن سان‘– ساڳيءَ طرح، ڪِٺِ= ڪي؛ ڪٺم= مون ڪي، ڪٺءِ= تو ڪي؛ ڪٺس= ھن ڪي؛ ڪٺن= ڪِين؛ ڪيٺاس= ڪِيس يا ھن ڪي

”ڪير ڄاڻي ڪن جي، ڪير ڄالي ڪيڏاس.“

رسالي جون اهڙيون نحوي بناوتون ڏسي، ٿيون ساڳيو ڪواريءَ جيڪر منجهي پوي.

(الف) ”جيڏيون ڏٺيان جي، صورت ساهڙ ڄام جي“.
ڏٺيان معنيٰ ڏٺي آنءُ، يعني اوهان ڏٺي (صورت).

”ڏٺان جي ٻروچ، مون جٺن هوت اکين سين،
مون کي چيان لوچ، پاٿا پيئيون چيرين.“
ڏٺان معنيٰ ڏٺو آنءُ، يعني اوهان ڏٺو (ٻروچ)؛
چيان معنيٰ چيو آنءُ، يعني اوهان چيو.

ڏٺيان (صورت) جنس مونث. ڏٺان (ٻروچ) جنس مذڪر. هن طرح فعل جي پڇاڙيان ”آنءُ“ ضمير کي پڇاڙيءَ وانگر ڪم آڻڻ جو رواج رڳو لاڙ ۾ آهي.

## لاڙيءَ جا علحدا لفظ ۽ اصطلاح

١٣١- لاڙ ۾ ڪيترائي علحدا لفظ ۽ اصطلاح ڪم اچن ٿا. ڪن جا رڳو اچار ڌريل آهن- جهڙوڪ:

آپ=آپ. آٺاٺو=آچار، ڪٽڻ. آهڻ=چالڻ.
آڙيڪو=ڪنڊو. ٻهڳٽو=داپلو. ٻنون=وچون.
ڏولڙا=جڻون، گهنڌا. جانڪڻ=سنيالڻ. ڏرڪڻ=چڙهڻ، چنبڙڻ.
ڏار=دال. ٻڪڙيو=آنگر کو. کرمٽ=ٽولڙا. کولائي=ڦيرائي.
لسڻ=ٿوم. ليس=حاضر، تيار. سيٽ=پيٽ، ڌڙ. نمرو=خوش، چڱو ڀلو. ونڊيرُ=سينيون، صاحب.

”پنهونءَ پيڪان پچنديا“ پچنديا= آچليا. (شاهه)

"ٻاهو ڪين ڏسن" ٻاهون = ٻيهان. (شاهه)
اهڙيءَ طرح رسالي ۾ ته ڪئين لفظ لاڙ جا آهن.

"لِڪ سينءَ يا ٻوري سينءَ" معنيٰ ٿوري وقت تائين.

ڪيڙي اڪر؟ — ڪهڙي حساب؟ يا ڇا جي ڪري؟

لَڪ لانچڻ معنيٰ ڪم ڪشڻ. وي ڏو ھائن — ولڄ ڪرڻ.

١٣٢ — "ڪهرتني جي ڪير ساٿ جني جي سڄيون." (شاهه)
ڪير معنيٰ وڌائي يا مبارڪ — پٽ چمڻ يا ٻئي ڪنهن شڀ ڪارج ٿيڻ تي وڌائي يا مبارڪ ڏيڻ مهل ڪير ورهائيندا هئا. ڪيرون ڏيڻ معنيٰ واڌايون ڏيڻ. حيدرآباد ضلعي واري لاڙ ۾ مسلمان جڏهن ڪنهن کي ڪنهن ڳالهه تان واڌايون يا مبارڪون ڏين، تڏهن چون: "ادا ڪيرون"! اڳلو ورالئيءَ ۾ چوي "شڀ ڪيرون" يعني "چڱيون واڌايون" "شڀ" نج سنسڪرت لفظ آهي، پر لاڙ جا مسلمان اهو عام طرح ڪم آڻيندا آهن.

١٣٣ — لاڙ جي مسلمان ڳاسين ۾ ڪيترا اهڙا لفظ ۽ اصطلاح عام آهن، جي نه اتي جا هندو ۽ نه سنڌ جي ٻئي ڪنهن پاڳي جا هندو يا مسلمان ڪم آڻين ٿا. چون "ٻندي موڙي اٿيئي؟" يعني ماني کاڌي اٿيئي؟ اڪري معنيٰ موجب "ٻندي سوڙڻ" معنيٰ (مانيءَ جي) ٽڪر کي مروڙو ڏيڻ يا ڀڃڻ ۽ ٻوءِ معنيٰ ٿي ڪرهه ڀڃڻ يا ماني کائڻ. "نر هڻڻ" معنيٰ ڳالهو وجهڻ يا نقصان پهچائڻ: جهڙوڪ ڪو ڪاسي، اڄ روز جيتري ڪم ٿي سڄو روز لڳائي نقصان وجهي ته چون ته "نر هنيائينس" — اهڙيءَ طرح منڇر ڍنڍ وارن مهاڻن ۾

۾ ڪيترائي لفظ ۽ اصطلاح عام آهن، جي رڳو هو پاڻ ۾ سمجهندا آهن، باقي ٻيو ڪو مشڪل سمجهي سگهندو. يوروپي لوڪن ۾ به اُٿين خلاصين جي ٻولي نرالي آهي، جا هو پاڻ ۾ سمجهن، باقي ٻين کي سمجهڻ مشڪل ٿيو پوي.

## لاڙي ٻوليءَ جو نمونو

١٣٤- لاڙ ۾ ڳالهيون ڪيئي کي سڌ ڪرڻ مهل "لئي: لفظ ڪم آڻيندا آهن. جهڙوڪ: "لئي، ڪاڪڙيءَ ما (مان) "لوجريون ڪيون ٿيئي؟"- ٻچيءَ جون ڪرڙيون تن کي 'لوجريون' (لوجهڙيون) چون- 'لئي، ڪڙ جي مٿيان ڪجائين يعني 'ادي، گهر جي سنڀال ڪجائين.' ڪنهن شخص چيو ته 'گوري تان پيس چڙهي، ڏڪ اچي ويم' يعني گهوڙي تان ڪري پيس، ته ڏڪ اچي ويم. سنڌن اهڙن آچارن سبب ڪيترا ماڻهو لاڙي ٻوليءَ تان کلندا آهن.

## ٿرپليءَ جون ٻوليون

١٣٥- ٿرپارڪر ضلعي جا طبعي ڀاڱا ۽ آهن: هڪڙو 'ڊِٽ' يعني ٿر يا واريءَ وارو ڀاڱو، ۽ ٻيو 'پٽ' يعني ڏاڍيءَ زمين وارو ڀاڱو، جنهن ۾ سڄو نارو ڊويزن اچي وڃي ٿو. اهو ميرپورخاص وارو پاسو اصل حيدرآباد ضلعي سان لاڳو هو ۽ اتي ٻولي به حيدرآباد طرف جهڙي ڳالهائين ٿا، تنهنڪري ٻوليءَ جي مطلب لاءِ سڄي ناري ڊويزن جي ٻولي وچولي جي دفعي ۾ ليکڻ کپي. هاڻوڪو ٿر ڊويزن يعني ڏيپلو، مٺي، ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر تعلقا ۽ ٿر جو آبادي گاديءَ جو هنڌ آمرڪوٽ ٿر ۾ سمجهڻ کپن. انهن پنجن تعلقن ۾ جيڪا سنڌي ڳالهائن ۾ اچي ٿي، تنهن کي 'ٿرپلي' يعني ٿر* جي ٻولي سڏجي ٿو.

## ٿر جو تاريخي احوال

١٣٦- سڄي ٿر ڊويزن ۾ رکو ننگرپارڪر وارو پاسو قديم زماني ۾ وسيل هو، جو مهراڻ يا هاڪڙي جي شاخ

---

*سنسڪرت 'ستل' معنيٰ 'بيٺل' يا 'نه وهندڙ'، يعني خشڪ ملڪ (جتي دريا، ڪونهي). انهيءَ 'ستل' لفظ جو اچار اول ڦري ٿيو 'ٿل' معنيٰ ڏاڍي زمين (ضد- 'جل' معنيٰ پاڻي)، ۽ 'ٿل' جو اچار ڦري ٿيو 'ٿر'.
"جر ٿر تک تنوار، وڻ ٽڻ واڻي هڪڙي". (شاهه)

بهاولپور رياست وٽان ڦيرو ڪري، ٿر ڏانهن لوني نديءَ سان اچي ڳڌبي هئي، جنهنڪري ننگر پارڪر تعلقي ۾ ڪوٽ ويرا واهه جي ويجهو پاري ننگر نالي هڪ وڏو بندر هو؛ جنهن بابت ڪئپٽن ويڪس پنهنجي ڪتاب "ٿر جو احوال" ۾ چاڙهيو آهي، ته اهو عيسوي ٻارهينءَ صدي ۾ ڀڳو هو. اڄ تائين جين ڌرم وارن جي ڀڳل مندرن جا نشان ظاهر آهن. عيسوي چوڏهين صديءَ ۾ جڏهن سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جو راڄ هو، تڏهن سوڍن راجپوتن اهو ننگر پارڪر وارو پاسو اچي وسايو. رفتي رفتي اهڙو زور ٿيا، جو سومرن جي صاحبيءَ هوندي به امر ڪوٽ جو قلعو پنهنجي قبضي ڪيائون. عمر سومري جي ڏينهن ۾ امر ڪوٽ وري سومرن جي هٿ ۾ آيو؛ پر تنهن کان پوءِ وري راجپوت زور ٿيا ۽ سڄو ٿر وسايائون. ٿر جو اتر وارو پاسو "ڪاڻر جو ٿر" سڏبو هو، ۽ ڏاکڻو پاڳو ڪڇ جي رڻ ڏانهن "پاڙر جو ٿر" سڏبو هو؛ ۽ انهن ٻنهي ٿرن جي وچ وارو پاڳو "ڊيٺ" ڪوٺبو هو. سڄي ٿر جي گاديءَ جو هنڌ امر ڪوٽ جو شهر هو. همايون پادشاهه سنڌ ۾ آيو ته امر ڪوٽ جي راڻي قلعو خالي ڪري ڏنس، ۽ انهيءَ قلعي ۾ اڪبر بادشاهه ڄائو هو. انهن سوڍن راجپوتن ڏهپلو، مٺي ۽ ڇاڇرو به وسايا. مطلب ته اهي ٽيئي تعلقا ڪلهوڙن جي صاحبيءَ کان اڳي وسيل هئا. هن وقت به ٿر ۾ راجپوت، ڪيراڙ، لهاڻا ۽ ٻيا هندو گهڻا آهن ۽ مسلمان ٿورا آهن.

## ٿر جا آچار

١٣٧- ڏيپلي تعلقي جا ميمڻ اصل ننگرٺٽي ۾ رهندا هئا ۽ سوڍن جي صاحبيءَ ۾ هن پاسي اچي رهيا. لاڙ جي ماڻهن وانگر "هه" جو آچار اڪثر ڪونه ڪن. "ر" ۽ "ڙ" جي تفاوت جي به گهٽي سڌ ڪانه هوندي اٿن. تنهنڪري، جهڙو تهڙو ۽ ڪهڙو بدران اڪثر چون جيرو، تيرو ۽ ڪيرو. ٿر جا هندو، مينگهواڙ ۽ ٻيا "هائو" بدران اڪثر چون "هوئي" (YES) ڏيپلي جي ميمڻن کي "هه" جو آچار اڪثر ڪونه اچي، تنهنڪري "هائو" لفظ ڪونه چون، پر نڙيءَ مان ٿورو ڪنجهڪار جهڙو آواز (آ آن) ڪندا آهن.

(الف) ٿر جا کتري، لهاڻا، مينگهواڙ وغيره منڍي بدران منڍري، پٽ بدران پٽر ۽ کيٽ بدران کيتر چوندا آهن، جنهنڪري چئبو ته سندن اچار سنسڪرت کي گهڻو ويجها آهن. ٻيءَ بدران "پيئو" معنيٰ ابو يا بابو.

(ب) ٿر جا هندو توڙي مسلمان لفظن ۾ نڪ جو آچار گهڻو نه ڪندا آهن: جنهن، تنهن ۽ ڪنهن بدران چون جهن، تهن ۽ ڪهن. باقي ٿر جا هندو 'کائڻ' بدران چون 'کانوڻ' جهڙوڪ چون ته "کاوڻ کان وڌندي ماني نه ڏي" يعني جيتري ماني کائي سگهبي تنهن کان وڌيڪ نه ڏي.

## ٿريلي جي وياڪرڻ جون ٻيون علحديون ڳالهيون

١٣٨- ٿر ملڪ هڪ پاسي ڪڇ ڀڄ ته ٻئي پاسي راجپوتانا جي حدن سان لڳو پيو آهي ۽ اتي جي ماڻهن

جي ٻان ۾ اڙهه وچڙ گهڻي آهي، تنهنڪري ٿر جي ٻوليءَ تي انهن پاسن جي ٻولين جو ڪجهه اثر ٿيو آهي.

**زور پيدا ڪندڙ حرف Particle of Emphasis**

گجراتيءَ ۾ 'ايڪ' معنيٰ هڪ ۽ ايڪج معنيٰ هڪڙو ئي يا رڳو هڪ. ٿر جا هندو به ائين لفظن جي معنيٰ کي زور پيرائڻ لاءِ اُها ساڳي ''ج'' پڇاڙي ڪم آڻيندا آهن- مثلاً ٿريلي ۾ ''اڳو'' معنيٰ ''اڳيرو'' ۽ ''اڳوج'' معنيٰ اچا اڳيرو.

**اسم خاص-** ڪڇي ۽ مارواڙي ''گڻيش'' بدران چون ''گڻيشيو'' ۽ ''جيسو'' بدران چون ''جيسيو''- مطلب ته ماڻهن جي نالن پٺيان ''يو'' پڇاڙي گڏيندا آهن. ٿر ۾ به ڪيترين حالتن ۾ ائين ڪندا آهن- مثلاً: هڪ ميگهواڙ جو نالو ''پورو'' تنهن جي بدران چون ''پوريو'' ۽ ''ڏيپو'' بدران چون 'ڏيپو'* ڪن مسلمانڪن، نالن پٺيان به اها ''يو'' پڇاڙي گڏين ٿا- مثلاً: 'سومار' بدران چون ''سوماريو''.

ٿر جا ڪيرڙا پنهنجن نالن پٺيان اڪثر ''شاهه'' لفظ گڏيندا آهن- مثلاً: ڪيول شاهه، پمت جڳو شاهه- اهو نمونو گجرات جي ڪيراڙن کان ورتو اٿن.

* ڏيپلي جي شهر توڙي تعلقي تي ''ڏيو'' نالي هڪ ميگهواڙ جو نالو پيل آهي، جو اول هن اتي هڪ کوهه کٽائي پنهنجو توڙي پين جو سهنج ڪيو هو. هن حالت ۾ ''يو'' بدران ''لو'' پڇاڙي ڪم آيل آهي، جنهنڪري ''ڏيپلو'' چئجي ٿو.

ضمير (۱) ٿر جا هندو "مون" بدران 'مين' چون، مثلاً 'مين وٽ' معني مون وٽ، "مين سان ڳالهه" معني مون سان ڳنڍ. تنهنجو بدران "تين جو" ۽ پنهنجو بدران "پانجو" چون ٿا. هي پويان مثال ڏيکارين ٿا ته ٿر جي ٻوليءَ تي ڪڇ ۽ لاڙ جي ٻولي جي ڪجهه ڇاپ پيل آهي، پر سيڪنهن حالت ۾ ٿري ماڻهو 'هم' جو اچار ڪڏهن ڪين ڇڏين. مثلاً "اها ڏم ڪيهائي؟" يعني اها ڏام ڏوم (ناچ ڳائي جي) ڇاجي ڪري آهي؟ ڪيهائي معنيٰ ڪهڙي.

(۲) "آپاڻ کي ڪيسي ڪرڻي" "آئون راجي ٿيون لائق آهي"، يعني پاڻ کي (اسان کي) خوشي ڪرڻ راضي ٿيڻ جڳائي. اهڙيءَ طرح 'پاڻ' بدران 'آپاڻ' لفظ ڪم آڻين ٿا، جو نج پراڪرت لفظ آهي. پر هنڌ اڳياڙيءَ وارو "آ" جو اچار ڪڏهن ڇڏيو آهن، پر ٿريلي اهو اڄ تائين قائم رکيو پيئي آهي.

صفت - 'چڱو' بدران عام طرح چون "پلو". "مور پلو ليئو"، يعني ڀنهن چڱو يا اڇو وڳو - 'ليئو' معنيٰ وڳو يا پوشاڪ. 'گهڻو' بدران عام طرح چون 'گهڻ' - مثلاً "گهڻ ڏينهن نه ٿيا"، يعني 'اڃا ٿورائي ڏينهن ٿيا' (گهڻا نه).

ڪردنت - 'ڪائڻ' مان اسم حاليو 'ڪائيندو' پر ٿر جا هندو چون 'ڪائندو'. ساڳيءَ طرح 'چاهڻ' مان 'چاهيندو' پر ٿري چون 'چاوندو'.

**فعل -**

”ڪين ڏر تتي ماءُ، ڪين ڇر سنڌي سڄڻين،
وَهي ۾ واجهاءُ، ٻنهي ڇيرن وچ ۾.“ (شاهه)

”وَهي ۾ واجهاءُ، يعني هلي ٻه پيئي يا ٻنڌ ۾ پيئي ڪري، ۽ واجهائي ٻه پيئي- تر ۾ ’وَهڻ‘ لفظ عام طرح ’هلڻ‘ جي معنيٰ سان ڪم آئيندا آهن؛ ٿر ۾ هڪ مسلمان کان پڇيو ويو ته فلاڻو ڪٿي؟ چي، ’وراڻو تائين هتي ٿيو هو، پوءِ وَهيو ڏيهلي‘. يعني ٽيهري، تائين هتي هو، پوءِ ڏيهلي هليو ويو. وراڻو معنيٰ ٽيهري ۽ ’وهيو‘ معنيٰ هليو- ٻئين مثال مان هيءَ ٻه ڏسڻ ۾ ايندو ته ”هو“ بدران ”ٿيو هو“. ٿر جا هندو ”ٿيو“ بدران چون ”ٿيوڻ- مثلاً؛ ”اُئين نه ٿيڻ گهرجي“، يا چون ته ”جيڪي ٿيوڻو آهي، سو ٿيندو“. ”ٿيوڻو“ معنيٰ ”ٿيڻو“ هي ڪيڪي ۾ مارواڙي نمونو آهي.

(الف) ”آکڻ“ معنيٰ ”قبول پوڻ“ تنهن مان ”آکهيو“، پر ”اکهاڻو“ ٻه ڇٻو آهي. ساڳي ريت وڪڻ مان وڪيو ۽ وڪاڻو. ٿر ۾ اهاڻو ”آڻو“ ٻهاڙي عام طرح هن ريت ڪم آئين ٿا؛

(١) هيءَ نئون گهر آڏاڻو آهي يعني اڏايو آهي.
(٢) هي ڳوٺ نئون ٻڌاڻو آهي يعني ٻڌو آهي.
(٣) اسلام ڪوٽ ڦراڻو آهي يعني ڦريو آهي، (ڌاڙيلن).

اهو نمونو ڪيڪيءَ مان ورتو اٿن، جنهن ۾ ٻه چون ته

"آءٌ ماراڻو آهيان" يعني ماريو آهيان. "ويو" بدران عام طرح چون "گيو" (هندي لفظ).

ظرف- ٿر جا هندو "ڇو" بدران چون "ڪيئن"

حرف جر- "هن مجماني ڪي؛ هن ڪان، جو هو سڪرارو ٿيو هو" يعني هن مهماني ڪئي، هن ڪان (هن لاءِ يا هن' سبب) جو هو سڪرارو (چڱو ڀلو) ٿيو هو. "ڪان" حرف جر ڪي "لاءِ"، جي معنيٰ سان ڪم آڻين ٿا. ٻيو مثال: "هن جو پيئو گهر منجهه هو، تنهن ڪان ٻاهر ٻيهي رهيو" معنيٰ هن جو پيءُ گهر منجهه هو، تنهن ڪان (تنهن لاءِ يا تنهن سببان) ٻاهر ٻيهي رهيو (ٻي ڪان ڏنو ٿي). "ٻر" بدران عام طرح ٻڻ چوندا آهن.

حرف جملو- "ٻن" AISO لفظ ۽ "پ" جي هيٺان زير (اِ) بدران زبر يعني "آ" جو اچار ڪن ٿا.

## ٿريليءَ جا علحدا لفظ

١٢٩- ٿري ماڻهو هڪٻئي کي ڪيئڪارڻ مهل چون "چاق، جوڙ، سڪرارو، خير ڪيئن' هوڪاري ۽، روڙا يلا" وغيره. "خير ڪين" معنيٰ سک سلامتي، ۽ روڙو" معنيٰ چڱو.

(١) ڪمندڙن خير ڪينُ، چوندڙ چڱا نا ٿيا. (شاهه)

(٢) "مرڪي مر ماتا، روڙي راءِ ڏياچ جي".

ٿر ۾ "ڪنگهه" بدران چون "ڏونس" ۽ اَڄ" کي چون "تونس"

"نن ۾ تونس ٻرينءَ جي پيان نه ڍاپان". (شاهه)

شاهه جي رسالي ۾ سر مارئيءَ ۾ ٿر جا لفظ تمام گهڻا آهن:
سانيڪو، ڀاروڙي، وراڪو وغيره.

(الف) ٿر ۾ سچ اپرڻ سان ٻيٽ جي جنهن ٻاسي تي آس
جو ٿڙڪو ٿيو، تنهن کي چون 'ٿڙڪول'. ٻهڙ وارو
ٻاسو 'ٻهڪڙ'، منيون ٻاسو، 'متاري'، ڇيڙي وارو 'گوچار'
سڄي ٿوءَ ٻيٽ جي ڀيڙيءَ کي 'ٻوچاڻڊو' چوندا آهن.
اهڙيءَ طرح ڪيئين علحدا لفظ اٿن.

## ٿر جو شعر

١٤٠- چوڻي آهي ته 'راڳ پنجاب ۾ چاڙهن، ٿر ۾ مٺو'.
ٿر جي هندن ۾ ڪو جهي توڙي پرڪجي، ته ٻه سٽر اهڙو
ڪين، جو چئن ته ڪو مٺو اٿن. شعر جوڙڻ جو ڍنگ به
اهڙوئي اٿن. ٻر، ڪي ڪي بيت چڱا چيا اٿن- جهڙوڪ:

"واهوندا وريا، تڏهن ڪاڙهي ٿي ڪنوار،
ڇيت اپائي ڏينهڙا، پڌي تي ٻهنوار،
چلڻ ۾ چڪ ٿي، تڏهن موڙون ڏيئي ميهار،
جڏهن ٻاڙي جي ٻيڙ ٿي، تڏهن کهکهلي ٿي ڪڏهار،
ويچاريءَ اوتار، ڪڏهن منهن نه سکيو".

ٻهار جون فرحتي هوائون الهندن طرف کان لڳڻ شروع
ٿين، ته چون واهوندا وريا آهن، يعني ٻهار جون هوائون
موٽي لڳيون آهن. وڻ ٽڻ موڙجن ته گاهه پلو جام. ڏڌ
مکڻ ڪاڻي، ڪنوارن جون زالون ڪاڙهيون ڪڙڪيون ٿين ٿيون.
('چلڻ' معنيٰ کهاڙو گاهه، کهکهلو ٿين معنيٰ ٻود ۾ پرجڻ).

اونهي کير مان ،کڻ ڪونہ نڪرندو آهي، تنهنڪري رڳو اوتار جي زال منهن سڃو نٿي ڪري سگهي.

۱۴۱ـ ناري ڏوهڙن ۾ فقط ٻہ نامياارا شاعر ٿي گذريا آهن: هڪ صديق (صادق) فقير صوفي، جنهن جي نالي پٺيان "صوفي فقير جو ڳوٺ" سڏجي ٿو، ۽ ٻيو کپري تعلقي جو منٺار فقير، جو گذريل اوڻويهين صديءَ ۾ ٿي گذريو آهي.

"حيدرآباد ۾ هل ٿيو، رت وهي ٿي رڻ،
ٻورا اچي پيلءَ ساري سنڌ 'صديق' چوي".

انگريزن جي اچڻ ۽ ميرن جي صاحبيءَ جي خاتمي ٿيڻ بابت هيءَ پيشنگوئي صديق فقير ڪئي هئي.

منٺار فقير جون ڪافيون مشهور آهن. سندس جوڙيل ڏڙ ڪافين جون ٻهريون تڪون هي آهن:

(۱) لوئيءَ جي لڄ رکجانءِ، پوتيءَ جي پت رکجاءِ،
ٻروز پاڪ خداءِ قسمت قيد ڪيو. (مارئي)

(۲) لڙ لهرن ۾ لڙهيو وڃانءِ ٿي. (سهڻي)

(۳) رک نہ ميارون، مٺ نہ مومل کي،
منا ڏون پينڊرا، سوڍي آءٌ ميره (مومل)

منٺار جي ٻالي نهايت نمالي آهي ۽ منجهس سڪ ۽ درد جا داستان آهن.

## ڍاٽڪي

۱۴۲ـ ٿر ۾ ڍاٽڪي ٻولي بہ چالو آهي. هن وقت اتي جيڪي ٺڪر (راجپوت)، ڪيراڙ (واڻيا)، ميگهواڙ، ڀيل وغيره

آهن، سي اصل راجپوتانا ۽ گجرات طرف کان آيا آهن.
ٿر کي ڪڇ، راجپوتانا جو ڀاڱو (مارواڙ ۽ جيسلمير)،
۽ ننگرپارڪر کي پالنپور رياست (گجرات جو طرف)
ويجها آهن. ٿر جي ڪيترن ماڻهن جي انهن سڀني هنڌن
جي رهاڪن سان لڳ وچڙ گهڻي آهي. انهن سببن ڪري
سنڌي، راجستاني ۽ گجراتي ٻولين جي ميلاپ منجهان
ٿر منجهه هڪ ٻئي، ٽئين قسم جي ٻولي ٺهي پيئي آهي،
جا ”ڍاٽڪي“ يعني ڍٽ يا ٿر جي ٻولي سڏجي ٿي.
اها گاڏڙ ٻولي راجستاني ٻولين جي دفعي ۾ ليکجي
ٿي ۽ خود ”ڍٽ“ لفظ راجستاني ٻولين جو آهي. ڍاٽڪي
ٻولي گجراتيءَ کي گهڻو ويجهي آهي- مثلاً گجراتيءَ ۾
چون ”هون جائون ڇون“ يعني آءٌ وڃان ٿو، ۽ ڍاٽڪيءَ
۾ چون ”هون جائون ٿو“. اهو ”ٿو“ نج سنڌي لفظ
”ٿو“ آهي، جنهن سان ”ڇ“ جو اچار ڪڍي ڇڏيو اٿن،
جنهنڪري ”ٿو“ بدران ”ٿو“ چون ٿا. شاهه جي رسالي جو
سر ڍول مارئي، جو راجپوتانا جي ڍول ۽ مارل جي قصي
تي ٻڌل آهي، سو ڍاٽڪي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. انهيءَ سر
جو پهريون بيت هيءُ آهي:

”اُٺر واءَ کونڌي ٻهلي موسم مينهن،
پالاڻ روئيهن، والا جم وساريين“.

”جم وساريين“ معنيٰ متان وساريين. اهي پيٽي لاڙ جا لفظ
آهن. اهڙيءَ طرح ڍاٽڪيءَ ۾ پيا به ڪيترائي سنڌي لفظ آهن.

## سنڌيءَ ۾ ڍاٽڪي لفظ

١٤٣- سنڌي ٻوليءَ ۾ ڍاٽڪي لفظ گهڻا ڪينهن، جو
ڍاٽڪي ڳالهائيندڙ، سنڌ ۾ گهڻو ٽڙيو پکڙجي نہ ويا آهن.

عمر-مارئيءَ جي قصي مشهور هئڻ سبب سنڌيءَ ۾ ڪو "مارُو" لفظ عام ٿيو آهي-جو ڍاٽڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ معنيٰ اٿس "ڌري مالدار"، جي مال جي چاري سانگي ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي گذارين ٿا. خود "مارئي" ڍاٽڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي، ۽ معنيٰ اٿس 'مارُو لوڪن جي ڌياڻي'.

"ذون لنگهائيمن 'لطيف' چئي ترن جا ٿوري". (شاهه)

"ٿوري" ڍاٽڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ اصل معنيٰ اٿس "شڪاري"؛ پر عام طرح ٿر ۾ پيهان کي "ٿوري" سڏيندا آهن ۽ اهي اڇوتن جي درجي ۾ ليکبا آهن. "ٿوريءَ" جو مونث سنڌيءَ ۾ آهي "ٿورياڻي".

"مارُهئو چونس مئي، آءٌ هيرياڻي آهيان،
مُون ور سرتيون مي، جي ٿورياڻيون ترن جون". (شاهه)

هيءُ بيت مسڪينيءَ جي باب ۾ آهي. چام تماچيءَ جي راڻي نوري، ذات جي گندري (مهاڻي)، چوي ٿي ته ماڻهو مون کي مهاڻي چون ٿا، پر مان شڪارڻ آهيان ۽ ٿر جون پيلڙون مون ڪان وڏيڪ آهن- ٿر ۾ "ڏوڀو" معنيٰ ننڍڙو تلاءُ. اهو ڍاٽڪو لفظ رکيو ٿر ۾ عام آهي.

## ڪڇ

١٤٤- ”ڪڇ“ لفظ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”ڪڇ“ معنيٰ ڪنڌي يا ڪنارو*. ڪڇ ملڪ اُپيٽ آهي: ٽن پاسن کان سمنڊ جون ڇولهون ڇلڪا ڏيئي ان جو پٽ پيون پسائين. تنهنڪري اهو ”ڪڇ“ يعني سمنڊ جو ڪناري وارو ملڪ سڏجي ٿو، اتي جيڪا سنڌي ڳالهائي ۾ اچي ٿي، سا ”ڪڇڪي“ سڏجي ٿي.

١٤٥- عيسوي ستين صديءَ ۾ ڪڇ ملڪ سنڌ جي حڪومت هيٺ هو ۽ پوءِ به ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ سنڌ جي سمن راجپوتن پنهنجو دڳو ڄمايو هو (صفحو ٨٩) سنڌي ساٿهن جي حڪومت اوڏهين ٿي، تہ سنڌي ٻوليءَ جو ڦهلاءُ بہ انهن پاسن ڏي ٿيو. جنهنڪري اڄ سنڌي نہ فقط ڪڇ جا جاڙيجا، نهائا ۽ ڀائيا ڳالهائين ٿا، پر ڪاٺياواڙ جي اتر واري ڀاڱي ۾ بہ سنڌي ڳالهائي ۾ اچي ٿي.

### ڪڇڪيءَ جون علحديون ڳالهيون

١٤٦- ڪڇڪيءَ جي اچارن ۾ ڦير آهي، ۽ ڪيترا لفظ ۽ اصطلاح ڌيا ڌيا اٿس. هيٺين ڳالهين ۾ ڪڇڪي ٻولي لاڙ جي ٻوليءَ سان مشابهت رکي ٿي:

---

*”ڪاڇو“ معنيٰ اهو ملڪ جو جبل جي وٽ يا ڪناري سان هجي- سنڌ جو جوهي تعلقو، ڪاڇي ۾ آهي.

١- لفظن جي پڇاڙيءَ واري اعراب ڪيرڻ ڇڏين.
٢- ”اِ“ جي آچار جي عادت گهٽي اٿن ”منجهان“ لفظ جي منڍ ۾ ”اِ“ جو آچار ڪن ٿا.
٣- آچارن کي سسائين ٿا. ”ڏنائينس“ بدران چون ”ڏنيئس“ ۽ ”پڇائينس“ بدران چون ”پڇئنس“.
٤- ”ھ“ جو اچار ڪيترن لفظن مان ڪيرو ڇڏين- ”تنهن“ ۽ ”ڪنهن“ بدران چون ”تين“ ۽ ”ڪين“ ”تين کي رحم آويو“ يعني تنهن کي رحم آيو. ’ڪينجو نينگرو اچي تو‘ يعني ڪنهن جو نينگر (ڇوڪر) اچي ٿو.
٥- ”اِنان“ ۽ ”جتان“ بدران ’اِڏان‘ ’جڏان‘ چون ٿا، يعني وچ وارو ’ت‘ اڪر ڪيڏي ڇڏين ٿا (صفحو ٨٨).
٦- ڪيترن لفظن جي وچ مان ’ر‘ ۽ ’ڙ‘ جو اچار ڪيرو ڇڏين، جهڙوڪ: ڳالهيون چارڻ بدران چون ڳڻو چاڻ. ’اوڪسي ڪين لڳا‘ يعني هو خوشي ڪرڻ لڳا (ڏسو ضميمو پهون.).
٧- عام صورت ۾ ”اين“ جو ڏکهو اچار ڳڏين ٿا- جهڙوڪ: جانور- جناورين؛ ڏينهن- ڏيئين؛ ’جهجهي جهپائين سبن‘ يعني گهڻن ڏکن سان.
٨- آءٌ ’ڪرُو‘ ڪريان؟- مان ڇا ڪريان؟- ائين ”يہ“ جو آچار بدلائي ڳڏين ٿا.
٩- ’او‘ ’آن‘ ۽ ”پنڊ ضمير ڪم آڻين ٿا، ۽ ’اوهان‘ بدران ’آن‘ چون ٿا. ’آن‘ ”ڪرُو“ ڪريان؟ اهو ڪرو لفظ لاڙي ۾ ڪونهي.

۱۴۷- ڍاٽڪي ٻوليءَ وانگر ڪڇڪيءَ ۾ "ٿو" بدران "ٿو" چون؛ پر "هو" بدران "ٿو" چون ٿا. جهڙوڪ: 'تو جو ٻاڪ مري ويو ٿو'، يعني تنهنجو ٻاڪ مري ويو هو.

۱۴۸- "آءَ سارهو آهيان" بدران چون 'آءَ سارائو آهيان'. تر ۾ به ائين چون.

## گجراتيءَ ۽ راجستاني ٻولين جو اثر

۱۴۹- 'مون تو روپيو وچائجي ٻيو هوڏو، سولهجي اوڀو' (ٻيي آيو يعني لڌو). "هو" بدران هوڏو ۽ "آيو" بدران "آڀو" چون. ساڳيءَ طرح "هواسين" يا "هواسون" بدران ڪڇڪيءَ ۾ چون "هوئون"- هي راجستاني ٻولين جو نمونو آهي.

۱۵۰- گجراتي ۽ راجستاني ٻولين وانگر ڪڇڪيءَ ۾ 'ذون'، 'تي'، 'آني' ۽ 'ني' حرف ڪم آڻين ٿا. جهڙوڪ:

۱- "ملڪيت منجهان نون جو ڪو مون جي هٿي ٿئي، سي مونکي ڏي" يعني ملڪيت منجهان جيڪا هٿي تنهنجي ٿئي، سا مون کي ڏي.

۲- "راجي ٻين تي آونچو آئي" يعني راجي، ٻين کان آوچو يا ڏکهو آهي. آن تي ڪاسو هن کان خاصو.

(۳) آئون ڪلياڻجي وٽ ويندوس، اني تين ڪي (تنهن کي) چوندوس، تہ تو جو سال نتو وڪائجي (وڪامي). لاڙ ۾ بہ "ني" چون- مثلاً، پنج ني ۾، ست يعني پنج ۽ ٻہ ٿيا ست.

(۴) 'ڪاٿي ني' معني ڪاٿي ڪري،

(٥) 'ٿوريچ ڏيٺين ٻيان' يعني ٿورن ڏي ڏينهن ڪان ٿيو. 'مال مڙيي ٿوجو آهي' يعني هيءُ مال سڀ تنهنجو ڏي آهي. اهو زور ڀرائيندڙ حرف ''ج'' گجراتي ۽ راجستاني ٻولين جو آهي.

## ڪڇڪي جا علحدا لفظ ۽ اصطلاح

١٥١- ڪڇڪيءَ ۾ ڪيترا لفظ علحدا آهن ۽ ڪن جا رکو اچار ڦريل آهن. جهڙوڪ:

اورڪن=سڄائي؛ ٻاپو=بابو؛ ٻاپڙي=ٻاني؛ ادي=ادائي؛ ٻڪب=پير؛ ٻڪتي=دڪي؛ ڦڳائي=آچلو؛ جهمڙ= ڪائڻ؛ ڪاڏو=ڪانو؛ ڪاڻو؛ ڳانو؛ ڏونگري=بصر؛ روسڻ=ڪڻهڻ؛ ڏيس وڏو معنيٰ شهر نيڪالي؛ ترارين جي تر ٻيٺي يعني ترارين جو ڦهڪو لڳي ويو.

## ڪڇ جي شعر جو نمونو

١٥٢- سيا ڀري مال، اوڏي آچارا ڪيا،
نه چاڻا ٻي ڳال، ڪهر هليو ڪڇ ڏي.

يعني چام تماچي جي ٻاڻ چام اوڏي انن ڏي مال ڀري لاڏاڏو ڪيو (لڏي ويو). چيائين ته مان ٻي ڪا ڳالهه چاڻائي ڪانه يعني مان پنهنجي مرضيءَ موجب هلندس. اٿين چئي هي شير مڙس ڪڇ ڏي هليو ويو.

## سورٺي شعر جو نمونو

١٥٣- ڪاٺياواڙ جي سورٺ (سوراشٽر) پرانت (ضلعي) ۾ اهير، چارڻ، مير ۽ ٻيا ڪيترا سنڌ جي اڳاڻن رهاڪن مان

آهن، سورٺي ٻوليءَ ۾ سنڌن ٿورو شعر چيل آهي. جهڙوڪ:

اُتر سبڙهون ڪيئين ڏونگر ڏمرياءِ،
هنئڙو تڙقي مُنهنجي جُهن، ساجن سفيرياءِ.

اُتر ڪاڻ تڏي هوا (سيءَ) جون سيرو (وهڪون) پيبون اچن، جبل مون تي ڪاوڙيا آهن يعني سيءَ سبب جبل ڏري ويا آهن ۽ مون کي پير رکڻ لئا ڏين ۽ چڙهن ته مون تي ڪاوڙيل آهن سڄڻ ياد پيو، ته منهنجو هنيون (دل) مچيءَ وانگر تڙڦڻ لڳو.

هيءَ بيت پروفيسر مالڪيءَ جي جوڙيل سورٺي ٻوليءَ بابت ڪتاب مان ورتو ويو آهي ۽ سسئيءَ پنهونءَ جي قصي تي ٻڌل ٻيو ڀانئجي.

٥٤ ا- لسٻيلي جو شهر ڪراچيءَ کان اتڪل سٺ ڪوهه پري بلوچستان جي حد ۾ آهي. سڄي لسٻيلي رياست ۾ لس ئي لس جبل لڳا پيا آهن. اتي گهڻي ولڪار نه هئڻ سبب اهو سمورو ملڪ لسو ۽ پسو پيو لڳي. تنهنڪري اهو نالو رکيو اٿن-اڳي ارم ٻيلو سڏبو هو. اهو سڄو پاسو مڪران سميت اڳي سنڌ جي حڪومت هيٺ هو، تنهنڪري سنڌي ٻوليءَ جو قهلاءُ اوڏاهين ٿيو. اڄ به سنڌي ٻولي لسٻلي ۾ گندا واهه طرف ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي. لسٻيلي رياست ۾ اٽڪل ننجهٺ هزار آدم آهي، جنهن مان چوڏهن هزار ماڻهو بلوچي ٻولي ۽ نو هزار کن بروهي ٻولي ڪم آڻين ٿا، باقي ٻائيتاليهه هزار ماڻهو جيڪا سنڌي ڳالهائين ٿا، سا "لاسي" معنيٰ لسٻيلي جي سنڌي سڏجي ٿي (ڏسو "لنگئسٽڪ سروي"، جلد ائون، ڀاڱو پهريون).

## لاسيءَ جون علحدُيون ڳالهيون

اُچار- گهر، ٻاهر ۽ ننڍو بدران لاڙاين وانگر گر، ٻار ۽ ننڍو چون ٿا پر گهاٽو، هميشه ۽ ڳالهه لفظن ۾ "هه" جو اچار قائم رکن ٿا. "منڊيءَ" بدران ٻاڻ چون "منڊي".

(الف) "گر چڱي ويو" معنيٰ گهر ٿي ويو. "جيٺرو چڱو آهي" معنيٰ جيٺرو ٺيو آهي. "هيترا سال چڱن" معنيٰ هيترا سال ٿين.

اهڙيءَ طرح "ٽ" بدران "ڇ" ڇون ٿا، پر "ٿو" بدران ڇون "ٿو".

**اسمن جو ڦيرو**- لاسي ٻوليءَ ۾ "ٻير" جو جمع "ٻيران" ۽ "ٻورهيت" جو "ٻورهتيان"، جيئن شڪارپور طرف آهي: "هڪڙي ماڻهو جا ٻه پٽ هئا"، عن جي بدران لاسي چون، "هڪڙي ماڻهي جا ٻه پٽ هئا"؛ مطلب ته جيئن "ڇوڪرو" لفظ ڪسي عام صورت ۾ "ڇوڪري"، تيئن مي "ماڻهو کي علم صورت ۾ آڻي چون "ماڻهي".

**ضمير**- ضميرن ۾ وڏو ڦير اٿن:

(١) ضمير غائب "هو" کي عام صورت ۾ آڻي ڇٻو "هن"، پر لاسي ۾ چون "هُو" ("هـ" مٿان پيش ۽ "و" مٿان زبر يعني "اَ" جو اچار)؛ تنهن سان ٻه "هـ" جو اچار ڪيدي ٻاقي چون "وُ" جو پٽ" معنيٰ هن جو پٽ؛ ۽ "وُ جو گذران" معني هن جو گذران.

(٢) "آهو" بدران چون "ايهو"، پر اڳيون الف ڪيدي چون "يهو". مثلاً "يهو مانجو پٽ ڇي" معنيٰ اهو منهنجو پٽ ٿئي. "يهُو" جو اچار کهتائي "يهه" به چون مثلاً يهه جو مطلب ڇو؟ يعني انهيءَ جو مطلب ڇا؟ هن ٻنهين مثال مان ڏسڻ ۾ ايندو ته "اهو" "ايهو، يهو، يهه" چون ٿا.

(٣) "ڇا" بدران چون "ڇو" يا "ڇي". "ڇي لاءِ" يعني ڇا لاءِ. "يهه جسو مطلب ڇو؟" يعني انهيءَ جو مطلب ڇا.

**فعلن جا گردان**- اچار ڦريل اٿن ته فعلن جي گردانن جو نمونو به ڦريل اٿن؛ خاص زمان مضاروع ۾ وڌو کھولالو اٿن. جھڙوڪ:

"آن؛ اَچي کر تو وچھن" يعني آءٌ اٿي گھر ڏو وڃان.
"آن؛ کم ٻيو ڪرين" يعني آءٌ ڪم ٻيو ڪريان.
"آن؛ لائق ناهين" يعني آءٌ لائق نه آهيان.
"وڃي چو چوينس" يعني وڃي ٿو چوانس.
"يلي ته سرها چان" يعني ٻلي ته سرها ٿيان (ٿيون).

**ظرف**- لاسي ۾ 'جر' معنيٰ 'جڏهن' ۽ 'تر' معنيٰ تڏهن. 'جر جو اچا گھاٽو ڏور هو تر وُ جي ٻٽ کي ٻسي منجھه وڃي پترو يعني جڏهن اچا کھٽو ٻري هو تڏهن هن جي ٻٽ کي ڏسي (اجاءِ) منجھه وڃي گھڙيو.

**حرف جر**- لاسيءَ ۾ 'پاڏ' معنيٰ ڏي يا ڏانهن. اهو ظرف هن ريت حرف جر ڪري ڪم آڻين ٿا؛ آو هڪڙي ڏورين ملڪ پاڏ ويو' يعني هو هڪ ڏورانهين ملڪ ڏي ويو. لاسيءَ ۾ "کر" معنيٰ وٽ ۽ "کران" معنيٰ وٽان؛ 'سان' بدران 'سين' چون. اهي ٺيٺ حرف لاڙيءَ ۾ آهن ۽ شاهه جي رسالي ۾ به ڪم آيل آهن. لاسيءَ ۾ 'کان' بدران "نون" به ڪم آڻين ٿا جو سرائڪي توڙي گجراتيءَ جو حرف جر آهي. جيئن ڪ چون"ڏورڪان ڏينهان نون پوه" يعني ٿورن ڏينهن کان پوءِ.

## لاسيءَ جا علحدا لفظ ۽ اصطلاح

١٥٦- ”آڪارڻ“ معنيٰ خرچڻ يا کپائڻ- مثلاً ”جر سڀ اڪاريائين“ يعني جڏهن سڀ (ڏن) خرچيائين ۽ کپايائين. جر معنيٰ جڏهن، تر معنيٰ تڏهن؛ کهاڙو معنيٰ کهٽو. مثلاً ”اسان وٽ کهالي ماني ڪاڻ لاءِ آهي ۽ اوباري به سگهون ٿا“، يعني اسان وٽ کهٽي ماني کائڻ لاءِ آهي ۽ اسين مانيءَ جي اوبر به بچائي سگهون ٿا. ٻيون مثال: ”ڏُکي کهالو چهڙيو“ يعني هن ڪي کهٽو چسڙيو. ”کهتائڻ“ معنيٰ کهرائڻ-مثلاً ”هڪڙي پورهيت کي کهتاڻي پچ“. ”پترڻ“ معنيٰ ”کهڙڻ“. مثلاً ”گرمنجهه نہ پتريو“ يعني کهرمنجهه نہ کهڙيو. اهڙيءَ طرح ڪي علحدا اصطلاح بہ اٿن-مثلاً ”آڳي تان ورڻ“ معنيٰ آڳيا يا حڪم ڪان ڦرڻ يعني حڪم جي برخلاف هلڻ. ”تو جي آڳي تان وريو ناهين“ يعني تنهنجي آڳيا يا حڪم کان ڦريو نہ آهيان. ”پورهيت ڪري جهلڻ“ يعني پورهيت يا نوڪر طور ٻيهارڻ- (”لنگئسٽڪ سروي“ مان ورتل).

## هندن ۽ مسلمانن جي ٻوليءَ ۾ فرق

١٥٧— سنڌ ۾ وڻ وڻ جي ڪاٺي آهي، ٻه مکيه قومون به آهن: هڪڙا هندو ٻيا مسلمان. انهن جي مادري زبان هڪڙي آهي؛ تہ بہ ڪر باريڪ طرح جاچيندو، تہ معلوم ٿيندس، تہ هندن جي ٻولي هڪڙي ۽ مسلمانن جي ٻي— جهڙوڪ:

| هندو | مسلمان | هندو | مسلمان | هندو | مسلمان |
|---|---|---|---|---|---|
| آرتوار | آچر | منگل | اڱارو | ٻڌر | اربع |
| وسپت | خميس | ڪپ | چاڪون | ڪٽورو | وٽو |

هندو چون "تيوڻ سٺو ٿيو آهي"، تہ مسلمان اڪثر چون تہ "ٻوڙ سلوڪ ٿيو آهي"، ڪيترا اصطلاح ۽ پهاڪا بہ ٻيا ٻيا اٿن— مثلاً وضو سارڻ، نماز پڙهڻ، روزو رکڻ، ڪلمو پڙهڻ ۽ تڪبير چوڻ. "جهڙا روح تهڙا ختما"؛ "اڇو الله ڪارهو رسول"— هيءَ مسلمانن جا پهاڪا آهن؛ جي وقتي هندو بہ ٻيا ڪم آڻين: ساڳيءَ طرح "پگهر هون، هوم، آرتي، ٻهي پائڻ، پنڊ پرائڻ" وغيره. هندڪي رواج ۾ آهن. "پاڻ پنٿيتي پٽ ڪي جٽيو"؛ راڪي رام تہ ساري ڪون؟"— هيءَ هندڪا پهاڪا آهن.

١٥٨— (١) "اسان آ عبادت نظر ناز پرونءِ جو". (شاهہ)

(٢) "هڏ نه وڏي هاڻ، مون ويڇن جيي وصال".
(٣) "بنائي ساز صورت جو وري کهڙا
ليڪ لڪائين ٿو". (بيڪس)

پهرين مصرع ۾ "نظر" لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ پيش
مثي "اُ" جو آچار آهي ۽ جنس مذڪر ٿي ڪم آيو
آهي، نه ته عام طرح جنس مونث ليکبي اٿس. ٻيءَ
مصرع ۾ "وصال" لفظ، جنس مذڪر بدران، جنس مونث
۾ ڪم آيو آهي. ٽينءَ مصرع ۾ "ليڪ" جي جنس
مذڪر آهي، نه ته عام طرح ليڪ جمع اکرون (جنس
مونث). هندو چون ته "پاڪي" جنس مونث، مسلمان
اڪثر ان جي جنس مذڪر ليکين ٿا- اهڙيءَ طرح ٻين
به ڪيترن لفظن ۾ جنس جو ڦير آهي.

## عاملن ۽ ڀائيبندن جي ٻولين ۾ فرق

١٥٩- هنڌن ۾ هڪڙا عامل ۽ ٻيا ڀائيبند آهن ۽ انهن
جي ٻوليءَ ۾ به وڏو ڦير آهي. وقتي رکيو سندن نالن
منجهان ئي سهي ڪيو آهي، ته اهو نالو عاماڪو آهي يا
ڀائيبندڪو- مثلاً هوتومل، ليڪومل، ۽ نارومل ڀائيبندن
جا نالا آهن. انهن جي بدران عاملن جا نالا هوتچند،
ليڪچند ۽ نارائنداس آهن- رواجي طرح هرڪو ائين
پائيندو ته هو هڪجهڙي سنڌي ڳالهائين ٿا، پر سندن
خط پٽ يا چٺيون چپاٽيون ڏسو ته ٻوليءَ ۾ زمين آسمان
جيترو فرق ڏسڻ ۾ ايندو. ڀائيبند اڪثر هيئن لکن:
"اڪو سهاء (يا) جوڳ سري رام جي سهائتا.

"چرجيوي ڀائي تاروسل ٻوچ ڏاميملائي چڳهہ ٻاشت (طرف) لکت شڪارپور وچون داس کيمن ٻوچ هوتچندائي ماکيجي جي رام سـت واچڻي. کُشي (خوشي) کهڻي ڪرڻي. کُش (خوش) ٻرسن رهڻو. توهان جي اسان جي سري جوتي سروپ سهائتا ڪندو.

و- اپرانت (وڌيڪ تہ) ڪرت (ڪيهہ) ڏها ٻہ ڪراساني (خراساني) ۽ باسپتي چانور تي ٻاچڪ (ٽنڊيون ڳوڻيون منڻ-سوا جوڻ) ٻماسون (موڪليوسون)، رقم اسان جي جمع ڪرڻي. اپرانت سماچار واچڻي، ڦيري حوال تـرت ڏيوڻو. ٻيو حال حوال توهان جي چٺيءَ آوي اني (اچڻ تي) ڏيندا سونو. چلي لکي کيمن پوچ هوتچند ماکيجي شڪارپور وچون، وٺي ڀائي تاروسل ٻوج ڏاميملائي چڳهہ حيدرآباد وچ - ستي...... سنبت."

لفافي تي سرنامي لکڻ مهل ڀهرياڻين ساڍا ٧٤ انگ لکن، اهو "ساڍا چوهتر" يا "ساڍي چوهتر" پڙهبو "ستر ساڍي چار" - هيءَ هڪ قسم آهي تہ جيڪو مالڪ ڪان سواءِ چٺي کوليندو، تنهن کي ساڍا چوهتر منڻ ڪاٻڻ جو ڳاهہ ڏرماڻو ڏيڻو پوندو، يا چئو تہ اهڙو پاپ ڪمائين جهڙو هندن جي ساڍي چوهتر منڻ جي وزن جيترا جڻيا لاٿائين-اهو ساڍي چوهتر انڪ لکي ٻوءِ هيٺن لکن.

"چٺي هڪ ڀائي تاروسل ڏاميملائي چڳهہ وٺي، حيدرآباد شاهي بزار وچ، پڻي شڪارپور وچون."

١٦٠- هندڀون اڪثر هن نموني لکن:

"اڪو سهاءِ"

انگين اکرين رپيا ڇهه، سؤ-نيمي رپيا سؤ ٿي، تنهن جا پيٽا رپيا ڇهه سؤ-پائي چِٽن مل جي پاسون راکي، متي چيٽ وڏي ٣ (تيرس) سنبت...... مندي ڏڻ ايڪهٽ ڪرا، پيچي ڪراچي بندر منجهه، شاهه واپاري جو ڪپ پري ڏيوڻاءِ نام نڪاڻو ڏسي ڏيوڻا. -متي چيٽ وڏي (تيرس)."

مٿئين نموني مان ڏسڻ ۾ ايندو ته پهرياٺين ڇهه سؤ رپيا لکي پوءِ ان جو اڌ ۾ تنهن کان پوءِ انهيءَ انگ جي پٺ (وري ماکيو ڪلجوڙ) ڇاڻائين ٿا، ته وچ ۾ ڪو دغابازي ڪري رقم ڦيرائي نه سگهي، جنهن جي فائدي ۾ هنڊي لکن، تنهن جو نالو ڇاڻائي، پوءِ انهيءَ نالي جي پٺيان لکن "پاسون راکي". اهو سندن اصطلاح آهي. اکري معنيٰ موجب اسان هن کان پئسا وٺي رکيا (توهين هن کي ڏجو). جنهن کي هنڊيءَ واري رقم ملڻي هجي، سو جڏهن اها پيش ڪري، ۽ اڳلو هنڊيءَ ڏسي منوتي (قبوليت) ڪري ته پئسا ڏيندس ته چون "هنڊي خاصي ٿي" (قبول ٿي). اڳلو هنڊيءَ جا پئسا جنسي ڏئي ته "هنڊي سڪاريائين" Honour. جيڪو هنڊي جا پئسا وٺي، سو پوءِ هنڊيءَ جي پٺ پري (Endorse) يعني ان جي پٺيان لکي ته

"رپيا (انداز) هن هنڊيءَ جا، پنهنجا لهڻا، مون کي مليا". هنڊيءَ جي پٺ پري، ۽ اڳلي کي پئسا مليا ته پوءِ اها هنڊي ٿي "کوکو". جيڪڏهن اڳلي هنڊيءَ واري رقم نه ڏني ته اهو ٿيو "نهڪارو" يا "ناڪارو" (To dis honour) ۽ ناڪاري ٿي اڳلي کي ڏيوالو ڪيڻو پوندو آهي. اڳلي

جي ڏيوالي ڪيڻ تي ان جا لهڻيدار، ہاڻ ۾ صلاح ڪري، ان جي سموري ملڪيت جون پنهنجي لهڻي موجب ڀڃيون ڪري ڪڻندا آهن. اهڙيءَ صلاح کي "ستمي" چئبو آهي- اهڙيءَ طرح واپارين جا لفظ ۽ اصطلاح گهڻي ئي آهن.

١٦١- ياڻيبندن ۾ اڪثر راجا وڪرماجيت جو سنبت هلندو آهي. واپاري ڪمن لاءِ ڪتي چنڊ جون تاريخون ۽ ڪتي مهيني جا ٻہ پک ليکيندا آهن. اونداهي پک کي "وڏي" ۽ سهائي پک کي "سڏي" سڏيندا آهن- مثلاً "چيٽ سڏي پنچمي" اها ٿي چيٽ مهيني جي ٿين تاريخ، ڇاڪاڻ تہ چنڊ پيج تيٿ تي اڀرندو آهي، ۽ مهيني جي ٻہرين تاريخ ٽيج تيٿ تي ٿيندي آهي؛ تنهنڪري پنچمي تيٿ تي ٽين تاريخ-ائين تاريخن جاٿائن جو نمونو ٻہ نرالو اٿن.

## مردن ۽ زالن جي ٻوليءَ ۾ فرق

١٦٢- هندو ۽ مسلمان وري ٻہ ڌار قومون آهن ۽ هندن ۾ عاملڪو پکو ڌار تہ ياڻيبندڪو پکو ڌار آهي؛ پر خود پنهنجي گهر ۾ هرڪو هندو توڙي مسلمان جاچيندو تہ معلوم ٿيندس، تہ مردن جي ٻولي هڪڙي ۽ زالن جي ٻولي ٻي آهي. زالن جا ڪيترا لفظ، اصطلاح بلڪ پهاڪا ٻہ پنهنجا- مثلاً ٻڙي، سٽي، نياڻي وغيره زنانا لفظ آهن- زنانا پهاڪا ڪيترائي آهن، جهڙوڪ:

(١) "متي نياڻي، آنڊ آئي.

(٢) آءُ ٻہ وينديس پهڪي، مون ٻہ لهندي سڪ.

(٣) ٻيو سيڪي ٽيو باقي چئن وسري ويو.
(٤) آڻ سرنديءَ ڀاڄ ڀڪي (لاچار ڪي ڇپ زوا).
(٥) ساهرا آهرا، ٻاٻرا ڪندا، جو پاسو وراءِ سو چٽ چٽ ڪندا.
(٦) رُٺي آهي کهوٽ سان، تني ڳالهائي ڳوٺ سان!

مردن ۽ زالن جي ٻوليءَ ۾ گهڻو فرق ڪين ڪري ٿيو آهي جو عام طرح ڪي مردن جي سنگت ۾ زالون ۽ ڪي زالن جي سنگت ۾ مرد ويهن ٿا. چوڻي به آهي ته ”زالون زالن جو ڪاڄ“. مرد مرداني ٻاريءَ ۾ ۽ زالون زناني ٻاريءَ ۾ گذارين ٿيون، ته سندن خيال جي رفتار ۽ ڳالهائڻ جو ڍنگ پنهنجي نموني ۾ ٿيو پوي. جتي ڏيتي، ليتي يا ٻيون اهڙيون رسمون آهن، تتي زالن جو هوش گوش انهن ڳالهين ۾ وڃيو پوي، تنهنڪري اهڙين ڳالهين سان لاڳاپو رکندڙ لفظ، اصطلاح ۽ پهاڪا پنهنجا جوڙين ٿيون. وهانءَ- وڏائي ۾ يا مئي- معرڪي تي هڪٻئي سان گڏجن مسجن ٿيون، ته هڪٻئي وٽان اهڙا لفظ، اصطلاح ۽ پهاڪا ٻڌن ٿيون جي ٻوءِ وٽن عام ٿيو وڃن. هنن تي ڪي انگريزي، ڪي عربي، فارسي يا سنسڪرت جو اثر ٿيو آهي، تنهنڪري سندين سنڌي جهڙي ٺيٺ چٽجي تهڙي آهي. اڄڪلهه جي ڇوڪرين کي سنڌيءَ جو اهو ماڻو اڪثر ڪونهي- باقي ٻولي ٻڌين جيئا گهڻو ڪري ڳالهائين ڏي رکو اصطلاحي سنڌي ۽ لپ لپ تي پهاڪي جو ٻه ٽڪاءُ ٻيو ٻوندو- اسان جا هاري به واه جي سنڌي ٿا ڳالهائين! انهن جي، ته!_

اهڙي چيدي آهي، جو جيڪر چئجي ته "ساهت جو سينگار، ٻهراڙيءَ جي گفتار".

## هر ڪنهن جي پنهنجي ٻولي

١٢٣- ٻولي کي جيڪڏهن اچا به وڌيڪ باريڪ طرح جاچبو، ته معلوم ٿيندو ته جيئن سڀڪنهن ماڻهوءَ جو مهانڊو ۽ هلت چلت جو نمونو پنهنجو پنهنجو آهي، تيئن هرهڪ ماڻهو جي ٻولي ۽ اکرن لکڻ جو نمونو به پنهنجو پنهنجو آهي؛ مثلاً جيڪڏهن اسين پنهنجي ڪنهن ڀاءُ ڀرائپي يا ڪنهن واقف جو ڳالهائڻ ٻڌنداسين؛ ته ٻڌڻ ئي جهٽ سڃاڻي وٺنداسين، ته فلاڻو ٿو ڳالهائي. ساڳيءَ طرح سندس اکر به سڃاڻي سگهنداسين، ته هي فلاڻي جا اکر آهن. جيڪڏهن سندس ڪو ليک اخبار ۾ پڙهنداسين ته مضمون منجهان ئي سڃاڻي سگهنداسين، ته اهو ليک فلاڻي جو آهي؛ ڀوءِ ڀل ته انهيءَ ليک تي سندس صحيح ڀيل به نه هجي. اهڙيءَ طرح هر ڪنهن جي ٻولي پنهنجي پنهنجي آهي- جيتوڻيڪ سندس ڀائرن ۽ ٻين ذاتين کان ٻولي گهڻو ڦريل نه آهي- هي ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته سڀڪنهن ماڻهوَ کي ٻوليءَ تي هڪجيترو ضابطو ڪونهي. ڪو ٻوليءَ مان گهڻو واقف هوندو ته ڪو ٿورو؛ جنهن کي جنهن آهر لفظ، اصطلاح ۽ پهاڪا ايندا هوندا، سو انهي آهر ڪم آڻيندو. اهڙو ماڻهو جدا جدا ڳالهين بابت مضمون لکندو، ته به ٻولي اهائي ڪم آڻيندو، جيا ڪيس ايندي هوندي. جدا

جدا مضمونن ۾ ٻه ساڳيا ساڳيا لفظ ۽ اصطلاح مضمون جي مد نظر تي ڪم آڻيندو. لڪن جو ڍنگ به هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو آهي، تنهنڪري، اهڙي ماڻهوءَ جي ڪم آندل ٻولي ۽ ڍنگ مان سهي ڪري سگهبو آهي، ته هيءُ مضمون فلاڻي جو لکيل آهي- اهي ڳالهيون ڪئي چئبو ته 'جيترا آهن ماڻهو، تيترئون آهن ٻوليون'. ٻن ٻوليءَ جا اهڙا سنها تفاوت خيال ۾ نه رکي، ٻوليءَ جا نندا دقعا (آيپاشائون) ٺهرائيندا آهن.

## (Vocabulary or Word-stock)

## لفظن جي ورڇ

١٦٤- سنڌيءَ ۾ جيڪي به لفظ ڪم اچن ٿا، تن کي چئن دفعن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (١) تتسم (٢) تد ڀؤ (٣) ديشي (٤) وديشي. پهريان ٽي نالا اصل پراڪرت نحوين ڪم آندا هئا، جي هاڻ پوربي نوڙي ڏيهي عالم ڪم پيا آڻين؛ ۽ چوٿون نالو اسان پنهنجو ڪڍيو آهي، جو سنڌي ۾ ڪيترا وديشي يعني ڌارين ملڪن جا لفظ به اچي ويا آهن.

### تتسم Tatsama

١٦٥- ”تتسم“ معنيٰ ته سنسڪرت لفظ، جي سنڌيءَ ۽ ٻين ڏيهي ٻولين ۾ بجنسي، يا جيئن جو تيئن، ڪم اچن ٿا. جهڙوڪ: ندي، ڪوي معنيٰ شاعر، راجا، ڪرپا معنيٰ ٻاجهه، ديا معنيٰ ٻاجهه يا رحم، چنتا معنيٰ ڳڻتي، ڪايا معنيٰ سرير يا جسم، ۽ سندر معنيٰ سهڻو. اهڙا ڏيج سنسڪرت لفظ جي قديم زماني کان وٺي سنڌيءَ ۾ اچي ويا آهن؛ يا وچهڙائيءَ ۾ ماڻهو سنڌيءَ ۾ ڪم آڻڻ لڳا آهن؛ تن کي ”تتسم“* سڏجي ٿو؛ جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”هن جهڙا“ يعني سنسڪرت جهڙا يا هوبهو سنسڪرت.

---

* ”چيٽيءَ ۽ ڪنچر ۾ سم ڏسي ڀڳوان.“ (سامي)
”سم“ معنيٰ ساڳيو يا هڪجهڙو. (”تتسم“ لفظ ۾ تت=tat
‘The Same as it i.e. Sanskrit= تتسم .Same = ۽ سم

١٦٦- سنسڪرت "ڌيان" Dhyana بدران ڇنون "ڌيان" Dhiyanu ۽ "سندر" Sundara بدران ڇنون "سندر" Sundaru معنيٰ سهڻو. اهڙن سنهن تفاوتن ڪري عالمن اهڙن لفظن کي اڌو ڳابرا تتسم Semi-Tatsama سڏيو آهي. لفظن ۾ ڦيرڦارئين اٿين ٿورو ڦير پوندو آهي ۽ پوءِ وڏيڪ ڦيرڦار ٿيندي آهي، تہ "تتسم" ڦري "تدڀو" ٿي پوندا آهن.

١٦٧- سنسڪرت لفظ "ڌرم" ۽ "پريم" جا اچار پاليءَ ۾ ڦري ٿيا "ڌم" ۽ "پيم" (صفحو ٤٧) پر هاڻ اسين وري ساڳيا نج سنسڪرت لفظ ڌرم ۾ پريم ڪم آڻيون ٿا، جي پاليءَ واري زماني کان پوءِ وري چالو ٿيا. اهڙيءَ طرح ڀيا ڪيئين نج سنسڪرت لفظ آهن، جي هڪ واريءَ گويا مري ويا، سي هاڻ وري نئون جنم وٺي ٻوليءَ ۾ آيا آهن. اهڙن نج سنسڪرت لفظن کي عالمن "هاڻوڪا تتسم" Modern Tatsama سڏيو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي ويجهڙائيءَ ۾ سنسڪرت مان آڌارا ورتا ويا آهن- اها بہ ٻوليءَ کي ڀرپور ۽ مالا مال ڪرڻ جي هڪ وات آهي.

Tadbhava تدڀو

١٦٨- "تدڀو" لفظ جي اکري معنيٰ آهي "آنهيءَ جي ڀاءَ يا سڀاءَ جهڙا" (Of the nature of it)، يعني ٻجنسي سنسڪرت نہ، پر انهيءَ (سنسڪرت) جهڙا. جهڙوڪ:

| تتسم | تدڀو | تتسم | تدڀو |
|---|---|---|---|
| سُوريہ | سُورج، سج | چندر | چنڊ |
| آشٽر | آٺ | ڪوڪل | ڪوئل (پکي) |
| اُتٿان | اٿڻ | درشن | ڏسڻ |
| مترِ | ميٽ، مائٽ | پترِ putra | پٽ Son |
| وياپار | واپار | لوهڪار | لوهار، لوهر |

سنڌي ٻوليءَ ۾ مکيہ لفظ آهن ئي اهڙا تدڀو لفظ، جا ڪائي نہ قدرت جي عام شين ۽ ساهوارن جا نالا، روزمره جي ڳالهين سان لاڳاپو رکندڙ لفظ، مٽي مائٽي، واپار ۽ ڪرت ڪار وغيره جا لفظ. مطلب تہ اهو سڀ ذخيرو يا مال، جنهن تي ٻوليءَ جي پيڙهہ ٻڌجي ٿي، سو گهڻو ڪري سڌورا سنسڪرت سان ورثي آهي، ۽ اهي ئي تدڀو لفظ نج لفظ سڏجن ٿا.

"آئون نہ ڪڏي ٻريءَ ڪي، تون ٿو لهين سچ!
آئون جي ڏينءَ سنيها، نيٺي ٻريان ڏج" (شاهہ)

هي سڀ سنڌي لفظ آهن. اهڙا تدڀو لفظ جيڪڏهن ٻوليءَ مان ڪيي ڇڏبا، تہ ڄڻ تہ ٻوليءَ جو خاتمو ٿيو. سنڌيءَ ۾ جيڪي عدد، ضمير ۽ حرف جر آهن، سي گهڻو ڪري سڀ تدڀو آهن. ٻوليءَ مان جيڪڏهن رکو حرف جر (ڪي، ۾، تي سان، لاءِ وغيره) ڪيي ڇڏجن، تہ جملا جوڙي ڪين سگهجن- اهي ڳالهيون ڪٿي ڄڻ تہ ٻوليءَ

جو اصلوڪو ۽ سچو ٻچو خزانو آهي نج سنڌي لفظ آهن.
ڪي سنڌي لفظ ٻين ٻولين ۾ به عام آهن (صفحو ٧٤)؛
پر اسان جا اُچار ئي علحدا؛ انهن اچارن مان ٻريان ٿي
پروڙي سگهبو آهي، ته اها آهي اسان جي مادري زبان،
جنهن جي شعر جي شيرينيءَ هندن توڙي مسلمانن کي
موهت ڪري ڇڏيو آهي.

١٦٩- ڪن سنسڪرت لفظن جي صورت ايتريقدر بگڙجي ويئي، جو سڃاڻڻ ئي مشڪل- مثال:

| سنسڪرت | سنڌي |
|---|---|
| پتار سوسري يعني پيءُ جي ڀيڻ | ڦُڦي، ڦڦي |
| مانر سوسري " ماءُ جي ڀيڻ | ماسي |
| ڀگني پتي " ڀيڻ جو مڙس | ڀيڻيويو |
| شيالي و ودر " ساليءَ جو مڙس | سنيُو |
| پراتر جايا " ڀاءُ جي جوءِ | ڀاڄائي |
| شيت ڪال " ٿڌو وقت | سيارو |
| آشن ڪال " گرم وقت | اونهارو |

سنسڪرت- "شوشره" (Shvashurah)، پراڪرت- "سسر" (Sasura)، ۽ هنديَ "سسرا"؛ انهيءَ "سسرو" لفظ جو اچار سنڌي ۾ آهي "سهرو" (Father-in-law)، ته ڪي ڀلجي اُٿن ٿيا ڀانئين ته اهو عربي لفظ صهرو آهي. حقيقت ڪري سهرو (سسرو) لفظ نهايت قديم آهي ۽ پالي ٻوليءَ ۾ به آهي، جا عيسوي سنه کان هزار کن ورهيه اڳي چالو

هئي (صفحو ٣٩٠). اهڙا روز مره ڪم ايندڙ لفظ صدين کان ڪتب پيا اچن، ته ڪسي ٻيسي ويا آهن- ۽ ماسي پڦي وغيره، جي اصل ۾ مرڪب لفظ آهن، سي هينئر جڙا يا يڪا لفظ پيا ڀانئجن،

١٧٠- ٽڌيو لفظن مان ڪي آڳاٽا ته ڪي هاڻوڪا آهن- جهڙوڪ سنسڪرت لفظ "هرديه" مان هڙندو"ن، هنئان ۽ هيج لفظ نڪيا آهن (صفحو ٥٩ ۽ ٦١) اهي آڳاٽا ٽڌيو چئبا. اهو ساڳيو "هرديه" لفظ وري چالو ٿيو ته اچار ٿيس هردو- ردو، ۽ معنيٰ ساڳي اٿس. اهي هاڻوڪا ٽڌيو چئبا.

"هردو دنيادار جو پاهڻ کان به ٻري."

١٧١- سنسڪرت لفظ "ونش" ڦري "ٻانس" ۽ "ونجهه" ٿيو آهي- ڪهڙيءَ به بانس جي ڪاٺيءَ کي "بانس" چئبو؛ پر "ونجهه" اها بانس جي لٺ آهي، جنهن سان ٻيڙي هلائين ٿا- اهڙيءَ طرح ڪن سنسڪرت لفظن ۾-ب، تي-ٿي، باڪ وڌيڪ صورتون ورتيون آهن، ته ڪن جي معنيٰ ۾ به ٿورو ٿورو ڦير پيو آهي.

١٧٢- ٿورا نه ٿورا، مون تي ماروئڙن جا." (شاهه) مارئي چوي ٿي ته، منهنجن ماروئڙن جا احسان مون تي ٿورا ڪينهن"، يعني مون سان گهڻي ڀلايون ڪيون اٿن- اهي ٻه لفظ هن ريت نڪيا آهن:

(١) هتي پهريون "ٿورو" معنيٰ احسان يا ڀلائي، جو اصل ۾ سنسڪرت لفظ ستوڪ Stavaka آهي، ۽ اصل معنيٰ اٿس "ساک يا ساراهه". ڪنهن تي ٿورو ڪبو ته هو ضرور

احسان ٿيندي، اڳلي جي ساک ڪندو. اهو "ستوڪ" لفظ اول بگڙجي ٿيو "ٿوڪ"، ۽ پوءِ 'ڪ' حذف ٿيو تہ باقي بچيو "ٿو"، تنهن جي پڇاڙيءَ "رو" پڇاڙيSuffix ڳنڍي ڇڏيون "ٿورو".

(٢) ٻيو "ٿورو" معنيٰ گهٽ (ضد-گهڻو) اهو اصل سنسڪرت لفظ "ستوڪ" Stoka آهي، جنهن جو بہ اچار بگڙجي اول ٿيو "ٿوڪ"، ۽ پوءِ "ٿو" ٿيو آهي انهيءَ جي بہ پڇاڙي "رو" ڳنڍي ڇڏيون "ٿورو"- مطلب تہ سنسڪرت جي ٻن جدا لفظن بگڙجي سنڌيءَ ۾ هڪجهڙي صورت اچي ورتي آهي، پر معنيٰ ۾ فرق پڌرو بيٺو آهي.

(٣) مٿين ٻنهي سنسڪرت لفظن جو اچار سنڌيءَ ۾ اول ٿيو "ٿوڪ"، تہ اهو لفظ بہ اسان وٽ آهي:

"هيٺئون ڏجي حبيب کي، لڳ ڳنڍجن لوڪ
ڪڏيون ۽ ڪروتون، اي پڻ سکر ٿوڪ." (شاهہ ڪريم)

يعني دل ڏجي پنهنجي پياري (سچي سائينءَ) کي، ۽ پنهنجا لڳ يا عضوا ٻلي تہ لوڪ سان ڳنڍجن: يعني ٻين عام ماڻهن سان ٻلي تہ رلمل ڪجي، پر چيت ۾ ڏيان ڏٺيءَ جو ڏارجي: مندر ۽ حجرا (مسجدون) بہ چڱيون شيون آهن، اهو "ٿوڪ" اصل سنسڪرت لفظ "ستوڪ" Stoka مان ٺهيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ٿورو: تنهنڪري ٿوڪ لفظ جي بنيادي معنيٰ ٿئي "ٿوري شئي"- هتي معنيٰ "شئي"، ۽ "سکر ٿوڪ" معنيٰ چڱيون شيون.

(۴) ”چانگا چندن نه چرڻ، متيا ٻيهن نه موڪ،
اگر اوڏو نه وڃين، ٽڪيو ڇڏين ٿوڪ.“ (شاهه)
هتي به ”ٿوڪ“ معنيٰ چڱي يا لذيذ شئي وٺبي نه
ٿهندي- پر مصنف جي خيال موجب هيءُ ساڳيو ٻهرون
لفظ ستوڪ Stavaka آهي، جنهن جي سنسڪرت ۾ هڪڙي
معنيٰ آهي ساڳ، ٻي معنيٰ آهي ٻور جو جهڳٽو يا ڇڳو،
۽ آن لاءِ اِهائي لذيذ شئي آهي.
(۵) انهيءَ ساڳيءَ سنسڪرت لفظ ستوڪ Stavaka
جي ٽين معنيٰ آهي ڏن، پدارت.
”ٿڙڪي ٻسي ٿوڪ، ٽڙڪي تڪبر ۾ ٿئي.“ (شاهه)
ڪونروءَ وٽ ليلا نئو لکو هار ڏٺو، ته اهو ٿوڪ
ڏسي هر ڪجهي ويٺي هئي- هتي ”ٿوڪ“ (پدارت) نئولکي
هار جي معنيٰ سان ڪم آيو آهي.
(٦) ”مون ڪي ڏيهان نڪتي، ٻه-ٽي ٿوڪ ٿيا“.(شاهه)
هتي ٿوڪ معنيٰ مند يا موسم؛ مارئي چوي ٿي ته ”ٻر مان
نڪتي (امرڪوٽ ۾ عمر سومري وٽ اچي قيد ٿي آهيان،
تنهن ڳالهه کي) ٻه- ٽي مندون (سيارا ۽ اونهارا) ٿي ويون
آهن“ هي ”ٿوڪ“ به اصل ۾ سنسڪرت لفظ ستوڪ Stavaka
آهي، جنهن جي سنسڪرت ۾ چوٿين معنيٰ ”ميڙ“ به
آهي. ڪهڙن ڏينهن جي ميڙي کي مند يا موسم چئجي، ٿو-
اهڙيءَ طرح هڪڙي لفظ جون سنڌيءَ ۾ ڪيتريون معنائون
ٿيون آهن. اهڙا مثال ٻيا به ڪيترائي آهن.

١٧٣ سنسڪرت لفظ ”درشن“ جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي ”ڏسڻ“. هندو ماڻهو ڪا ٺاڪر جي مورت يا ڪنهن مهاتما کي ڏسڻ وڃن، تہ چون تہ ”درشن ڪرڻ ويا هئاسين“. ڪنهن عزيز خويش لاءِ چون تہ ”ڪيس ڏسڻ ويا هئاسين“ اهڙيءَ طرح ڪيترن نج سنسڪرت (تتسم) لفظن ۾ جيڪو ڏرمي يا عزت جو خيال سمايل آهي، سو ڏڌيوُ لفظن ۾ ڪونهي. مسلمان بہ اُٿين ”ڏسڻ“ بدران عربي تتسم ”زيارت“ ڪم آڻين ٿا.

(الف) جڏهن ڪو لفظ ڪم آڻڻ ۾ سنسو ٿيندو آهي، تڏهن ان جي بدران ٻيو ڪو لفظ ڪم آڻبو آهي-جهڙوڪ ڪنهن ٻار کي تپ ٿيندو، تہ ماڻس چوندي تہ 'سندس دشمنن کي تپ ٿيو آهي' يا 'سندس ويري تپيا آهن'، يا چوندي تہ 'سڪالڙو آهي'. هن کي علم لغات جي صاحبن سڏيو آهي Pejorative tendency.

| ١٧٤- | سنسڪرت | سنڌي |
|---|---|---|
| | ڪشتيهہ=ڪوڙهہ (اسم) | ڪوڙهيو ڪشتيو (صفت) |
| | ڇمنڊ Chhamanda | ڇڙهو ڇانڊ |

هن ريت هڪ سنسڪرت لفظ مان ٻہ سنڌي لفظ ٺهيا آهن، پر هيٺي ڳڏ ڪم آڻجن ٿا. 'ڪشتيو' ۽ 'ڇانڊ' ڌار ڪم نہ اچن ۽ زائد يا بي معني لفظن جي دفعي ۾ ليکجن ٿا ساڳيءَ طرح ”آ هون ساهون“ (سنسڪرت -آمک سنمک)، مان 'آهون' لفظ ڌار ڪم نہ اچي.

۱۷۵ — "آپ گهاتي" ۽ "آب گهڙي" ۾ 'آپ' ۽ 'آب' هندستاني لفظ آهن. "ڪان پان" ۽ "ڪانو پينو" معنيٰ ڪاڌو پيتو. اهي به هندي (هندستاني) لفظ آهن.

(۱) "ٿيو غلغلو گرنار ۾ تہ ڪو آنائي آيو." (شاهہ)

(۲) "گل چنو گرنار جو پٽڻ ٿيو پيٽين." (شاهہ)

(۳) "اڪين سوئي اور ڪيو، ڪنين جو سئو." (شاهہ)

'آنائي' معنيٰ رمتو فقير، 'پٽڻ' معنيٰ شهر، ۽ 'اور ڪيو' معنيٰ سجائڻ يا ڏسڻ—اهي گجراتي لفظ آهن. "گربو" (ناچ جو قسم) ۽ "هڙتال" (هٽ تاڙ) بہ گجرات طرف جا لفظ آهن، جي ويجهڙائيءَ ۾ اسان وٽ چالو ٿيا آهن. اهڙيءَ ريت ٻين ڏيهي آريہ ٻولين جا ڪيترائي لفظ سنڌيءَ ۾ اچي ويا آهن. ٻوليءَ جي واڌاري جي اها بہ هڪ واٽ آهي (ڏسو صفحو ۱۵۰).

## ديشي لفظ

۱۷۶ — ديشي يا ديسج* معنيٰ ديس ۾ ڄاول يا پيدا ٿيل. ديشي (ديسي يا ڏيهي) لفظ اهي آهن، جي آرين جي اچڻ کان اڳيئي ديس (هندستان) ۾ چالو هئا، يا آرين جي اچڻ کان پوءِ ديس ۾ چالو ٿيا، پر بنياد سنسڪرت مان نہ اٿن. اهي ڪولن، سنٿالن، دراوڙن ۽ ٻين اصلوڪن رهاڪن جي ٻولي مان آڌارا ورتل ليکجن ٿا. جهڙوڪ ديشي،

---

*ديس = ڏيهہ + ج — جن = ڄڻ.

ديسج = Country-born.

لفظ سنسڪرت ۾ داخل ٿي ويا (صفحو ٢٠)، سي هاڻ سنسڪرت ڪري ليکجن ٿا. پر ويدن واري زماني کان پوءِ به دراوڙن وغيره سان لڳ لاڳاپي هلندي آئي، جنهنڪري پالي ۽ پراڪرت ۾ ديشي لفظ پاڻ گهڙيا آهن ۽ سنڌيءَ ۾ تهائين وڌيڪ، جو مالبار طرف کان سنڌ جو وڻج واپار گهڻو هلندو هو (صفحو ٢٣).

(الف) ايلاچي، ڪونئير، ڪانجهي، ڪڙهي، ڇاڏي، ۽ ڪاپار- انهن بابت پڪ آهي ته اهي دراوڙي لفظ آهن. ناريل جي تاندورن مان ٺهيل ڪاپاري جون رسيون هندستان مان يورپ ڏي وينديون هيون، تنهنڪري دراوڙي لفظ ”ڪاپار“ اوڏهين عام ٿيو. انگريزيءَ ۾ ڇون Coir گجرات ۽ سنڌ جا واپاري ۽ ميربحر چوندا هئا ”ڪانبار“، جنهن جو اچار هاڻ ”ڪاپار-ڪاپارو“ آهي. اهو ”ڪانبار“ لفظ، البيرونيءَ سنه ١٠٣٠ع ڌاري ڪم آندو آهي؛ تنهن مان سمجهجي ٿو ته سنڌ جو ملبار سان واپار انهيءَ کان گهڻو اڳي هلندڙ هو.

(ب) آڙد معني ماني، (دال جو قسم)، ڇنار معني ڪريل زال، ڪوٽ معني قلعو ۽ پڳڙي، ديشي لفظن جا مثال آهن؛ پر انهن بابت گهڻي پڪ ڪانهي، ته اهي دراوڙي ٻولين مان ورتل آهن يا نه.

١٧٧- ڪن ديشي لفظن مان سنڌي لفظ ٺهيا اٿون:

| ديشي | سنڌي |
|---|---|
| آلم ول | البيلو |

چڊڻي = چڙهي ٿو – چڙهڻ، چاڙهي، چاڙهه، چاڙهيڪو.
اُونگهڻي = ننڊ ڪري ٿو؛ اُونگهه = گهوڙهي ننڊ، غشي.

۱۷۸ – مليبار سان لڳ، وچڙ هئڻ سبب آنڌي جي اِتي ڏڪر راڻد سنڌ ۾ چالو ٿي. انهيءَ راند ۾ اسان جا ٻار دراوڙي (تيليگو) انگ ڪم آڻيندا آهن:

| سنڌي | تيليگو | معنيٰ | سنڌي | تيليگو | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|---|
| وڪڻ | اوڪٽ | هڪ | ٻن (ٻنڊ) | رينڊو | ٻه |
| مون (مونڊ) | مُوڊ | ٽي | نار | نال | چار |
| آر | آر | ڇهه | وٺي | ويهه Vei | ڏهه |

"ڀڪو" شايد تيليگو لفظ "اوڪ" (اوڪٽ) مان آهي – مطلب ته اسان جا واپاري اهي انگ تمبروار جهٽي نه آيا آهن، اِتي ۽ ڏڪر ٻئي سنسڪرت بنياد جا لفظ آهن*.

۱۷۹ – ديشي لفظن جي هڪ لغت "ديشي نام مالا" ناليٰ هيمچندر آچاريه جي جوڙيل آهي. ڊاڪٽر ڀنڊارڪر پنهنجن تقريرن ("ولسن فئلالاجيڪل ليڪچرس"، صفحو ۱۵۷) ۾ ديشي لفظن جي ذڪر ڪندي چيو آهي ته 'جن لفظن کي ديشي سڏيو ويو آهي، تن مان ڪي سنسڪرت بنياد جا سمجهڻ ۾ اچن ٿا' – اهڙا ڪي مثال به ڏنا اٿس، جهڙوڪ:

| ديشي | سنسڪرت |
|---|---|
| آجڊ = آجڙ (ويران) | آججول (اوجل) صفا (سچ) |

*سنسڪرت "ويتسا"، مراهٽي "وٽي"، سنڌي "اِتي"؛ ڏنڊڪ؛ سنڌي "ڏڪر" ("ر" پڇاڙي).

| ٻشل | ٻليورڊ |
| --- | --- |
| ڦنسيءَ = ڦسلائي ڏو | پاشا = ڦاسي (ڦاسائڻ) |
| ڇاسي = ڇاڄ، لسي | تڪر (فارسي تاشڪ) |

اهڙيءَ طرح، ڪنهن وقت، ٻين ڪن ديشي لفظن بابت ثابت ٿئي ته اهي سنسڪرت بنياد جا آهن، ته انهيءَ ۾ عجب ڪونهي.

## وديشي لفظ

۱۸۰ - وديشي يعني ڌارين ملڪن جا لفظ، جي سنڌيءَ ۾ اچي ويا آهن، تن جا مثال آهن:

يوناني- (۱) يونان، يوناني IONIAN (Greek).

(۲) ”پرسرام“ نالي ۾ ’پرسو‘- سنسڪرت ’پرشو‘ معنيٰ ڪهاڙو. يوناني pelekus.

(۳) ”دام“ معنيٰ ملهه يا ناڻو، ۽ ”درم“ هڪ ننڍو سڪو- سنسڪرت ”درمه“: يوناني drakhme؛ ’درم‘ جا بگڙيل اچار ’دم‘ ۽ ’دپ‘ (دپ) آهن:

(الف) ”پنجين دمون دم، ڪيجي ڪي سچلين.“-(شاهه ڪريم)

يعني ڏاڍيءَ پاڪ جي صدقي هڪ درم بدران پنج دم پنهنجي گنديان ڪيجن.

(ب) ”جي خزانا سؤ لٽي ڪو اهل دنيا جو هزار،
تاهي تهڙو جهڙو ڏئي مسڪين تو هڪڙي دپ.“

”ديوان گل“

(٤) "سرنگھه لفظ اصل يوناني Surinks (Syrinx)؛ سنسڪرت ۾ ان جو اچار "سرنگ" آهي، اسان جا ماڻهو شايد يونانين کان سرنگهون هڻڻ سکيا هئا!

(٥) ميدي مان ٺهيل "ميدون"، اصل يوناني لفظ Semidalis؛ ان جو سنسڪرت ۾ اچار "سميد سميت" ۽ معنيٰ ڪڻڪ جو سنهو اٽو.

(٦) بغدي، بختي ۽ بلغاري [صفحو ٥٠].

عربي ۽ فارسي- هنن جو ذڪر ڌار ڪبو.

ترڪي- آغا يا آقا (سنڌي — "آڳو"). ازبڪ= تاتاري ترڪ، جي چنگيز سان آيا ۽ ڏاڍا ظلم ڪيائون تنهنڪري "ازبڪيون هلڻ" يعني ظلم جهڙي هلت ڪرڻ يا آچارڻ. اردا بيگ مونث اودا بيگمي معنيٰ حرمسرا تي پهرو ڏيندڙ عورت. اوطاق (اطاق، اوتاغ)، ايلچي، بندوق- بندوقچي، بورچي (باورچي)، بيگ معنيٰ حاڪم مونث بيگم چاڪچي، چاق معنيٰ چڱو ڀلو (هاڻ لکن چاڪ- ڏسو شرت صاحب واري ڊڪشنري. اصل ترڪي اچار چاغ، جو اصل سنسڪرت لفظ چڱگ، سنڌي چڱو- (چانگو معنيٰ اٺ به انهيءَ سنسڪرت لفظ مان)، چوغو (چوغا- چوخا)؛ چق= پردو (دروازي جي اڳيان ٽنگڻ لاءِ- هاڻ لکن "چڪ" چقمق، خان= حاڪم، مونث خانم، خچر (قاچر)، قليچ بيگ- (قليچ= ترار)، قيطون= ريشم يا زريءَ جي ڪناري، جا زالون ڪپڙن کي هڻن؛ قينچي، ڪولي معنيٰ مزدور- اصل اچار "قلي" ترڪ لوڪ لڙائين ۾ دشمن جي لشڪر مان

جيڪي ماڻهو گرفتار ڪندا هئا، تن کان مزوري ڪرائيندا هئا. تنهنڪري ترڪيءَ ۾ "قُلي" جي هڪڙي معني قيدي ۽ ٻي معني مزور.

بلوچي۔ ڏسو ضمير ليون

پشتو۔ ڏسو ضمير چوڻون

هلايا۔ مهڱو (جانور)

چڪنڊا۔ چاهه، چانهه rea (اصل چيناڻي لفظ "شا")۔

## يورپي ٻولين جا لفظ

۱۸۱- عيسوي پندرهين ۽ سورهين صديءَ ۾ پورچوگيز، ڊچ، فرينچ ۽ انگريز آيا (ڏسو ۱)۽ ۽ پوءِ انگريزن جو راڄ ٿيو ته ڪئين لفظ سنڌيءَ ۽ ٻين ڏيهي ٻولين ۾ چالو ٿيا۔

پورچوگيز۔ "آپوسي" Alphanso ۽ "پائري" Pires (ٻمبئي طرف جي انبن جا قسم)، پادري، پستول، پيپ (Pipa)، ڦيٽ (ڦتا)، ڪمرو معني ڪوٺي Camara، نيلام (لئيلام)، وغيره۔

ڊچ۔ ٻئي راند ۾ جيڪي لفظ ڪم اچن ٿا، تن مان ڪي ڊچن جا آهن۔ جهڙوڪ ترپ (Troef) Trump، ۽ هارپان۔ لعل پان (Harten) Hearts

فرينچ۔ ڪارتوس (Cartouch) Cartridge لفظ فرينچن جي اچڻ وقت هندستان ۾ چالو ٿيو۔

انگريز۔ انگريزي، انگريزي، اردلي (Orderly)، آرماڙ (Armada)، اسٽامپ، اسپتال، اسٽيشن، اسڪرو،

اسڪول، ٻٽڻ (پيڙو)، ٻوتل (باٽل)، ٻوراڪ (ٻيرڪ) بورڊ، ٻرٻو (Buoy)، ڏجوڙي (ڏربيري)، ٽيڪس (ٽيڪٽ)، ٽيشن (سٽيشن)، ٽيڪس (ٽئڪس)، پتلون، پينشن، پلٽڻ (Platoon)، پئن (Pen)، جج، چاڪ، ڇاپ (شاپ)، درجن (ڊزن)، رپورٽ، رونگروٽ (Recruit)، سٽل (Settle)، اسڪول، سليٽ، ڪاليج، ڪرنل، ڪوچ، ڪپتان (ڪئپٽن)، ڪورٽ، ڪوٽ، گرمٽ (اڳريمينٽ)، ڪلاس، ماجسٽريٽ، مڊم (مئڊم)، هنڊرويٽ (Hundred-Weight) ۽ ٻيا اهڙا ڪيترائي لفظ آهن ۽ روزمره انهن جو تعداد وڌندو پيو وڃي.

## لفظن جي موجودات Word-Stock

١٨٢- سنڌي ڇهين جي چوٿين سبق ۾ لکيو اٿن ته

”انگريزي لفظن کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ اٽڪل ويهه هزار لفظ آهن، جي هيٺين پٽاندر ورهايل آهن:

| | |
|---|---|
| سنسڪرت مان لاڳاپو رکندڙ پراڪرت ٻولين مان | ١٢٠٠٠ |
| ديسي | ٢٥٠٠ |
| فارسي | ٢٠٠٠ |
| عربي | ٢٥٠٠ |
| جوڙ | ٢٠٠٠٠“ |

اهي سڀ انگ سراسر غلط آهن؛ اها غلطي هن مان ئي ظاهر آهي، ته سنڌي ڇهين ڪتاب جي انهيءَ ساڳي سبق ۾ لکيل آهي، ته شاهه جي رسالي ۾ ويهه هزار کن لفظ

آهن"- هاڻ ويچار جي ڳالهه آهي ته شاهه جي رسالي ۾ ويهه هزار لفظ، ۽ سڄيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻه ويهه هزار لفظ! رسالي ۾ ڪچڙي، پاڻڙ، سيرو ۽ پوري لفظ ٻه ڪر آيل آهن ڇا؟- نڌهن اهي انگ آيا ڪٿان؟

پڇائڻ مان معلوم ٿيو، ته ڪڇ ورهيه ٿيا، ته بمبئي سرڪار پڇا ڪئي، ته سنڌيءَ ۾ اٽڪل ڪيترا لفظ آهن. اهڙو تخمينو اڳي ٿيل ڪونه هو، تنهنڪري شرٽ صاحب واري ڊڪشنريءَ ۾ جيڪي لفظ لکيل هئا، سي ڳڻي رپورٽ ڪياؤن-شرٽ صاحب واري ڊڪشنريءَ ۾ ڪل ٩٢٨ صفحا آهن، جن مان ڪنهن صفحي ۾ پندرهن-سورهن، ته ڪنهن صفحي ۾ ٽيهه-پنجيهه لفظ آهن. جيڪڏهن هر هڪ صفحي ۾ سراسري ايڪيهه-پاويهه لفظ ليکبا، ته سڄي ڊڪشنريءَ ۾ ويهه هزار ڪن لفظ بيشڪ اچي ٿيندا. ٻي ڳالهه ته شرٽ صاحب وازي ڊڪشنريءَ ۾ ڪيترن هنڌ هرهڪ لفظ جي پٺيان ڄاڻايل آهي، ته اهو سنسڪرت يا عربي بنياد جو آهي يا ديسي وغيره آهي. انهيءَ ڄاڻايل ڳالهه پٽاندر جيڪڏهن سڄي ڊڪشنريءَ جا لفظ ويهي ڳڻبا، ته مٿون سمورو تفصيل نڪري ايندو-مطلب ته سرڪاري رپورٽ لاءِ جنهن ڪي اهي انگ ڏيڻا هئا، تنهن ٻي ڪا واهه نه ڏسي، شرٽ صاحب واري ڊڪشنريءَ جا انگ ڄاڻايا. انهيءَ وقت کان وٺي اها ڳالهه ڦهلي ته "سنڌيءَ ۾ فقط ويهه هزار لفظ آهن!" حقيقتؤن، ٻولي اٿاهه لتي پيئي آهي ۽ گهر ويٺي لفظ جو تخمينو ٻڌڻ اهڙو آهي، جهڙو:

"منڍي ماڪوڙي کوهه ۾ پيئي ڪنّي آپ."
(شاهه ڪريم)

# سنڌي وسيع ٻولي

١٨٣- سنڌي نهايت وسيع ٻولي آهي: سڀ جا لفظ هڪڙا، وڇولي جا پيا، لاڙ جا وچائين ٿيان، ۽ ٿر جا ٿنهين کان اوڙا وري وپارين، ڪاسبين، حڪيمن وٽ لفظ ۽ اصطلاح ئي پنهنجا. پسارين وٽ ڏسو ته سوين شيون: وڻ ٽڻ، گاهه ٻوٽا، گل ڦل، ڏوٿين جا ڏٿ ۽ ٻيون انيڪ شيون آهن، جن مان ڪيترين جا نالا ڪنهن به ڊڪشنريءَ ۾ ڏنل ڪينهن-ڪراچيءَ جي هڪ پيرمرد مهاڻي ڳالهه ڪئي، ته مڇيءَ جا سوا سؤ کن قسم ڏنل اٿرا جهڙوڪ: سرمائي، سينٿري، راڏوس، دوتر، منگرو، گوج، ڪر، ڏانگري، پلو، ڪپو، ڏنڀرو، جهينگا، گانگٽ (جن کي سانا ۽ هڪم به چون)، وغيره-"سنڌ گزيٽيئر" ۾ چاڻايل آهي ته 'سنڌ جي اڳوڻي ڪمشنر جيمس صاحب پکين جي ذاتين جا چار سؤ کن نالا ڪٺا ڪيا هئا'. هيئن به لکيل آهي ته 'سنڌ ۾ نانگن، بلائن ۽ ٻين سُرٽن ۽ جيتن جون اينديون ذاتيون آهن، جو رواجي طرح جيڪر ڪبو اعتبار ئي ڪونه ڪري'. ته سنڌ ۾ ايترا بيشمار جيتن جا قسم آهن! انهن کان سواءِ مالدارن جا لفظ جاچيو-اسين ماڻهو عام طرح 'ڳانءِ'، 'ڳئون' ۽ 'ڍڳي' لفظ ڪم آڻيون ٿا، پر مالدار ماڻهو انهن ٻن لفظن تي راضي ڪونه ٿيا:

سندس ڳاڻ جي تازي ويائل هوندي، ته ان کي "سوٿا" سڏيندو؛ جيڪڏهن ڳاڻ کير ڏيڻ ڀل ڪيتو ڪندي، ته ان کي "ڪِيَڙ"- سڏيندو؛ جيڪڏهن ڪا ڳانءِ وهڪي ويندي ۽ کير ڏيڻ بنهه بند ڪري ڇڏيندي، ته ان کي "ڦَنڊي" سڏيندو؛ جيڪڏهن سندس ڳانءِ يا مينهن کي سڱ نه هوندا، ته ان کي "رُوڙي" سڏيندو؛ جيڪڏهن ڪنهن مينهن جا سڱ وريل يا پيچدار هوندا، ته ان کي "ٻڪنڊي" ڪوٺيندو. ساڳيءَ ريت، اسين سيڪڙن قسم جي ڪاني کي "ٻڪانو" ڪوٺيون ٿا؛ پر ڪيتري ڪندڙ انبن نتا ڪن: سارين يا چانورن جي ڪاني کي "پلال"، جوئر ۽ ٻاجهريءَ جي ڪاني کي "ڪرٻ"، ۽ ڪڻڪ جي ڪاني کي ڪي "ڪانگڙي" ته ڪي "ناڙ" ڪوٺين ٿا. رڳو ڪنهن ڪوهه .وٽ وڃي ٻڌو ته هاري ناري نار جي هرهڪ ساز لاءِ اوهان کي لفظ ٻڌائيندو- هي سڀ ڳالهيون سنڌيءَ جي شاهوڪاريءَ جي ساک ڀرين ٿيون. وسيع يا ڀرتو ٻولي ڇئبو ٿي انهيءَ کي آهي،- جنهن ۾ هڪ معنيٰ لاءِ گهڻا لفظ ۽ هڪ لفظ جون گهڻيون معنائون هجن، ۽ جا اصطلاحن ۽ محاورن، تشبيهن، استعارن ۽ پهاڪن سان ڀرپور هجي،- ته فصاحت ۽ بلاغت سان هرڪو مضمون چئي يا لکي سگهجي. وسيع ٻوليءَ ۾ هم قافيه يا تَڪيائي لفظ ٻه ٻه جهجها هوندا آهن، ته نظم چوڻ يا لکڻ ڀل منجهي نه ٻيهجي. رڳو شاهه جو رسالو ٿي کڻي ڏسو ته منجهس ڇا پلٽ پلٽي پيئي آهي! اَبَ ۽ اُنَ جي قسمن لاءِ منجهس ڪيئين لفظ آهن:

ٻوٽو يا ڏوبو، ٻور، ڀؤر، توڏو، چانگو، ڪرمو، لبڙو، ميو، وغيره- "آٿ" لاءِ اهترا لفظ انگريزيءَ ۾ ٻه ڪينهن. ڀهلوان ۽ جنگي جوان لاءِ ٻه ڪيترائي لفظ ڪم آيل آهن: بهادر، ڀهلوان، ڀانڊ، وريام، وير، مانجهي، جهونجهار، ڪڳمارو (ڪڙڪ يا ترار ماربندڙ، شمشير زن)، وغيره. رسالي ۾ جيتري تجنيس حرفي Alliteration آهي، اوتري انگريزي شعر ۾ به ڪانهي. هيءَ ڳالهه خود ڄاڻائي ٿي، ته سنڌيءَ ۾ لفظن جي ڪمي ڪانهي. سرڳواسي ديوان ڏيارام گدومل جا جوڙيل نثر جا ڪتاب "شريمد ڀاڳوت گيتا" ۽ "ڀوڳ درشن" ۽ ڪي ليک، خاص ڪري ساميءَ جي سلوڪن جو ترجمو ۽ رباعيات عمر خيام جو ترجمو، پڙهي ڏسو ته سندس نثر مان هاڻوڪن ڪيترن شاعرن جي نظم کان به وڌيڪ مزو پيو اچي. هن صاحب کي ٻوليءَ تي ڪلي ضابطو هو، تنهنڪري پنهنجن خيالن کي عمدو لباس ڏيکاري سگهيو ٿي- اهي ٻوليءَ جي شاهوڪاريءَ جا اهڃاڻ آهن: ٻولي جيڪڏهن ڪنگل هجي ها ته مصنف جيڪر منجهي پيهن ها.

١٨٤- ڪيترن انگريزي خواندن جي دلين تي اهو وهم ويٺل آهي، ته سنڌي هڪ ڪنگل آهي، جنهن ۾ پورا لفظ ئي ڪينهن، جي ڪهرج مهل ڪم اچي، پنهنجا خيال پوريءَ ريت ظاهر ڪري سگهجن! اهو سچ آهي، ته انگريزي ٻولي انيڪ قسمن جي لفظن سان ڀرپور آهي، ۽ ڪيترن انگريزي لفظن لاءِ اسان وٽ سنڌيءَ ۾ پورا لفظ ڪينهن، پر هيٺين به ڏٺو ويو آهي، ته ڪيترن

انگريزي لفظن لاءِ سنڌيءَ ۾ بلڪل پورا ۽ ٺاهوڪا لفظ موجود آهن، جن جي انهن جوانن کي سڌ ڪانهي، ٻيون ڪيتريون سائنسون هاڻ نڪتيون، باقي علم نباتات (Botany) جي ته اسان جي ماڻهن کي ايامن کان سڌ هئي. ڪنهن سنڌي ماليءَ سان ڳالهائي ڏسو، ته ڪهڙي ڪهڙي انگريزي لفظ لاءِ اوهان کي بلڪل پورا پورا لفظ ٻڌائيندو. جهڙوڪ: ڳڀيرڻ Ovary، ڳڀ Ovule، گل جو منڍ، چوٽو، يا گوٿڻ Corolla، پنکڙي يا پانکڙي Petal-Sepal پراڳ يا رج pollen؛ مادي دار ۽ نروار Stamen pistil- منطق توڙي بجليءَ سان لاڳاپا رکندڙ لفظ، "سالبو" Negative، موجبو Postitive، وڄ پرواهڪ Lightning Condutor، ۽ ٻيا آهن. جيڪڏهن انهن جوانن کي هيڙن ٺاهوڪن لفظن جي سڌ ڪانهي، ته اهو ٻولي جو نه، پر سندن ئي قصور ليکبو.

١٨٥- هيءَ ڳالهه به ياد رکڻ گهرجي، ته هر ڪنهن ٻوليءَ جو پاڙ ٻيا ذاتي ڍنگ Genius پنهنجو پنهنجو آهي. انهيءَ سبب انگريزيءَ ۾ جنهن نموني ڳالهه ڪرڻي هوندي، تنهن ساڳئي نموني سنڌيءَ ۾ ڪرڻ شڪل ٿيندي. ساڳيءَ ريت سنڌيءَ وارو رنگ ڍنگ پوريءَ طرح انگريزيءَ ۾ آڻڻ اوکو لڳندو. اسان جا ڪيترا جوان، جڏهن ڪو سنڌي مضمون لکڻ ويهن، تڏهن اول دل ۾ سڄو ڳهاٽ انگريزيءَ ۾ گهڙين، ۽ جنهن مهل اهو سنڌيءَ ۾ آڻڻ چاهين، تنهن مهل ڪين ڪهڙي ڏکيائي ٿئي ٿي! ۽ پوءِ ڏوهه ليٽائي سنڌيءَ تي وجهن ۽ چون

ته سنڌي ڪٿل ٻولي آهي! حقيقتؤن، خيال ٿي سنڌيءَ ۾ ڪرڻ گهرجي؛ تہ ٻوءِ ٻورا ٻورا لفظ، جني پڙهيل يا ٻڌل هوندا، مي پاڻمرادو دل تي تري ايندا ۽ وقتي نون عمدن لفظن جوڙڻ جو خيال ٻ. پيدا ٿيندو. انهيءَ نموني اختيار ڪرڻ سان جملا وديڪ سهڻا ۽ نزاڪت ڀريا ٿيندا، ۽ دل گهريو اثر بہ پيدا ڪندا. پر، جيڪڏهن سنڌيءَ سان گڏ انگريزي لفظ ڪتب آڻبي، ڳالهه جي پوراڻي ڪبي، تہ اصليت چٽ ٿيندي، يعني نون عمدن لفظن جوڙڻ جو خيال پيدا نہ ٿيندو. اٿين آثار تي هلبو تہ ٻوليءَ کي ڌڪ پهو لڳندو ۽ ترقيءَ ڪرڻ بدران پوئتي بہ پوندي ويندي.

١٨٦- انگريزيءَ ۾ جيڪي وڏيون ڊڪشنريون آهن، تن ۾ جملي ٽي لک کن لفظ آهن- جيئن ايمرسن صاحب جي جوڙيل انگريزي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ ڄاڻايل آهي. هن وقت سنڌ سرڪار جي پاران جيڪا نئين سنڌي لغت ٺهي پيئي، تنهن ۾ رڳو 'الف' سان شروع ٿيندڙ لفظ پنج هزار کن ٿيندا؛ سڄي تيار ٿئي، تہ پوءِ ڪل جوڙ جي ڪل پوي. انهيءَ هوندي بہ ڪنهن بہ ردڪد جي خطري ڌاران ايترو اڳواٽ چئي سگهجي ٿو، تہ سنڌي ٻولي صفاتي لفظن ۾ بلڪل ڀرپور آهي؛ باقي سائنس جي لفظن ۽ ذاتي اسمن جو گهڻو زور ڪونهيس، سائنس جا ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪبا، تہ ساڳيا انگريزي لفظ ڪم آڻڻا پوندا، يا عربي ۽ سنسڪرت سان مدد وٺڻي پوندي؛ ڪن حالتن ۾ پنهنجا لفظ جوڙڻا پوندا.

ڪيترا لفظ ويجهڙائيءَ ۾ جوڙيا ويا آهن، جهڙوڪ: انگريزي لفظ Thermometer لاءِ اڳي عام طرح ”مقياس الحرارت“ چوندا هئا؛ هاڻ ڦيرائي ڪيو اٿن ”حرارت پيما“ يا ”گرمي ماپ“. ساڳيءَ طرح Barometer لاءِ اڳي ”مقياس الهوا“ لفظ ڪم آڻيندا هئا؛ هاڻ چون ”هوا ماپ“. انهيءَ نموني ”پاڻي ماپ“ Hydrometer، ”پنڌ ماپ“ Pedrometer، ۽ ٻيا ڪي لفظ جوڙيا اٿن. موٽر، ٽرام، بس، ۽ ٻيون اهڙيون شيون جي ويجهڙائيءَ ۾ چالو ٿيون آهن، تن لاءِ اهي ساڳيائي لفظ ڪم اچن ٿا، تهِ انهن جو ڦيرو به سنڌي نموني ٿئي ٿو- جهڙوڪ جمع ۾ چئون موٽرون، ٽرامون ۽ بسون. جرمنيءَ جي پهرينءَ جنگ وقت به ڪي نوان لفظ ٺهيا، جهڙوڪ: هوائي جهاز ۽ زير آبي Sub-marine سنڌ جي اخبار نويسن به ملڪي ڳالهين سان لاڳاپو رکندڙ ڪي لفظ جوڙيا آهن- جهڙوڪ:

| سنڌي | انگريزي | سنڌي | انگريزي |
|---|---|---|---|
| آپيشاهي | Autocracy | لوڪشاهي | Democracy |
| شاهوڪارشاهي | Plutocracy | قدامت‌پسند | Conservative |
| اِنتها پسند | Extremist | اعتدال پسند | Moderate |

اهڙيءَ طرح، سنڌي ٻولي ڪجهه ڪجهه واڌارو ڪندي پيئي هلي. تهِ به ايترو چئبو، تهِ اڃا پنهنجن ڀينرن (هندستاني، گجراتي وغيره کان) گهٽو پٺتي پيل آهي.

## سنڌي ڳالهائيندڙن جو تعداد

۱۸۷– سنڌ ۾ الڪل اٺيتاليھہ لک آدم آهي: جنهن مان ٻوٽا ڇوليهه لک کن مالهو ڇاوا ۽ نهنا سنڌ ۾ آهن ۽ انهن جي مادري زبان سنڌي آهي، جنهن هندن توڙي مسلمانن کي ملائي، گويا هڪ ڪٽنب جو ڀاتي ڪري ڇڏيو آهي. سنہ ۱۹۳۱ع واري آدمشماريءَ جي برخلاف هلچل هلائي هئي، جنهنڪري ڪيترن سنڌو واسين داخلائون ڪونہ ڪرايون هيون– انهيءَ هوندي بہ ايترو چئبو تہ هاڻ آدم گهڻو وڌيل آهي.

۸۸:- سنڌيءَ ٻوليءَ جو گهڻو جيترو خزانو سندس اصطلاحن ۽ پهاڪن ۾ سمايل آهي. اڪثر انهن ۾ نج سنڌي ڪم آيل آهي. هن وقت تائين فقط ڏيڍ هزار ڪن پهاڪا چونڊي گڏ ڪيا آهن. مصنف هيستائين اهڙا ٻيا به ڪٺا ڪيا آهن، پر پهاڪا اڃا گهڻا آهن ۽ منجهن وڏي فيلسوفي سمايل آهي. پهاڪن ڪم آڻڻ ڪري مضمون سلوڻو ۽ سوادي ٿئي ٿو، ۽ ساڳئي وقت انهن مان سڌ پوي ٿي ته جنهن ملڪ ۾ اهي چوڻ ۾ اچن ٿا، تنهن جي ماڻهن جا مذهبي يا ڌرمي خيال، ٻنهي رسمون ۽ ٻيا دستور ڪهڙا آهن- جهڙوڪ:

(۱) "لکيو منجهه للاٽ قلم ڪياڙيءَ نه وهي"- هي پهاڪو ڄاڻائي ٿو ته اسين سنڌي ماڻهو تقدير يا قسمت کي مڃون ٿا، ۽ ائين ڄاڻون ٿا ته ڌڻيءَ جي ٻاران جيڪو ٺهيو هوندو، سو اوس ٿيندو.

(۲) "پرائي امانت ڌرتي به نه ڌوهي"- هيءُ پهاڪو ڏيکاري ٿو ته اڳي جڏهن بئنڪون ڪين هيون، تڏهن اسان جا ماڻهو ڌرتيءَ ۾ ڌن پوريندا هئا، ۽ ڌرتي سندن رقم ڪانه وڃائي ڇڏيندي هئي. هيءُ پهاڪو سيکاري ٿو ته "امانت ۾ خيانت نه ڪجي"- اهڙيءَ طرح پهاڪن ۾ وڏي فيلسوفي سمايل آهي؛ ۽ ساڳئي وقت اهي اسان جي تهذيب يا سڀيتا جو آئينو آهن؛ يا اڃا به هيئن چئجي

ته "ٻوليءَ ۾ اسان جي جيوت جي آتم ڪهاڻي (Autobiography) سمايل آهي!"

## اصطلاحن جو بنياد

۱۹۹- ڪي اصطلاح، ڪن ڳالهين (تاريخي وغيره) تي ٻڌل آهن- جهڙوڪ:

(۱) ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙو واليو، واهه اڪرندي گهوڙي سوڌو پاڻيءَ ۾ ڪري پيو. پڻس جي هڙ توبري ۾ پيل هيس، سا پاڻيءَ ۾ لڙهي ويس: تنهنڪري، "رڦرئي توبري ۾"، "هڙئي هلاڪ"، "پڻسا ئي پاڻيءَ ۾"- اهي اصطلاح عام ٿيا.

(۲) ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي وقت ۾ مددخان نالي هڪ پٺاڻ وڏي لشڪر سان سنڌ ۾ اچي ڦرلٽ ڪئي، ۽ ڪيترن شهرن کي جلائي پورو ڪيائين. انهيءَ سبب هن وقت "مدد" لفظ عام طرح "آفت" يا "مصيبت" جي معنيٰ سان ڪم اچي ٿو- جهڙوڪ چون ته "توتي ڪهڙو مدد پيو؟ يعني توتي ڪهڙي مصيبت پيئي؟ (ڏسو "آزيڪ"، صفحو ۱۸۰).

(۳) اڳي ڌاڙيل اڪثر پلن گهوڙن تي چڙهي ايندا هئا- جيئن هاڻ به ڪن ٿا- ته ڦرلٽ جي مال ڍوئڻ ۽ جلد ڀڄي وڃڻ ۾ سولائي ٿئي. ڌاڙيلن، ماڻهن کي اهڙو ڏڪائي ڇڏيو هو، جو اچا رڳو سندن گهوڙا پريان ايندا ڏسندا هئا،

تہ ”گهوڙا گهوڙا“ ڪندا هئا؛ اُئين وا ڪا ڪري پين کي سڏ ڏيندا هئا تہ ”ڌاڙيلا اچن پيا“. انهيءَ ڪري ”گهوڙا گهوڙا ڪرڻ“ اصطلاح ٿيو، ۽ معنيٰ ٿيس ”زور سان دانهون ڪرڻ“ (ڦريل ماڻهوءَ وانگر)- ڪي چون تہ اهو اصطلاح بہ مدد خان پٺاڻ جي ڦرلٽ ڪرڻ سبب ٿيو؛ پر ائين نہ آهي. مدد خان پٺاڻ ۽ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي وقت کان گهڻو اڳي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي (جنم ١٦٨٩ع) ٿي گذريو آهي، تنهن بہ اهو ”گهوڙو“ لفظ اصطلاحي معنيٰ سان هن ريت ڪم آندو آهي:

”ڪ تو ڪنين نہ سُئا، جي گهٽ اندر گهوڙا“. (شاهہ)

هتي بہ ”گهوڙا“ معنيٰ هڪلون، دانهون يا زور ڀريا آواز (ضمير يا ووڪ جا). ڌاڙيلا ماڻهن جو اڳر تڪر ڇٽ ڪري وٺندا هئا، تہ اها ماڻهن لاءِ هڪ وڏي آپدا يا مصيبت ٿيندي؛ تنهنڪري ”گهوڙو“ لفظ جي ٻي اصطلاحي معنيٰ ”آفت يا مصيبت“ بہ آهي. بيت پاراتي ڏيندي بہ هائڻ چون: ”شل گهوڙا پونس“ !.

”گهوڙن هئين سيڪا، اُنن هنئين آنءَ،
جانينهن گهنهندي نانءَ، سا مون جئن پوندي مامري“. (شاهہ)

هتي سسئي چوي ٿي تہ ’گهوڙن جون هنيل يا مصيبت جون ماريل گهڻيئي آهن، پر مون تـي آئت (گهوڙن کان بہ وڏا جانور) اچي پيا، جي منهنجو پنهون ڪڻي ويا!

ڊيمس صاحب واري بلوچي ٻوليءَ جي لغت ۾

"گهوڙو" لفظ جي معنيٰ آهي "سوارن جي ٽولي"، هن
مان ظاهر آهي ته بلوچستان ۾ به ڌاڙيلا، گهوڙن تي
چڙهي، ڦرلٽ ڪرڻ ويندا هئا، جنهنڪري "گهوڙو"
لفظ جي معنيٰ ٿي. سنسڪرت لفظ "گهوٽڪ" اصل
۾ راوڙي لفظ) جو اچار سنڌيءَ ۾ ڦري "گهوڙو"
ٿيو آهي.

## ڀاڪن جي پيڙهه

١٩٠- ڪي ڀاڪا ڪن ڳالهين (تاريخي وغيره)
تي ٻڌل آهن، جهڙوڪ:

(١) "ڪنن جي ڳالهين ميربجر کي مارايو"- مياڻ
عبدالنبي ڪلهوڙي جي وقت ۾ جوڌپور جي راجا ٻه
راجپوت پنهنجا ايلچي ڪري موڪليا، جن ميربجر سان
ڪَن سَن ۾ ڳالهين ڪندي، کيس قتل ڪيو.

(٢) "آيا ميرءِ ڏکيا پير"- فيلن صاحب جي هندي
ڀاڪن جي ڪتاب موجب، "آئي ميرءِ ڏکي پير" جو
بنياد هن ريت آهي:

"امروهه جي شهر ۾ ميرانجي نالي هڪ شخص
هڪ جادوءَ جو ڏيو لڏو، جنهن جي وسيلي هن ڪيترا
ڪرامت جهڙا ڪم ڪيا، جنهنڪري هڪ وڏو پير
ڪري پوڄيندا هئس. هاڻ هو آني جي ڪن ماڻهن ۾
اچي واسو ڪندو آهي. امروهه ۾ ٻيا به ڪي پير-
جهڙوڪ زين خان ۽ ننڍي ميان- ماڻهن ۾ واسو ڪندا
آهن؛ پر جڏهن ته جڏهن مير (ميرانجي) اچيءِ تڏهن ٻيا
پير ڀڄي وڃن، جو هو ڪانئن وڏو ڪلا وارو هو-

ڦاڪي ٻهاڪي جي معنيٰ ته "جڏهن ڏاڏا مڙس اچن، تڏهن هيٺا سندن اڳيان ٻيهي ڪين سگهن."

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته هيءُ ٻهاڪو سنڌ جي ميرن ۽ پيرن (ڪلهوڙن) بابت نه آهي، جيئن ڪي غلط طرح سمجهندا آهن. هيءُ ٻهاڪو هندستانيءَ مان ورتل آهي- اهڙيءَ طرح ٻيا به ڪيترا اڌارا ورتل ٻهاڪا سنڌيءَ ۾ آهن.

## اڌارا ورتل ٻهاڪا

۱۹۱- هندي يا هندستاني- (۱) آپ ڪهاني ٻهاڙاني، (۲) ايڪ پنٿ دو ڪاج. (۳) بڙا ڪهاوڻ بڙا دک پاوڻ؛ چوٽي ڪا دک دور (۴) تم ٻي راڻي، ميں ٻي راني؛ ڪؤن ڀريڪا پاڻي.

ڪي ٻهاڪا هنديءَ مان ترجمو ٿيل آهن:

"نادان بات ڪري، دانا قياس ڪري." (هندي)

"اياڻو چوي، سياڻو ويچاري." (سنڌي)

سنسڪرت- ڪي ٻهاڪا سنسڪرت مان ترجمو ٿيل آهن:

(۱) يٿا راجا تٿا پرجا = جهڙو راجا تهڙي پرجا (رعيت):

(۲) يٿا ديوا تٿا ڀڪتا = جهڙو گرو تهڙا چيلا.

(۳) يٿا لاڀ سنتشٽ = جڙي ڪني جنس (جيڪي ملي تنهن تي راضي).

سرائڪي- (۱) آپ نه پالي، پالي ڏوڻ.(۲) ڪيتي سرسيتي، (۳) اپني ڪهوٽ نه تشا ٿيونڻي (۴) لڳي

هوندي تو ڪُل پوندي نہ تہ ٻچ لڳيان واليان نون،
(٥) تون آڪيسن، مين نہ مجيسان؛ مڻن بازي ڪٿي (٦)
شينهن تہ ڏٺڪيا، ڏيک ٻلاڙا؛ چور نہ ڏٺڪيا، ڏيک سونارا
يعني جيڪڏهن شينهن نہ ڏٺو هجيئي تہ ٻلو ڏس ۽ جي
چور نہ ڏٺو هجيئي، تہ سونارو ڏس.

پارسي- (١) آه غريبان قهر خدائي، (٢) يڪ تندرستي هزار نعمت، (٣) مفت را چہ بايد گفت.

ڪي ٻهاڪا پارسيءَ مان ترجمو ٿيل آهن:

(١) دو برادر سويم حساب = ٻہ ڀائر ٽيون ليکو.
(٢) خــود ڪرده را علاجي نيست = پنهنجي ڪيئي جو نڪو ويچ نڪو طبيب.
(٣) پسر نيره را چون شود بخت يار، دهد داغ روغن بہ غلہ جوار = رن ٻٽ جو وري ڀاڳ، تہ ڏيئي جوار پٽ ڪي داڳ (داغ).
(٤) آمد براء آخگر چون مطبخہ نشست = آئي ڏانڊي ڪي، ٻورچاڻي ٿي ويٺي.

عربي- ڪي عربي ٻهاڪا پارسيءَ جي معرفت آيا آهن، ۽ ڪن جو سڌو عربيءَ مان ترجمو ٿيل آهي- جهڙوڪ:

(١) عربي- التعجيل فعل الشيطان.
پارسي- کہ تعجيل کار شياطين بود.
سنڌي- تکڙ ڪم شيطان جو.

(٢) عربي- سنون الڪلابا لحم الحمار.
سنڌي- ڪُتي جا ڏند، گڏهہ جو ماس.

انگريزي۔ ڪي ٻهاڪا انگريزيءَ مان ترجمو ٿيل آهن:

(١) ڳدڙ ڊاک نه پڄي آکي ٿو ک ٽا. Grapes are Sour

(٢) ٽڪريءَ کي ٿيا سور ڄائو ڪئو.
Mountain in labour.

(٣) ڇڙهيءَ (لٺڪي) جو صرفو ڪيو، ته ٻار ڪريو.
Spare the rod and Spoil the child.

(٤) پائيءَ ني ڀڪائي، نوڙن تي ناداني.
Penny wise, pound foolish.

(٥) جت روشني ۽ هوا، تت ڪانهي تانگهه طبيب جي.
Where light and air enter, the doctor doesn't

## عربيءَ جو خاندان

۱۹۲ — عربي ٻولي ”سيمٽڪ“ خاندان مان آهي، جنهن مان ”هيبرو“ يعني عبراني يا يهودين جي ٻولي، سريا يا شام جي ٻولي ”ڪالڊي“، ۽ ايشيا جي ڏکڻ-الهندي طرف جون ٻوليون پيدا ٿيون آهن. انهن ٻولين جو خاندان يا ڪل هڪڙو آهي، تنهنڪري سڀاويڪ طرح نحوي بناوت ۾ هڪٻئي سان مشابهت رکن ٿيون، ۽ ڪيترا لفظ ساڳيا اٿن* سنسڪرت ٻولي، جنهن مان سنڌي، هندي، گجراتي، وغيره ٻوليون پيدا ٿيون آهن سي آريه ٻوليون آهن، ۽ انڊو-يوروپين خاندان جون ٻوليون ليکجن

---

* آخر، آدم، رضا، عمل، علم، عمق (اونهائي)، عميق (اونهو)، فتح، فراق، فعل، قي (الٽي)، ۽ ٻيا اهڙا ڪيترا نسط، جهڙا عربيءَ ۾ تهڙا عبرانيءَ يا يهودين جي ٻوليءَ ۾ آهن.

حساب، غيب، طعنو، قصر (محلات يا ماڙي)، فم (وات)، ۽ قرباني (شرباني) لفظ، ڪالڊي ٻوليءَ ۾ به آهن.

هوا ۽ نازل لفظ ارم ملڪ جي ٻوليءَ ۾ به آهن — اهڙا ٻيا ڪئين مثال جان شيڪسپيئر واري هندستاني ڊڪشنريءَ ۽ ٻين ڪتابن مان ملي سگهن ٿا.

ٿيون، تنهنڪري سنڌيءَ جو عربيءَ سان ڪوبه جڳري ناتو ڪونهي. پر عربيءَ جو متس اثر پيو آهي- اهو ڪيئن ٿيو ۽ ڪيترپقدر ٿيو، تنهن لاءِ اول ڪجهه تاريخي احوال ڏجي ٿو، ته سڄي ڳالهه سمجهڻ سولي ٿئي.

## آڳاٽن عربن تي آرين جو اثر

٩٣:- قديم زماني ۾ وچ ايشيا کان وٺي ايران ڏانهن آرين جون پيڙهيون هيون (صفحو ٧). آرين وانگر عرب به ٺاڪرن کي پوڄيندا هئا. قرآن شريف ۾ ٽن ٺاڪرن- منات، عزي ۽ لات- جا نالا ڄاڻايل آهن.

”ڳالهين منجهان تان ڪين ٿئي، پيچ اوٺ عزا لات کي،
سچل چئو روئين ايترو، بس ڪر برسات کي.“
(سچل)

هتي ’عزيٰ‘ ۽ ’لات‘ نالا ڪم آيل آهن.

عربن ۽ آرين جي پاڻ ۾ گهڻي لهه وچڙ هئڻ سبب، ڪي سنسڪرت لفظ عربيءَ ۾ اچي ويا- جهڙو صندل (Sandal)، ۽ ڪافور (Camphor)، اصل ۾ سنسڪرت لفظ چندن ۽ ڪپور آهن. ”ڪافور“ لفظ قرآن شريف ۾ به ڪم آيل آهي. ويدانت ۽ تصوف يا صوفي مت به ساڳيائي آهن، ۽ اها هڪجهڙائي به انهيءَ لهه وچڙ سبب آهي، پر، وارا ڇمارا آهن: هينئر ڏسو ته ڪيئن عربن جو اثر ايران ۽ سنڌ جي آرين تي پيو ٿو؟

## عربستان ۾ اسلام ۽ آتساهه

٩٤:- سنه ٥٧٠ع ۾ حضرت محمد (صلعم) مڪي شريف ۾ پيدا ٿيو. ڪچيءَ ڪان ئي پنهنجي پاڪ نفسي،

خلق ۽ فياضيءَ جي ڪري مشهور ٿيو، پر اسلام جي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين، ته عربن پنهنجون اڳوڻيون ريتون رسمون ڇڏڻ واجب نه سمجهيون، سندس گهڻي مخالفت ڪئي: ساڻس ايتريقدر اچي پاتائون، جو سنه ٦٢٣ع ۾ هجرت ڪري مديني شريف ڏي وڃڻو پيس- مسلمانن جو هجري سنه انهيءَ هجرت واري واقعي کان وٺي شروع ٿئي ٿو- انهيءَ وقت حضرت ﷺ کي پنهنجي جيءَ کي جفائون ۽ ڏريل کي ڏاڪڙا ڏيڻا پيا، ته به پنهنجي ارادي تي ثابت قدم رهيو. انهيءَ ثابت قدميءَ نيٺ سندس من جي مراد پوري ڪئي: عربن پوءِ خوشيءَ سان اسلام اختيار ڪيو ۽ حضرت ﷺ کي ڌڻي پاڪ جو رسول ڪري مڃڻ لڳا. پيغمبر صاحب منجهن نئون ساهه ڦوڪيو، ته ايترو اُتساهه جاڳين، جو هين هنڌ به اسلام جو جهنڊو کڙو ڪرڻ ويا. اسلام اختيار ڪرڻ کان پوءِ اٽڪل هڪ سؤ ورهين جي اندر ايران، سنڌ، ايشيا ڪنڊ جو گهڻو ڪري سمورو الهندو طرف، مصر ملڪ ۽ آفريڪا جو اتر وارو پاسو فتح ڪندا، فرانس تائين به ڪاهي ويا- ٽوئرس Tours وٽ جيڪڏهن شڪست نه اچين ها، ته سڄو يورپ پنهنجو ڪري ڇڏين ها.

## ڪاغذن جوڙڻ جو هنر

٩٥ - "انسائڪلوپيڊيا برٽنيڪا" مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪاغذن يا پنن جوڙڻ جو رواج، چين ولايت ۾، عيسوي سنه شروع ٿيڻ کان اڳي هو- سنه ٧٥١ع ۾ عربن سمرقند

تي ڪاهيو، ته چين جو لشڪر ساهون ڏين. عربن ڪي چينائي قيد ڪيا، جن ڀڃن جوڙڻ جو هنر سيکارين. عربن پوءِ اهو هنر هندستان ۽ يورپ کي سيکاريو. هندستان جي ماڻهن اهو ٿورو لاهي ڇڏيو، جو حسابي علم ۽ ٻيا ڪي علم عربن کي سيکاريائون- عربيءَ ۾ حسابي علم کي چون ٿي ”علم هندسہ“، جو اهو علم هندستان مان پرايو هئائون.

۱۵۶- آڳاٽن آرين کي ويدن جا منتر ۽ ٻي ٻاڻي ڪنٺ هوندي هئي، ۽ ان جو ڦهلاءُ پيڙهيءَ ۾ پيڙهيءَ حافظي جي وسيلي ڪندا هئا. شروع ۾ عرب به ائين ڪندا هئا؛ لکڻ جو هنر نه هون. سنڌي لفظ ”لکڻ“ ۽ انگريزي لفظ Write جي اصل معني هئي ”کرڙڻ يا اُکرڻ“- اڳي پٿر، ٽامي وغيره تي اکر اُکريندا هئا؛ اهو دستور گهڻو هوندو هو. اڳي هيٺن به ڪندا هئا جو کجيءَ جا ويڪرا پن، جن مان وچٽيون ڏهن ٽيون، تن تي لکندا هئا؛ جنهنڪري سنسڪرت لفظ ”پتر“ ۽ انگريزي لفظ leaf جي هڪڙي معني آهي وڻ جو پن ۽ ٻي معني آهي ”پرت“ يا ”ورق“ (ڪتاب جو)؛ خود ”ورق“ لفظ جون به اهي ٻه معنائون آهن.

سنسڪرت لفظ ”پتر“ جو اچار سنڌيءَ ۾ ڦري ٿيو آهي ”پرت“. هندستان ۾ گهڻا، ڀوج پترن يعني ڀوج وڻ Birch tree جي پنن تي لکندا هئا، ۽ اهي پن هڪٻئي جي پٺيان رکندا ويندا هئا؛ پر متان ڪنهن

وقت سچو ٿهو ڪري پوي ۽ ٻن پن ڪان ڌار ٿي وڃي، تنهنڪري پوءِ ج ولن جا ڇوڏا انهن پنن جي مٿان پنو يا جلد ڪري ڪم آڻيندا هئا. انهن ڇوڏن ٽوڙي پنن جي آرپار ٽنگ ڪري انهيءَ ٽنگ مان ڌاڳو لنگهائي، ڳنڍ ٻڌي ڇڏيندا هئا، ته سنئون سولو ڪتاب ٿي پوندو هو. ان ڪري سڏيندا هئا ”گرنٿ“، جنهن جي سنسڪرت ۾ هڪڙي معني آهي ”ڳنڍ“ ۽ ٻي معني ”ڪتاب“ (جنهن کي ڳنڍ ڏنل هجي). سنڌيءَ ۾ ”گرنٿ“ جو اچار بگڙجي ”گرٿ“ ٿيو آهي.

”ٻڌي گوڏ گرٿ، ساڌو هٿجي، سور جو“ (شاهه)
هٿي گرٿ (گرنٿ-گرنٿي) معني ڳنڍ (ناڻي جي).

سنڌيءَ ۾ ”گرنٿ-گرنٿي“ جو اچار ڦري ”ڳنڍ“ ٻ، ٿيو آهي. سکن جي گُرن جي ٻاڻي جنهن ڪتاب ۾ لکيل آهي، تنهن کي ادب ۽ عزت وچان ”گرنٿ صاحب“ سڏجي ٿو؛ نه ته اصل معني اٿس ”ڪتاب“، ۽ پوءِ خاص طرح معني ٿيس ”گُرن جي ٻاڻيءَ جو ڪتاب“. ساڳيءَ طرح مسلمانن جو پاڪ ڪتاب، ”قران“ يا ”القرآن“ (قرء معني پڙهڻ) ۽ ”مصحف“ يا ”المصحف“ (صحف معني لکيل پرت) سڏجي ٿو؛ پر انهن ٻنهي لفظن جي به اصطلاحي معني آهي ”ڪتاب“ ۽ اهو ”الڪتاب“ The Book سڏجي ٿو؛ اِنهن لفظن کي ڪي خاص معنائون ملي ٿيون. هاڻ اچو ٻولي جي ڳالهه تي.

## ايران ۽ پارسي

۱۹۷- پرشيا کي ”ايران“* چئبو آهي ۽ اُتي جا رهاڪو پاڻ کي ”ايراني“ سڏائين ٿا ۽ سندن ٻوليون به ايراني ٻوليون سڏجن ٿيون (صفحو ۸). ”پرشيا“ مان ”پرشن“ (Persian) لفظ ٺاهيو اٿن، جنهن جي معنيٰ آهي ”پارسي“ يا ”فارسي“؛ پر اصل ۾ اها سڄي ايران جي ٻولي نه آهي. اها اصل ايران جي ڏکڻ پرڳڻن مان فقط پارس يا فارس نالي هڪ پرڳڻي جي ٻولي آهي: پر انهيءَ پرڳڻي ۾ عيسوي سن کان ڇهه صديون اڳي ڪياني بادشاهه (Achaemenian Kings) دارا وغيره (۳۳۰ کان ۵۵۰ ق. م)، ۽ عيسوي ٽين صديءَ ۾ ساساني بادشاهه (Sasanian Kings) پيدا ٿيا، جي سڄي پرشيا (ايران) جا والي ٿيا، ته سندين ٻولي ”پرشن“ سڏجڻ ۾ آئي، جا درحقيقت فقط پارس پرڳڻي جي ٻولي آهي (صفحو ۸) عربيءَ ۾ ”پ“ اکر ڪونهي، تنهن ڪري عربن پارس ۽ پارسي لفظن جا اچار ڦيرائي فارس ۽ فارسي ڪيا.

## عربن جي ايران تي ڪاهه

۱۹۸- سن ۳۷-۶۳۴ ڌاري عربن ايران تي ڪاهه ڪئي. ان وقت ايران جي پارس پرڳڻي مان ڪيترا پارسي

* "Iran, Eran, Airan the Airiyana, of the Avesta. is the land of the Aryans."

*Edward G. Browne*: "*A Literary History of Persia*," *p. 4*.

(پارس جارهاڪو) لڏي، هندستان ۾ گجرات طرف اچي رهيا، جنهن ڪري هينئر سندين مادري زبان گجراتي آهي. عربن جي ڪاهه وقت ايران ۾ پهلوي يعني پهلوُ (پرٿوُ - آرين) لوڪن جي ٻولي چالو هئي. انهيءَ پهلويءَ تي عربيءَ جو ايترو اثر ٿيو، جو اها رفتي رفتي ڦري هانوڪي عربيءَ آميز پارسي ٻولي ٿي پيئي.

(الف) پارسيءَ جا ٽن قسمن جا درجا آهن: قديم، وچولي، ۽ آخرين. قديم پارسي دارا بادشاهه جي وقت جي ٻولي آهي، ۽ وچولي ”پهلوي“ آهي؛ آخرين درجي واري پارسي Classical persian اها آهي، جا اڄڪلهه اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پاڙهڻ ۾ اچي ٿي. پارسي ۽ سنسڪرت آريہ ٻوليون آهن ۽ هڪٻئي کي گهٽو ويجهيون آهن (صفحو ۵ ۽ ۸).

## عربيءَ جو سنڌيءَ تي اثر

۱۹۹ - سنہ ۷۱۱ع ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي اهو سياڻپ آهي ته جڏهن ڪا ڌاري قوم ڪنهن ملڪ تي غالب پوندي آهي، تڏهن انهيءَ ملڪ جا رعيتي ماڻهو، فتح ڪندڙ حاڪمن جي عام طرح پيروي ڪندا آهن؛ اول ڌاريءَ قوم جا لفظ، روزمره جي محاوري ۾ اچي ويندا آهن، انهيءَ کان پوءِ رعيتي ماڻهو سندين پوشاڪ، کائڻ پيئڻ جا نمونا، آتَ - ويهه جا قاعدا ۽ ٻيون ڳالهيون اختيار ڪندا آهن؛ ڪي ته انهن جو دين به اختيار ڪندا آهن - مطلب ته عام قاعدو هيءُ آهي ته ڌاريءَ قوم جو اثر ٻهريائين ٻهريائين ٻوليءَ تي، ۽ سڀ کان

پوءِ دين يا ڌرم تي ٿيندو آهي. پر، سنڌ جي حالت ۾ قصوئي ٻيءَ طرح ٿيو: عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ سان هزارها هندو اسلامي دين ۾ داخل ٿيا، جنهنڪري اول اثر ڌرم تي ٿيو. عربن ڪيترن هنڌ مسجدون جوڙايون ۽ نون مسلمانن کي نمازون سيکارڻ ۽ قرآن شريف پاڙهڻ جو بندوبست ڪيائون. پارسي تاريخ نويسن ڄاڻايو آهي ته ڪيترا نؤمسلم شوق سان عربي ٻولي لکڻ ۽ پڙهڻ سکيا. ابـو عطا نالي هڪ سنڌي شاعر، عيسوي ٺائين صديءَ ڌاري بغداد ۾ وڃي رهيو ۽ عربيءَ ۾ جيڪو شعر چيائين، سو خود عربستان جي شاعرن به ساراهيو آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ جي ٻين ڪن عالمن به عربيءَ ۾ ڪتاب لکيا، جي اڄ تائين موجود آهن ۽ مصر جي "جامع ازهر" (ازهر يونيورسٽي، قاهره) ۾ درسي ڪتابن طور پاڙهيا وڃن ٿا*. پر مٿي اڳيئي چيو ويو آهي (ڏسو صفحو ٦٢) ته عربن جي ڪاهه وقت سنڌ ۾ وراچڊ اپڀرنش چالو هئي، سنه ١٠٠٠ع ڌاري سومرن جي صاحبيءَ ۾ ڦيري هاڻوڪي سنڌي ٻولي ٿي (صفحو ٧٢)- هن حقيقت مان چڱيءَ طرح سمجهڻ ۾ ايندو ته عربيءَ جو جيڪو به اثر سنڌ جي ٻوليءَ تي ٿيو هوندو، سو وراچڊ اپڀرنش تي، يعني هاڻوڪي سنڌي ٻوليءَ جي ماءُ تي. انهيءَ اپڀرنش پراڪرت ۾ لکيل هڪ ڪتاب به موجود ڪونهي. تنهنڪري، چٽي نٿو سگهجي ته-

* مسٽر محمد صديق ميمڻ: "سنڌ جي ادبي تاريخ"، صفحو ٤١.

انهيءَ تي عربيءَ جو گهڻو ۽ ڪيترڳقدر اثر ٿيو. هن ڳالهه تي وڏيڪ روشني وجهڻ لاءِ ڪي تاريخي حقيقتون ڄاڻائجن ٿيون.

٢٠٠- سنه ٧١١ع ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي، ۽ ٧١٢-٧١٣ع ڌاري ملتان به ورتائون. انهيءَ وقت کان وٺي، اُموي خلافت پاران، سنڌ ۾ نائب مقرر ٿيا. محمد بن قاسم جنهن سنڌ فتح ڪئي، سو انهيءَ وقت ڌاري گذاري ويو. سنڌس وفات کان سگهوڙي پوءِ سنڌي ماڻهن، عربن ، سان جنگيون جوٽي، گهڻو ڪري سنڌ جو سڄوئي ڀر ڳڻو موٽي پنهنجي قبضي ڪيو. خليفن جي نائبن جي هٿ ۾ رڳو ڪراچي ضلعي جي لاڙ وارو ڀاڱو "ديبل ٺٽي کان وٺي سمنڊ تائين" رهيو*. انهن نائبن جي حڪومت ٧١١ع کان وٺي ٧٤٩-٥٠ع تائين يعني اٽڪل چاليهه ورهيه هلي. "تحفة الڪرام" موجب انهيءَ عرصي اندر برهمڻ آباد ۾ دلوراءِ، ۽ ڀنڀور (تعلقي ميرپور ساڪري) ڀنڀوراءِ جو راڄ هو. هن مان ظاهر آهي، ته ڪراچي ضلعي واري لاڙ مان به ميرپور ساڪري وارو پاسو هندن جي هٿ ۾ هو. اُموي خليفن جي پاران منصور بن جمهور سنڌ ۾ هو، تنهن برهمڻ آباد کان ٿورا ميل پري هڪ شهر ٻڌايو هو، جو سندس نالي پٺيان "منصوره" سڏبو هو. مطلب ته عربن جي هٿ ۾ سنڌ جو رڳو ٿورڙو ٽڪر شهدادپور طرف هو، باقي ٻي سموري سنڌ، سنڌي ماڻهن موٽي هٿ ڪئي هئي.

*Henry Cousens; "Antiguities of Sind", p. 29.

١٠٢- سنه ٧٥٠ع کان وٺي عباسي خلافت جو زمانو شروع ٿيو، ته انهيءَ گهراڻي وارن پنهنجا نائب سنڌ ۾ موڪليا. منصور بن جمهور انهن نون نائبن کي سامهون ٿيو، پر پوءِ شڪست کائي ٿر ڏي ڀڄي ويو، جتي پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب، اڃ ۾ عاجز ٿي، ساهه ڇڏيائين*- هن مان ظاهر آهي ته منصور بن جمهور رڳو حڪومت جي واڳ پنهنجي هٿ ۾ رکڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ۽ عربي ڦهلائڻ يا عربي علم ادب کي زور وٺائڻ جي ڪوشش ڪانه ٿي ڪيائين. حقيقت به هن طرح آهي ته ان وقت جيڪي مسلمان نه هئا، سي جزيي واري ڏل ڀري، پنهنجي جان ۽ مال جي حفاظت جو بار خليفن تي وجهندا هئا. اهي هندو "ذمي" سڏبا هئا، يعني اهي رعيتي ماڻهو جن جو بچاءُ حڪومت جي ذمي هوندو هو. ايلفنسٽن صاحب پنهنجي جوڙيل تاريخ ۾ انهيءَ سبب خليفن جي گهڻي ساراهه ڪئي آهي، جو ڪيترن هندن کان رڳو جزيو وٺي ڪين هندڪي ڌرم ۾ رهڻ ڏنائون ٿي- مطلب ته عربي سکڻ لاءِ ڪوبه ٻڌل ڪونه هو.

٢٠٢- بني عباس گهراڻي وارن خليفن جي ڏينهن ۾ عراق ۾ ڪي بغاوتون ٿيون هيون، جنهنڪري هو پنهنجي ڏي مونجهاري ۾ هئا ۽ سنڌ ڏانهن پورو ڌيان ڏيئي نٿي سگهيا، اهو وجهه وٺي سنڌ جو پرڳڻو سولائيءَ سان سولي خودمختيار ٿيو*- حاصل مطلب ته سنه ٧١١ع

*"سنڌ گزيٽئر"، جلد پهريون، صفحو ٩١.

-Major General Haig: "Indus Delta Country", p.73.

ڪان وٺي، سنڌ مان هندن جي صاحبيءَ جو صفا خاتمو ٿي ڪونہ چڪو هو، جيئن ڪي غلط طرح سمجهندا آهن. حقيقت تہ ڀاڻ هن طرح آهي، تہ ڳهڻو ڪري سموري سنڌ هندن موليٰ هٿ ڪئي هئي؛ باقي رکو ڪراچي ضلعي جي لاڙ وارو ٿورو ٽڪر ۽ هاڻوڪي نوابشاهہ ضلعي ۾ شهدادپور جي ڀرپان، برهمڻ آباد جي ويجهو، منصوره جو شهر عربن جي هٿ ۾ هو. تنهن ڪري، عربيءَ جو جيڪو بہ اثر ٿيو هوندو، سو انهيءَ ٿوريءَ ايراضيءَ ۾؛ ۽ نہ سڄيءَ سنڌ تي: اُتي بہ رکو ڪي ٿورا عربي لفظ چالو ٿيا هوندا ۽ ٻوليءَ تي ڳهڻو اثر ڪونہ ٿيو هوندو، جو خود هاڻوڪي سنڌي انهيءَ ڳالهہ جي ساک ڀري ٿي، جيئن اڳتي هلي ڄاڻائبو.

۲۰۳- ٽر جي سوڍن راجپوتن جي دستخط احوالن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ وڪرمي سنبت ۱۰۵۳ يعني ۹۹۶ع ڌاري الور، امرڪوٽ ۽ ننگرپارڪر، مارواڙ جي راجا ڌرٽي براهہ جي هٿ ۾ هئا، ۽ پٽس جو ڪراج امرڪوٽ ۾ راڄ ٿي ڪيو- هن مان ظاهر آهي تہ الور جو شهر، جو عربن جي ڪاهہ وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو، سو بہ انهن راجپوتن پنهنجي قبضي ڪري ڇڏيو هو، ۽ خليفن جي نائبن جو زور ڀڄي ويٺا هئا.

۲۰۴- سنڌ جي باقي رهيل جن ڀاڱن ۾ خليفن جانائب هئا، تن بابت بہ ڪجهہ حقيقت ملي ٿي: ميجرجنرل هيگ پنهنجي ڪتاب ”انڊس ڊيلٽا ڪنٽري“ جي صفحي ٽيهتر ۾

چاڻايو آهي ته 'سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي ۾ "پُراڻ"* طرف جيڪي هندو (راجپوت) حاڪم هئا، سي جيتوڻيڪ خليفن جي پاران مقرر ٿيل هئا، ته به خودمختيار ٿي پئي گذاريائون'- هن مان هيڪاري چٽيءَ طرح ظاهر آهي ته خليفن جي پاران ڪي هندو نائب به هئا ۽ انهن ته عربيءَ جو ڦهلاءُ هرگز ڪونه ڪيو هوندو. سنڌ جي تاريخ ۾ هيٺن به لکيل آهي ته 'سن ١٠٢٤ع ۾ محمود غزنويءَ سنڌ مان خليفن جي نائبن کي ڪڍي ڇڏيو ۽ سنڌ جو ٻرڳڻو دهليءَ جي بادشاهن جي هٿ هيٺ رهيو، ته به حڪومت جون واڳون انهن راجپوت حاڪمن جي هٿ ۾ هيون. انهن پوءِ اهڙو ته زور ورتو جو سڄيءَ سنڌ ۾ سنڌين (راجپوتن) جي صاحبي ٿي، جا سومرن جي صاحبي سڏجي ٿي'.

## سنڌ ۾ سومرن جي صاحبي

٢٠٥- سومرا اصل هندو راجپوت هئا، جيئن يورپي عالمن کوجنائون ڪري ظاهر ڪيو آهي. سنڌين صاحبيءَ ۾ سن ١١٠٠ع ڌاري، وراچڊ اپڀرنش -پراڪرت ڦري هاڻوڪي سنڌي ٻولي ٿي (صفحو ٨٠ ۽ ٨١). ان وقت

* "پُراڻ" معنيٰ پراڻو درياهه- اڳي 'مهراڻ' يا 'هاڪڙو' ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ ڏي هاڻوڪي ديوري پراڻ جي پيٽ مان وهندو، لکپت ڏي ويندو هو.
ميجر جنرل هيگ: "انڊس ڊيلٽا ڪنٽري"، صفحو ٧٣.

جو هڪڙو ئي سنڌي ڪتاب موجود ڪونهي، جنهن مان هن دور جي سنڌيءَ جا نمونا پيش ڪري سگهجن. جي ڪي ٻه-ٽي نمونا ملن ٿا، سي ڪنهن شعر جون مصراعون ملي سگهن ٿيون.

عيسوي ٻارهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهن شهاب الدين غوريءَ ڪي پرٿويراء تي فتح حاصل ٿي، تڏهن انهيءَ وقت چند بردائي نالي هڪ چارڻ "پرٿيراج رسن" نالي هڪ ڪتاب لکيو هو (صفحو ۷۱)- انهيءَ مان ۾ سڌون نموني لاءِ هيٺ ڏجن ٿيون:

"ٻڌ ڌرم ليو باندي نه تيگ،
سنُ سرون راج من پيو آديگ."

يعني (اجمير جي راجا بيسل ديو جي پٽ سارنگ ديو) ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو، ۽ تيغ (تلوار) تني ٻڌائيزه. راجا اها خبر ٻڌي، من ۾ وياڪل ٿيو- هتي پارسي لفظ "تيگ" (تيغ) ڪم آيل آهي. اهڙيءَ طرح پيا به منجهس پارسي ۽ عربي لفظ گهڙيل آهن- جهڙوڪ:

پيگام (پيغام)، فرمان، سرطان (سلطان)، پاتشاهہ، وغيره.

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته اردو زبان جو ٻج اڳيئي ڇٽيل هو، اهو غزنوي گهراڻي جي حڪومت جو اثر هو.

## غزنوي گهراڻي وارن جو ٻوليءَ تي اثر

۲۰۶- محمود غزنوي، جنهن سنڌ مان خليفن جي نائبن کي ڪڍي، حڪومت جون واڳون سومرن جي هٿ ۾ ڏنيون، تنهن کان وٺي عيسوي چوڏهين صديءَ تائين، جن مسلمان حاڪمن سنڌ ۽ سڄو اتر هندستان پنهنجي تابعي ڪيا، سي ايران جي اتر-اڀرندي ۽ هاڙوڪي

افغانستان ۾ رهندا هئا؛ اهي ترڪ هئا، پر پارسي ٻوليءَ سان چاهه هون. محمود غزنويءَ جي حڪم سان فردوسيءَ نالي شاعر ايران جي بادشاهن جي تاريخ پارسي شعر ۾ لکي تيار ڪئي، جنهن جو نالو ”شاهه نامو“ رکيائين- پارسي ٻوليءَ بابت مٿي اکيٿي چيو ويو آهي (صفحو ٢٠٣) ته عربيءَ جو مٿس نهايت گهڻو ۽ گهاٽو اثر ٿيو آهي. پر هيءَ به ٻڌندو آهي ته پر وارين ٻولين جا لفظ به ٻوليءَ ۾ گڏجي مسجي ويندا آهن. انهيءَ سبب پارسيءَ ۾ ترڪي لفظ به اچي ويا. ائين پارسي ٻولي، جا اصل ۾ آريه ٻولي آهي، سا ترڪيءَ جي ٿوري اثر ۽ عربيءَ جي ججهي اثر سبب هڪ گاڏڙ ٻولي ٿي پيئي. سنڌيءَ ۾ جيڪي لفظ عربي، ترڪي وغيره اچي ويا آهن، سي سڀ پارسيءَ جي معرفت؛ باقي سنڌيءَ طرح عربيءَ جو اثر جيڪڏهن ڪو ٿيو به هوندو، ته هاڻوڪي سنڌي ٻوليءَ جي ساخت تي، جا وراڇڊ اپڀرنش سڏبي هئي.

## سنڌ ۾ سمن جي صاحبي

٢٠٧- سومرن بابت سڀني تاريخ نويسن چاتايو آهي، ته اڪثر عيش عشرت جا ڪوڏيا هئا. ”عمر مارئيءَ“ جو قصو سنڌ ۾ مشهور آهي- اهڙو قهر جو ڪم عمر سومري ڪان ڪٿو اکيو، همير سومري ١٠٣٠ع ۾ ڪيو هو، جو ”جاسل“ نالي هڪ ٿئين پرڏيل ڪنوار کي زبردستيءَ ڪئي ويو هو. جنهن سبب راهه ڏياچ جو پٽ

راءِ نوگهڻ گجرات مان سنڌ تي ڪاهي آيو هو، ۽ سومرن کي شڪست ڏيئي جاسل جا بند خلاص ڪيا هئائين*. سومرن تي خود سنڌ جا سما سڙيا ويٺا هئا، جن نيٺ حڪومت جون واڳون پنهنجي قبضي ڪيون.

## سنڌيءَ جو ڦهلاءُ

٢٠٨- عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تنهن کان اڳ ڪڇ ۽ گجرات وارا پاسا، بلڪ لسٻيلو به، هندو راجائن جي هٿ هيٺ هئا (صفحو ١٥١ ۽ ١٥٦). سمن جي صاحبيءَ ۾ ڪن سمن سنڌ مان وڃي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ڏي ڏِکو ڄمايو (صفحو ٨٩)، تہ سنڌيءَ جو ڦهلاءُ اوڏهين هيڪاري گهڻو ٿيو. ڄام اڙ جي خاندان مان "رونجها" هئا، جن لسٻيلي ۾ حڪومت ڪئي. انهن مان "سپڙ" سخاوت ۾ اهڙو نالو ڪڍيو، جو سڏيندائي "سپڙ سخي" اٿس. شاهه جي رسالي ۾ سنڌس ۽ ٻين ڪن سمن جي گهڻي ساک لکيل آهي. لسٻلي ڏي اهي سما حاڪم زور ٿيا، تہ سنڌيءَ جو ڦهلاءُ ايڏهين بہ ٿيو.

٢٠٩- سمن گهرائي جو حاڪم ڄام تماچي اڄ تائين مشهور آهي (صفحو ١٢٣). سندس وقت ۾ ستن فقيرن کي اڪيتيون شعر ۾ ڪيون هيون. سندن چيل بيت اڄ تائين موجود آهن. اهي عام طرح "ماموئي" فقيرن جا بيت سڏجن ٿا. حقيقتون، صحيح اچار "معمائي" آهي.

* سموري حقيقت لاءِ ڏسو، ڪئپٽن ولبرفورس بيل جي جوڙيل "ڪاٺياواڙ جي تاريخ".

معما معنيٰ ڳجهارت. انهن فقيرن ڳجهارتن ۾ ڳايو هو، تنهنڪري اهو نالو پين. سندن چيل بيت هي آهن:

ٻهريون- هاڪ وهندو هاڪڙو، پڇندي ٻنڊ اروڙ،
ٻه مڇي ۽ لوڙ، سمي ويندا سوڪڙي!
ٻيون- وسي وسي آر جڏهن وڃي ڦٽندو،
تڏهن ٻاروچالو ٻار، پنجين درمين وڪبو!
ٽيون- ڪاري ڪاٻاري جهيڙو لڳندو ڇهه ٻهر،
مر مڇي ماري، سڪ وسندي سنڌڙي!
چوٿون- مر مڇي ماري، مر مڇي کھڙا پار،
هيلين ڪاريون ٻوتيون، مٿن ڪارا وارا!
پنجون- لڳندي لاڙان سؤنڪو ٿيندو سري ۾،
جڏهن ڪڏهن سنڌڙي اوڳاڻا وٺاهه*-
(يا) جڏهن ڪڏهن سنڌڙي تو کي ڦندران جو ڪوا!
ڇهون- نيرا گهوڙا ڏٻرا، اتر کون ايندا،
کهاکهيريون کسن تي، وراهي ويندا،
تهان ٻوه ٿيندا، طبل تاجائين جا!
ستون- اچي ويجها ٻماڙهئا! ننگر جي آڏار،
ٻراڻا پرار، نوان مر اڏجا نجهرا!

هيءَ آهي سنڌ ۾ آڳاٽي ۾ آڳاٽو موجود سنڌي شعر، جنهن ۾ عربي توڙي ڦارسيءَ جو اثر لڳائي ٿي ڪونه ٿو.

---

* سنڌڙي اوڳاڻا وٺاهه=اي سنڌ، تو کي ايرندي طرف کان نقصان رسندو. (اُگهيو=اُپرندو)

## ارغونن ۽ ترخانن جو راڄ

٢١٠- سمن کان پوءِ سنڌ ۾ ارغونن ۽ ترخانن جو راڄ ٿيو. ارغونن جي خاندان جو وڏو ارغون خان هو، تنهن جي نالي پٺيان اهي پاڻ کي ارغون سڏائيندا هئا. سنه ١٥٢١ع ۾ شاهه بيگ ارغون سنڌ جو حاڪم ٿيو، ته هن پاڻ سان ايراني ۽ ترڪي شاعر ۽ پيا ڪي عالم آندا. سندس پٽ ميرزا شاهه حسن به ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي. ان وقت عام طرح پارسي ٻولي چالو هئي، جنهنڪري چئبو ته غزنوي گهراڻي وارن پارسيءَ جو ٻج چٽيو، ۽ ارغونن انهيءَ کي آسرايو. انهيءَ وقت سنڌ ۾ مسلمانن جو تعداد ججهو ٿي هو، جنهنڪري چئبو ته عربيءَ سان گڏ پارسي تعليم جو سلسلو سنڌ ۾ انهيءَ وقت کان وٺي باقاعدي شروع ٿيو.

## سنڌي شعر جي شروعات

٢١١- سيڪنهن ٻوليءَ جو علم ادب يا ساهت (لٽريچر) شعر سان شروع ٿئي ٿو. سنڌ جو قديم شعر آهي ”دوهرو“ يعني ٻن سٽن وارو بيت (صفحو ٥٨ ۽ ٥٩). معمائي فقيرن جا بيت جي مٿي ڏنا ويا آهن، سي به دوهرا آهن (صفحو ٢٦٣)؛ رڳو ڇهين بيت ۾ ٽي سٽون آهن، جنهنڪري چئبو ته دوهري جي ترتيب ۾ ٿورو ڦير اڳيئي پيل هو. اهي بيت ٿورڙا آهن، تنهنڪري نڪي ليکي نڪي چوکي. عيسوي پندرهين صديءَ ۾ شيخ حماد ٿي وارو جو ”ڪڇي وارو پير“ سڏجي ٿو، تنهن ڪجهه شعر سنڌيءَ ۾ چيو هو، پر اهو

موجود ڪونهي. هن وقت جيڪو سنڌي شعر موجود آهي، تنهن ڏي نظر ڪري چئجي ٿو، ته سنڌي شعر عيسوي سورهين صديءَ کان وٺي شروع ٿئي ٿو. اهو به مسلم شاعرن جو چيل آهي. هندن جو جوڙيل شعر عدم موجود آهي؛ باقي ان جو نمونو سکن جي گرنٿ صاحب مان ملي ٿو.

لوڻ لوڻي ڏٺ، پياس نه ٻجهي مون گهڻي.
نانڪ سي اکڙيان ٻين، جن ڏسندو مان پري.
(راڳ مارو محلا پنج)

[مطلب- اکين سان مون جوني سروپ ياجلال واري ڏڻيءَ کي ڏٺو، مون کي درسن جي پياس يا ديدار جي تمنا (اڇا) گهڻي آهي ۽ اها ٻجهي يا متجي نٿي؛ پر اهي اکيون ٻي ٻيون آهن، جن سان منهنجي پياري کي ڏسي سگهندؤ.]

۲۱۲- عيسوي سورهين صديءَ ۾ جيڪي مسلم شاعر ٿيا، تن مان نامور شاعر قاضي قاضن سيوهڻ وارو هو، جو سمن جي صاحبيءَ جي پڇاڙيءَ ۾، ۽ ارغون گهراڻي جي راڄ جي اڪيارڙيءَ ۾، ٿي گذريو آهي. هن جي وفات جي تاريخ ۱۵۵۱ع آهي. سندس فقط ڇهه بيت رسالي ڪريمي مان ملن ٿا. انهيءَ وقت کان وٺي جيڪي شاعر ٿي گذريا آهن، تن جو شعر موجود آهي، تنهنڪري ٿي سنڌي شعر جي شروعات عيسوي سورهين صديءَ کان وٺي ليکجي ٿي- قاضي قاضن جي شعر جا مثال آهن:

(١) سي ٿي سيل ٿيام، پڙهيام جي پاڻا،
اکر اڳيان اپري، واڳو ٿي وريام.
(٢) ڪنز، قدوري، ڪافيہ ـ ڪي ڪين پڙهيوم،
ســو پارٿي ٻيو، جئان پريــن لــڌوم.
سندس ٻهس يا همعصر Contemporaries پيا ٻہ
هئا، جن مان هت رڳو هڪ جو ذڪر ڪجي ٿو.

٢١٣- قاضي قاضن جي وقت ۾ شاهہ عبدالڪريم
بلڙيءَ وارو پيدا ٿيو، جو شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڏاڏو ۽ مشهور اولياءُ هو. جو سنہ ١٥٣٦ع ۾ ڄائو ۽
سنہ ١٦٢٣ع ۾ وصال ڪيائين. مطلب تہ سيد صاحب
انهيءَ زماني ۾ ٿي گذريو آهي، جنهن ۾ ارغون ۽ ترخان
سنڌ جا حاڪم هئا. هو ڇهاسي ورهيہ جيئرو رهيو، تنهن
ڪري مرزا شاهہ حسن ارغون، مرزا عيسيٰ ترخان، مرزا
محمد باقي، مرزا جاني بيگ ۽ مرزا غازي بيگ. انهن
سڀني جا راڄ سنپربو ٿي. تاريخن موجب اهي راڄ سنہ
١٥٢١ع کان وٺي ١٦١٢ع تائين هليا.

## يوروپي لوڪن جي ٻوليءَ جو اثر

٢١٤- انهيءَ وقت ڌاري پورچو گيزن، فرينچن ۽ ڊچن
هندستان ۾ اچي ڪوٺيون وڌيون، تہ سندن ڪي لفظ چالو
ٿيا. جن جا مثال اڳيئي ڏنا ويا آهن (صفحو ١٨٧)
عجب تہ ڏسو تہ "روليٰ" ۽ "ماني" لفظ بہ اسان کي
پورچو گيزن سيکاريا! سنسڪرت لفظ "پرشٽ" معنيٰ پڪل:
انهيءَ لفظ جو اچار پورچو گيزن بگيڙي ڪيو "پاروليٰ"
يعني پڪل ماني. اسين "پا" جو اچار ڪڍي باقي ڇڏيون

۽ اسين چئون ”ڊوڊو“. هاڻ ”روٽي“ لفظ پورچوگيز ٻوليءَ مان ۽ ”ڊوڊو“ لفظ پشتو مان آيل ليکجن ٿا، نه ته حقيقت ڪري اسان جا ٻئي لفظ آهن ۽ بنياد سنسڪرت مان اٿن. ”ماني“ Manna لفظ اصل بني اسرائيلن (يهودين) جو آهي، جو پورچوگيزن اسان وٽ چالو ڪيو. ”پئسو“ لفظ به اسان وٽ پورچوگيزن چالو ڪيو، جو اصل سپين (Spain) جو pess آهي. اهو اصل سونو سڪو هو، پر هاڻ پئسي ۾ اسين ٽي پايون ليکيون ٿا. ساڳئي وقت ”پئسي وارو“ معنيٰ ڏن دولت وارو يا شاهوڪار انهيءَ اصطلاح ۾ اهو لفظ پنهنجي اصلوڪيءَ معنيٰ جو اهڃاڻ ڏئي ٿو. ساڳيءَ طرح ”ٽڪو“، جنهن ۾ ڇهه پايون (اڌ آنو) ليکيون ٿا، سو اڳي سون جو سڪو هو؛ تنهنڪري ”رتن ٽڪن جو ٿالهه“ معنيٰ اشرفين جو ٿالهه. ”ٽڪو — ٽڪڪ“ اصل سنسڪرت لفظ ”ٽنڪڪ“ آهي.

”معلم ماڳ نه اڳين، ڦلڱي منجهه ڦريا،
ملاح! تنهنجي مڪڙي، اڃي چور چڙهيا.“ (شاهه)

ڦلنگي، فلنگي يا فرنگي اصل يوروپي لفظ ”فرئنڪ“ Frank آهي. عيسوي پنجين صديءَ ۾ جرمنيءَ جي هڪ قوم فرئنڪونيا (Franconia) مان وڃي گال (Gaul) فتح ڪيو، اهو سمورو پاسو ”فرانس“ سڏجڻ ۾ آيو. فرانس جي ماڻهن تي ”فرئنڪ“ نالو پيو. رفتي رفتي، سيئي يوروپي انهيءَ نالي سان سڏجڻ ۾ آيا. هندستان ۾ اول

پورچوگيزن واپار جي سانگي ڪوٺيون وڌيون ۽ پر
منجهانئن ڪي درياهي چور (Pirates) هوندا هئا. سنڌ
۽ گجرات جا ولنجارا ملبار ڪناري ڏي ويندا هئا (صفحو
۱۲۳)، ته اهي چور سنڌين دنگين ۾ ڪاهي پوندا هئا
۽ سنڌن مال ڦري ويندا هئا. سنڌ ۾ ٺٽي جي شهر کي
انهن پورچوگيزن باهه ڏيئي ٻاريو هو. "باد فرنگ" لفظ
جي اکري معنيٰ آهي "يورپ جي هوا." اهو لفظ خود
چاڻائي ٿو، ته انهيءَ ٻيڙيءَ ۽ بدچالن جي بيماريءَ جي
اسانجن ماڻهن کي اکي ٻوجهه کي ڪانه هئي. پورچوگيزن
ڏکڻ هندستان طرف گهڻيئي ڪم ڪيا ۽ انهيءَ طرف
جون ڏيهي ڇوڪريون پرڻيا. انهن مان جيڪي پٽ
ڄاوا سي پورچوگيزن وانگر ٽوپلا پائڻ لڳا، تنهنڪري
"ٽوپس" سڏجڻ ۾ آيا. اهو لفظ پوءِ سڄي هندستان ۾
ٽوپلن پائيندڙن لاءِ عام ٿيو. هي حقيقت يول ۽ برنيل
صاحبن جي جوڙيل لغت "هابسن جابسن" ۾ ڄاڻايل آهي-
پر اڇو پنهنجي ٻوليءَ جي ڳالهه ٿي.

## دهليءَ جي بادشاهن جي حڪومت

۲۱۵- دهليءَ جي بادشاهن مان ميرو اڪبر بادشاهه
اسان وٽ امرڪوٽ ۾ ڄائو هو، ۽ ٿورا مهنا "جوڻ"
نالي شهر ۾ نپنو هو. همايون بادشاهه جنهن وقت سنڌ
آيو، تنهن وقت سنڌ ۾ شاهه حسن ارغون جي حڪومت
هئي، ته به ٿر ۾ سوڍن راجپوتن جو راڄ هو (صفحو ۱۶۱).
امرڪوٽ جي گاديءَ تي رالو پرساد ويٺل هو، تنهن همايون

بادشاهه کي پنهنجو قلعو خالي ڪري ڏنو، جنهن ۾ اڪبر بادشاهه ۱۴-آڪٽوبر ۱۵۴۲ع جي ڄائو. انهيءَ کان اڳي سنڌ ۾ ڪتان ڪتان جا سيد ۽ ٻروچ اچي رهيا هئا (صفحو ۱۲۲) ۽ ٻر هنن ارغونن جي صاحبيءَ ۾ مغل ۽ شيرازي گهڻا هئا، ۽ اڄ تائين ”مغل واڙو“ ۽ شيرازي پاڙو“ نٽي ۾ آهن. شاهه حسن ان وقت اهڙو زور هو، جو همايون بادشاهه جي آڻ نٽي مڃيائين، تنهنڪري هو نٽي تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ ”جون“ واري واٽ وٺي تي ويو. انهيءَ پيري ناهه ٿيو، پر پوءِ اڪبر بادشاهه سنڌ جو پرڳڻو پنهنجي تابعي ڪري ڇڏيو.

۲۱۶ ۲- هاڻوڪي ڦليلي واهه کان اڳي ”ريڻ“ واهه هو، جو هاڻ ڦٽو پيو آهي، تنهنڪري ”ڦٽو“ (Phito) سڏجي ٿو. ان جي ڪپ تي جون ۽ فتح باغ (هڪ ٻئي کان ڏي ڪوهه پري) اهڙا آباد هئا، جو چوٽي هئي ته

”نرت نوراڻي، نار نصرپور، ڦر فتح باغ،
هلي ڏسو جون، جت، ڪپهه جو واپار.“

[مطلب- نرت يعني ڏکي نظر يا (سهڻيون) اکيون ته نوراڻي جي ماڻهن جون، ناريون (سهڻيون) ته نصرپور جون، ڦل ڦول يا ميوو ته فتح باغ جو! جون جو به هلي ديدار ڪريو، جتي ڪپهه جو واپار (جام) ٿئي ٿو.]

اڪبر بادشاهه جو نامبارو وزير بيربل برهمڻ فتح باغ جو ويٺل چون ۾ اچي ٿو. اهي ٻئي وسيل شهر ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي صاحبيءَ ۾ مدد خان پٺاڻ باهيون ڏياري جلائي پورا ڪيا (صفحو ۱۹۲).

## سنڌ جي ڦرلٽ ۽ ڀاڱيون

٢١٧- ٺٽي جو شهر ڄام نندي ٻڌايو هو. سنه ١٥٢١ع ۾، سنڌس پٽ ڄام فيروز کان حڪومت کسڻ وقت شاهه بيگ ارغون ٺٽي کي باهه ڏياري. ان وقت ٺٽي جا ڪي سيد اچي وچ ۾ پيا، جنهنڪري گهڻو نقصان ڪونه ٿيو. بکر وارن سيدن کي به شاهه بيگ ارغون لڏايو هو، جنهن ڪري هو روهڙيءَ ۾ وڃي رهيا هئا؛ ڪيترن بلوچن جو خون ڪرايو هئائين ۽ سنڌن ڳوٺن کي پائيمال ڪرائي ڇڏيا هئائين. ("سنڌ گزيٽيئر"، صفحو ١٠٠). ارغونن کان پوءِ سنڌ ۾ ترخانن جي صاحبي سنه ١٥٥٤ع ۾ شروع ٿي، ته مرزا عيسيٰ ترخان سان مرزا شاهه حسن ارغون جي لشڪر جو هڪ مهندار سلطان محمد لڙڻ لڳو ۽ بکر وارو پاسو پنهنجي قبضي ڪري ويٺو. انهيءَ تي مرزا عيسيٰ پورچوگيزن کان مدد گهري، جن پنهنجو بحري لشڪر پيڊرو بريٽو رولم Pedro Baretto Rolim جي مهنداريءَ هيٺ موڪليو. انهن پورچوگيزن ٺٽي جي هندن توڙي مسلمانن جي ملڪيت ايتريقدر ڦري، جو سڄي ايشيا ۾ اهڙي ڦرلٽ ڪا ورلي ٿي هوندي ("سنڌ گزيٽيئر" صفحو ١٠٥)؛ ڪيترن لکن جي ملڪيت ڦريائون، تنهن کان پوءِ به ٺٽي جي شهر کي باهه ڏنائون:- هيءَ سنه ١٥٥٥ع جي ڳالهه آهي (صفحو ٢١٨). وري ٺٽون شهر ٻڌائون ته ٻيو اتفاق ٿيو: سنه ١٥٩١ع ۾ اڪبر بادشاهه

جو لشڪر سنڌ تي ڪاهي آيو، جو مرزا جاني بيگ سنڌيس آڻ مڃي. مرزا کي پرون پيا، ته هاڻ تتو هٽان ويندو، تنهن پنهنجي شهر کي پاڻيهي ڦوڪي ڏياري باهه. انهن تي گهمرا تتو جليوا /

ساهت جو واڌارو سدائين صلح سانت ۾ ٿيندو آهي، پر هتي اجهو هھڙا ويل پئي وهيا!

٢١٨- سنه ١٥٩١ع ۾ اڪبر بادشاهه ترخانن سان جنگ جوٽي کين پنهنجي تابع ڪيو؛ پر کين صوبو (گورنر) ٿي ڪم ڪرڻ ڏنائين- سنه ١٦١٢ع ۾ مرزا غازي بيگ جي مرڻ تي ترخانن جي خاندان جو صفا خاتمو ٿيو. انهيءَ وقت کان وٺي دهليءَ جي بادشاهن جي پاران صوبا يا نواب مقرر ٿي ايندا هئا. انهيءَ نئين انتظام جو اثر هيءُ ٿيو، ته سنڌ ۾ شاهاڻي ٻولي (پارسي) ۽ ديني ٻولي (عربي) هيڪاري زور ٿيون ۽ مسلمانن جو تعداد به ڏينهون ڏينهن پوءِ وڌندو رهيو (صفحو ٢١٤)

## هندو - مسلم ميلاپ

٢١٩- اڪبر بادشاهه جي وقت جون ڪيئي ڳالهيون گهڻو ڌيان ڇڪين ٿيون: هڪڙي ڳالهه ته هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ شير شڪر ٿيڻ لڳا. هندڪي مسلمانڪي جو ڀيد ايترقدر نڪري ويو، جو مسلمانڪي پوشاڪ پهرڻ کان هندو عار ڪونه ڪندا هئا ۽ مسلمان ڏاڙهين کي صفائي ڏيندا هئا. مسلمان، راجائيءَ جي لقب کي فخر سمجهندا هئا ۽ هندو، مرزا ۽ نواب جي خطاب کي مان سمجهندا

هئا. ان وقت هندو مسلمانن جا لفظ ۽ مسلمان جا هندن جا لفظ ڪم آڻڻ لڳا*. اهو دستور سنڌ ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين تائين به زور هو. جهڙوڪ ڪنبڙيءَ (تعلقي روهڙيءَ) وارن جي باڻي صفا هنديءَ ۾ آهي.

٢٢٠. اڪبر بادشاهه جي وقت جي ٻي هيءَ مکيه ڳالهه ڳڻڻ ڏيان جوڳي ٿي، ته سنڌس صاحبيءَ ۾ دهليءَ طرف ڪيترن هندن کي سرڪاري نوڪريون مليون، ته به پارسي سکڻ لاءِ ڪين ٻڌل ڪونه رکيو هئائون. ڪيترا هندو، سرڪاري حساب ڪتاب پنهنجي هندي ٻوليءَ ۾ رکندا هئا. ان وقت اڪبر بادشاهه جو روينيو وزير راجا ٽوڏر مل هو، تنهن حڪم جاري ڪيو ته آئينديءَ سڀ ڪامورا پارسي سکن ۽ سڀ سرڪاري حساب ڪتاب پارسيءَ ۾ رکڻ ۾ اچي. سنڌ ۾ ارغونن ۽ ترخانن جي حڪومت هئڻ سبب سڀ سرڪاري حساب ڪتاب اڳيئي پارسيءَ ۾ رکندا هئا.

سنڌ ۾ مسلمان عالمن جو سنڌيءَ ڏي ڌيان اڪثر هوئي ڪونه. اهي رڳو عربيءَ ۽ پارسيءَ ۾ ڪتاب لکندا هئا، پر پوءِ سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکڻ جي ضرورت محسوس ڪيائون جو ڪيترا هندو دين اسلام ۾ داخل ٿيا هئا. اهو احوال اڪبر بادشاهه جي زماني کان ڳڻڻ اڳ جو آهي، تنهنڪري هتي منڍ کان وٺي ان جو مختصر طرح ذڪر ڪجي ٿو.

* ميرزا قليچ بيگ: سنڌي شعر، صفحو ١٢.

## درياهه پنٿي ۽ آڏيرو لعل

۲۲۱- لهاڻا (لوهاڻا) اصل ۾ سري رامچندر پٽ ”لو“ Lava جو اولاد آهن، جو عام طرح ”واڻيا“ يعني وڻج ڪندڙ يا واپاري ۽ (پائيبند) سڏجن ٿا. هن وقت منجهانئن ڪيترا عاملن ۾ ڳڏجي ويا آهن. منجهانئن گهڻا اصل لوهڪوٽ ۾ رهندا هئا، جو هاڻ ”لاهور“ سڏجي ٿو*. رامائڻ واري زماني ۾ سري رامچندر جو پاٽ پرت، سنڌ جو راجا هو (صفحو ۲۹)۽ تنهنڪري سمجهجي ٿو، ته انهيءَ وقت ڌي لهاڻا سنڌ ۾ جججهي تعداد ۾ هئا. آڳاٽن آرين وانگر اهي اڄ تائين درياهه جي پوڄا ڪن ٿا، سورج (سج) ديوتا کي هٿ جوڙين ٿا ۽ جوت جي پوڄا به ڪن ٿا، جنهن جي مراد آهي، ته اگيان جي اونده ٽري. ۽ اندر ۾ انهيءَ جي جوت جاڳي. اهي ”درياهه پنٿي“ سڏجن ٿا ۽ ٺڪرن جا شيوڪ آهن. اهي درياهه ۾ آکو وجهندا آهن ۽ ٻحرانا (ٻحر- نذرانا) ڪيندا آهن.

ٺڪرن جي دستخط ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو ته ٺٽي ۾ مرک شاهه نالي هڪ حاڪم اتي جي هندن کي زوريءَ مسلمان ٿي ڪيو، ته هنن درياهه شاهه کي پڪاريو، جنهن سندين دانهن اونائي: اوچتو هڪ جوان، گهوڙي تي سوار ٿيل، پاڻيءَ مان پر گهٽ ٿيو ۽ مرک شاهه کي وڃي سمجهايائين ته ڪنهن به حاڪم کي زور زبردستي ڪرڻ نه جڳائي، ۽ هندن توڙي مسلمانن

*R. E. "Enthoun· The tribes and Castes of Bombay" Vol; ii"

کي پاڻ ۾ پائرن جيان مٽ محبت ۾ گڏگذارڻ گهرجي.
مرک شاه سندس کي معجزا ڏسي حيران ٿيو ۽ هندن توڙي مسلمانن سان هڪجهڙي هلت هلڻ جو اقرار ڪيائين.
انهيءَ آوتاري پرش سکهوڻي ٻوءِ نصرپور جـي شهر ۾ رتني نالي هڪ پائيبند جي گهر ۾ جنم لڌو، ۽ اهو "اڏيرو لال" سڏجي ٿو. سنسڪرت ۾ "اُڊو" معنيٰ پاڻي، جنهن ۾ ورڻ ديوتا رهي ٿو، تنهنڪري ورڻ ديوتا کي اُڊوراج، اُڊوپتي ۽ اُڊوور چيبو آهي. انهيءَ "اُڊوور" لفظ جو اُچار ڦري ٿيو آهي "اڏيرو"، ۽ هو ورڻ ديوتا جو اوتار ليکجي ٿو. سندس جنم وڪرمي سنبت ١٠٠٧ ۾ چيٽي چنڊ (ٻيج تٿ) تي شڪروار [جمعي] جي ڏينهن ٿيو هو. اهو ڏينهن هاڻ "ٺارون" سڏجي ٿو، جنهن جو اچارڪي "ٺارو" به ڪن (جيئن "ٺارومل").
درياه جا شيوڪ انهيءَ ڏينهن گوشت ۽ شراب ڪونه ورتائين. اهو "ٺارو" يا "ٿارو" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "سٿارو"، معنيٰ بيهڪ وارو يعني محڪم يا سدائين قائم. اهو ڏٺيءَ جو هڪ صفاتي نالو آهي، جو اڏيري لال تي به رکيو اٿن. هو سدائين قائم آهي، تنهنڪري "امر لال" به سڏجي ٿو. "آمر" معنيٰ نه مرندڙ، يعني سدائين جيئرو. انهيءَ کري "زنده پير" به ڪوٺجي ٿو.
اڄ تائين هندن توڙي ڪيترن مسلمانن جو منجهس اعتقاد آهي، اڏيري لال جي درگاه جا مجاور مسلمان آهن ۽ کيس "شيخ طاهر" کري ڪوٺين ٿا*

*ساڳيءَ طرح قلندر لال شهباز کي هندو "راجاڀرتري" پير پٽي کي "راجا گوپيچند" سمجهي پوڄين ٿا.

سنڌي سال چيٽ مهيني کان وٺي شروع ٿئي ٿو، ۽ اڏيري لال به چيٽي چنڊ جي ڏينهن جنم ڌاريو هو، تنهنڪري چيٽ جو مهينو دهلن دامن، ڇيڄن ڇڻڪارن ۽ ملا کڻن ميلن سان شروع ٿيندو آهي.

## سومرن ۽ سمن جو دين اسلام اختيار ڪرڻ

٢٢٢- پارسي تاريخ نويسن ڄاڻايو آهي ته سومرا اصل عربستان طرفان "سامره" مان آيل هئا. يورپي عالمن کوجنائون ڪري ظاهر ڪيو آهي ته سومرا اصل هندو هئا، ۽ پرمار راجپوتن مان هئا- جيئن "سنڌ گزيٽيئر" ۾ به ڄاڻايل آهي (١٧٩)- انهن اڏيري لال جي جنم ڌارڻ کان اڳي دين اسلام اختيار ڪيو يا پوءِ، سو پتو ڪونهي؛ باقي سمن بابت پڪ آهي ته اهي گهڻو پوءِ مسلمان ٿيا هئا. اهي سما اصل جادوونسي ڪُل مان آهن، جن مان سري ڪرشن پيدا ٿيو هو. اهي راجا يدوءَ* جو اولاد آهن، تنهنڪري يادوءَ يا جادوءَ ڪوٺجن ٿا. انهيءَ لفظ جو سنڌيءَ ۾ اچار "جادم" آهي.

"پسي پاٽ پُر ٿيو سنڌو جادم جُود." (شاهه)

هتي راءِ ڏياچ کي شاهه صاحب "جادم" سڏيو آهي. (صفحو ٨٩) چام ڌماچيءَ جو ٻاءُ چام اوڙو هو. جنهن جو پٽ جکرو هڪ نهايت نيڪ انسان ٿي گذريو آهي.

* يدوءَ آريا لوڪ اصل ٻبلونيا طرفان آيل چوڻ ۾ اچن ٿا (ڏسو صفحو ٢١)

شاهه صاحب هن کي ٻه "جادم جکرو" سڏيو آهي- هن مان ظاهر آهي ته شاهه صاحب کي خبر هئي ته اهي سما جادؤ ونسين جي ڪُل مان آهن.

## لهاڻن جو ڦري مينڌ ٿيڻ

٢٢٣- اينٿوني صاحب هڪ ڪتاب بمبئي ڪاتي جي قومن ۽ ذاتين بابت لکيو آهي. انهيءَ ۾ هو صاحب لکي ٿو ته 'پيران پير دستگير' سنه ١١٦٥ع ۾ بغداد ۾ رحلت ڪئي (گذاري ويو). دنيا مان موڪلائڻ کان اڳ، پنهنجي پٽ تاج الدين کي هدايت ڪيائين ته تون هندستان ۾ وڃي رهه، اتي جي ماڻهن کي اسلام جي روشني ڏيکار (سومرا ۽ سما شايد انهيءَ وقت مسلمان ٿيا). سيد تاج الدين کان پنج پيڙهيون پوءِ، سيد يوسف الدين قادري پيدا ٿيو. تنهن کي سنه ١٤٢١ع ۾ خواب ۾ آيو، ته تون سنڌ ۾ وڃي اتي جي ماڻهن کي اسلام جي راهه ڏيکار. هو صاحب جنهن وقت سنڌ ۾ آيو، تنهن وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٺٽو هو، ۽ اتي جو حاڪم سما گهراڻي جو مرڪب خان هو. اينٿوون صاحب لکي ٿو ته 'سمن جي صاحبي ١٣٥١ع کان وٺي ١٥٢١ع تائين هلي ۽ اهو مرڪب خان، جو شايد جام رائدان (سنه ١٤٥٤ع) هو، تنهن سيد صاحب کي ججهي عزت ڏيئي پنهنجو مهمان ڪري رهايو. انهيءَ حاڪم وٽ مالڪجي ذالي هڪ سيٺ برک هو، جو لهاڻن جي چوراسي اکين يا برادرين جو مکي هو، ٺٽي جو حاڪم هن سيد صاحب

جو مريد ٿيو، تہ سيٺ مانڪجيءَ بہ پنهنجي حاڪم جي پيروي ڪئي، ۽ پنهنجن ٽن پٽن مان ٻن پٽن ۽ لهاڻن‌جي ستن سؤ آکهين سميت شاهہ صاحب جو مريد ٿيو ۽ دين اسلام اختيار ڪيائين. سيٺ مانڪجيءَ جو پٽ سيٺ رائجي هو، تنهن تي احمد نالو پيو. رائجي جا ٻہ پٽ سندرجي ۽ هنسراج هئا، سي آدم ۽ تاج محمد سڏجڻ ۾ آيا*. لهاڻن ۾ ڪي "موٽا" ڪوٺيا هئا، پر پوءِ لهاڻن توڙي موٽن تي نالو پيو "ميمڻ" يعني "مومن" يا ايمان آڻيندڙ (ڌڻيءَ جي وحدانيت ۾). انهيءَ وقت پڻ لهاڻن درياهہ شاهہ کي پڪاريو هو ۽ درياهہ شاهہ سنڌين پڪار اونائي هئي- هن مان سمجهجي ٿو تہ اڏيري لال جي جنم ڏارڻ کان پنج صديون ڪن پوءِ جمي هي ڳالهہ آهي: هي موقعو ٿي پيو پيو پانڇجي.

٢٤٤- اينٿوون صاحب هيٺن بہ لکيو آهي تہ 'پيچ ۾ جاڙيجو راءِ کنگهار ١٥٤٨ع تائين حاڪم هو. هن ٺٽي جي ميمڻن کي دعوت ڏيئي پيچ ۾ گهرايو، جتي هو پنهنجو پاڙو ٻڌي وڃي رهيا. اتان پوءِ ڪنهن وقت ڪڇي ميمڻ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ڏي ويا. سورت جو شهر ١٥٨٠ع کان وٺي ١٦٨٠ع تائين وڻج واپار ڪري برک هو، ۽ هيءَ ميمڻ اهو وقت اتي رهي ساچا ٿي پيا هئا.

---

* سنڌي ماڻهن جا نالا اصل ڪيئين جهڙا هئا ۽ هاڻوڪن نالن وارا هندو، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت کان وٺي آيا.

سورت جي واپار جو ٻوءِ چلتو ڪهڻيو، ته ڪيترا ميمڻ
بمبئيءَ ڏي ويا- مطلب ته ڪڇ ۽ بمبئيءَ وارا ميمڻ
به سنڌ جي لهاڻن مان آهن*.

## ابوالحسن جي سنڌي

۲۲۵- سمن جي صاحبيءَ کان وٺي، سنڌ جا ڪيترا
لهاڻا ڦري ميمڻ ٿيا ۽ اهي وڌيا ويجهيا، ته انهين مسلمانن
جو تعداد سترهين صديءَ ڌاري وڏي گهڻو ٿيو. ان وقت
ڪن مسلمان عالمن ضرور سمجهيو، ته سنڌيءَ ۾ ڪي
اهڙا ڪتاب ڪيجن، جن جي وسيلي ميمڻن ۽ سنڌن
اولاد کي اسلام جي عقيدن ۽ فرضن کان چڱيءَ ريت
واقف ڪجي. ان وقت ٺٽي ۾ هڪ مولوي ''ابوالحسن''
نالي هو، جو مسلمان ٻارن کي مذهبي تعليم ڏيندو هو.
سنه ۱۷۰۰ع ڌاري هن صاحب هڪ ڪتاب ''مقدمةالصلوات''
نالي لکيو، جنهن ۾ نماز پڙهڻ، وضو سارڻ، ۽ ٻين اهڙين
ديني ڳالهين جو ذڪر آهي. ڪانئس اڳي قاضي قاضن،
شاهه ڪريم ۽ ٻين شاعرن ڪي بيت جدا جدا وقتن تي
چيا هئا (صفحو ۲۱۵)؛ پر هينئر هيءُ سنئون سولو
ڪتاب مولوي ابوالحسن سنڌيءَ ۾ جوڙيو، تنهنڪري
هو صاحب سنڌي علم، ادب يا ساهت (لٽريچر) جو بنياد
وجهندڙ ليکجي ٿو، ان وقت مسلمان عالم عام طرح
عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪتاب لکندا هئا. اهي بزرگ اڪثر

* *R.E. Enthoven: "The Ttribes and Castes of Bombay". Vol. ii'. pp. 52-53.*

ٺٺي، سيوهڻ ۽ ٻين هنڌن جا هئا. انهن مان سنڌيءَ ۾ جن ڪو ڪتاب لکيو، تن جي سنڌيءَ کي، بلڪ سندن ڪتابن کي، انهن جي سنڌي سڏيندا هئا. مولوي ابوالحسن جا عربيءَ ۾ لکيل ڪي ڪتاب اڳي ٿي هئا؛ پر هينئر جو هيءُ ڪتاب پهريون ڀيرو سنڌي شعر ۾ لکيائين، ته اها "ابوالحسن جي سنڌي" سڏجڻ ۾ آئي. ان وقت کان وٺي پيا به ڪي مسلمان عالم اهڙا ديني ڪتاب لکڻ لڳا ۽ سندين سنڌي سندن نالن پٺيان سڏجڻ ۾ آئي. اهڙيءَ طرح جملي پنجاهه کن ڪتاب ابوالحسن جي سنڌيءَ جي نموني، آڳاٽي صورتخطيءَ ۾ لکيل موجود آهن، جي هينئر سيڪو آسانيءَ سان پڙهي ڪين سگهندو. ان وقت جي هندن جو هڪڙو به ڪتاب موجود ڪونهي؛ پر سندن شعر جو نمونو مٿي اڳي ٿي ڇاڻايو ويو آهي (صفحو ٢١٥).

٢٢٦– مولوي ابوالحسن جو شعر دوهري جي ترتيب تي ٻڌل آهي (ڏسو صفحو ٥٩ ۽ ٢١٤)– مثال:

"ساراهجي سو ڌڻي، سندو جنهن (جنهن) فرمان،
مڃيو سڀني مومنين، آندائون ايمان،
ته (تنهن) ساراهائي سيڪو منجهه پڻاندر پاڻ،
ماڙ، مرون، پکي، پري، ملڪ مت سڃاڻ:
جيڪي آهي جت ڪي ڳجهو ۽ پڌرو،
سو سڀ ساراهائي رب کي پاڻ پڻاندر ٿو". وغيره وغيره.

رواجي طرح هرهڪ دوهري ۾ ٻه سٽون ٿينديون آهن، جي پنهنجي جاءِ پوريون پيٺيون هونديون آهن؛

پر هتي ڳالهه لاڳيتي هلي اچي. هن قسم جي بيتن کي عام طرح "ڪبت" (ڪوُتا) چوندا آهن. ڪٿي وري سڀني سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ الف گڏي قافيو جوڙيو اٿس. مولوي عبدالرحمان جو ٺاهيل "سنڌي دوزنامو" سڄوئي انهن جڙيل آهي، جنهن مان مثال ڏجي ٿو:

"ساراهيان سچو ڌڻي، جو آگو عليما،
جڳاءِ جهه (جنهن) صاحب کي سڀ ڪاساراها،
عالم عليم موڙ ڌڻي، مولو مالڪ خدا"— وغيره وغيره.

اهڙيءَ طرح سڄي ڪتاب جي سڀني سٽن پٺيان "آ-آ-آ" هلي اچي. شاهه جو رسالو به دوهري جي ترتيب تي ٻڌل آهي، پر ان جو نمونوئي نرالو. رکيو سرسرا ڪپ جي هڪ وائي انهيءَ آڳاٽي نموني جڙيل آهي، جنهن جون ٽوريون سٽون هي آهن:

"حمد چئج حڪيم کي جور هٺي جانا،
تو ڏيکاري تو ڌڻي باطن جا بانا،
دوست رکي دل ۾ پڙهه لالن لسانا" وغيره وغيره.

جنهن وقت مولوين ۽ مخدومن جو زور رکيو ديني ڳالهين تي هو، تنهن وقت تصوف تجي لهر به ٿئين سر سنڌ ۾ جاري ٿي هئي— اها ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي ڳالهه آهي.

## ڪلهوڙن جي صاحبي

۲۲۷— ڪلهوڙا "عباسي" سڏجن ٿا، ڇاڪاڻ ته حضرت محمد (صلعم) جي چاچي حضرت عباس جي نسل

وارن خليفن جو اولاد آهن. اڪبر بادشاهه جي صاحبيءَ ۾، سنڌس پاران، نواب خان خانان سنڌ جو پهريون صوبو يا نواب مقرر ٿي آيو هو. ان جي وقت، ۾ عباسين مان ميان آدم شاهه ڪلهوڙو لاڙڪاڻي جي پرسان اچي رهيو هو. انهيءَ سنجي ٻر ڪٽي ۾ چانڊيا گهڻا هئا، تنهنڪري اهو چانڊوڪو پرڳڻو سڏبو هو (صفحو ١١٢). اتي جي ماڻهن جو ميان آدم شاهه ڪلهوڙي ۾ گهڻو اعتقاد هو ۽ پير ڪري پوڄيندا هئس. ملتان طرف جا ٻ ڪيترا مسلمان مريد هئس. سکر جي شهر ۾ هُو جنهن ٽڪريءَ تي دفن ٿيل آهي، سا سنڌس نالي پٺيان آدم شاهه جي ٽڪري سڏجي ٿي.

٢٢٨- ميان آدم شاهه کان پوءِ ميان شاهل محمد لاڙڪاڻي جي پرسان مريدن جي گهڻائيءَ سبب زور ورتو. لاڙڪاڻي جو شهر اتي جي لاڙڪ ذات جي مسلمانن جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. اتي اصل واند هئي. ”واند“ معنيٰ ڍنگرن يا وڻن جي سڪل ڏارن ٽارن مان ٺهيل ٻونگي. اهڙيون گهڻيون ٻرنگيون ٺاهي جتي ڪوٽ ٻڌي ماڻهو ويهن، تنهن ڪوٽ کي به ”واند“ چون. ميان شاهل محمد لاڙڪاڻي ۾ گهاڙ واهه کٽايو، ته اهو پاسو جنسي غنچو ٿي پيو، جنهنڪري هيءَ چوڻي عام ٿي ته ”جي هجيئي ناڻو، ته گهم لاڙڪاڻو: نه ته وٽ ويڳاڻو.“

٢٢٩- دهليءَ جي مغل بادشاهه اورنگزيب جي صاحبيءَ ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي زور ورتو. بادشاهه جي پاران سنڌ ۾ اچي ڪي فتحون ڪيائين. پنوهرن

ڪان لاڙڪاڻي وارو طرف ڦري، دادوءَ جي نزديڪ، خداآباد جو شهر پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڪيائين. سندس وقت ۾ هڪ وڏو ڦهر ٿيو، جنهن جو مختصر طرح ذڪر ڪجي ٿو.

## شاهه عنايت الله صوفي

۲۳۰- ميان يارمحمد جي صاحبيءَ ۾ ميرپور بٺوري تعلقي جي ڳوٺ ميران پور ۾، شاهه عنايت الله صوفي نالي هڪ نامور صوفي درويش رهندو هو (صفحو ۱۲۱). هن الله جي عاشق ۾ اهڙو ته ڪو چقمق هو، جو جنهن جون تنهن جون ڍليون پاڻ ڏي ڪينچي ورتيون هئائين. هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو سندس مريد ٿيا*. ۾ سندس در ڇڏڻ تي دل نه پئي ٿين: رهگذر پنهنجا. آڻ جهڪائي سندس درسن ڪرڻ ويندا هئا! اهڙيءَ طرح آئي وڃي جي آئن جي جهوڪ آئي هئي، تنهنڪري ڳوٺ تي نالو ئي پيو "جهوڪ".

"جت وڃن آڻ، جاءِ تنهن کي چون 'جهوڪ'.
(ديوان گل).

سنڌ ۾ ڪلهوڙن کي ماڻهو پير ڪري پوڄيندا هئا، پر هيءَ وڏو پير پيدا ٿيو، ته ميان يارمحمد کي اچي دٻپ ورتو، سو دهليءَ جي بادشاهه کي رپورٽ ڪيائين ته شاهه عنايت جا ايترا مريد آهن، جو ڪنهن وقت سڄي سنڌ فتح ڪري وجهي ته عجب ڪونهي! انهيءَ تي حڪم آيو ته اهڙي ماڻهوءَ جي سسي لهرائي دهليءَ موڪليو! هن درويش جو دنيا سان ڪوبه مطلب

* انهن مريدن مان هڪ صديق (صادق) فقير به هو.

ڪونہ هو، پر شڪ جو شڪار ٿيو- جنهن جلاد سسي ٿي لاٿيس تنهن کي چيائين تہ:

”رهانيدي مرا از قيد هستي: جزاڪ الله في الدارين خيرا!“

يعني ڇڏايو اٿئي مون کي هستيءَ جي قيد مان؛ ڏئي اُجورو ڏيندو، ٻنهي جهانن ۾ ڀلو ٿيندو! اها دعا مون ڪري ڪيائينس جو ڏنائين تہ آءٌ پنهنجي سچي سائين سان اجهوئي وڃي ٿو ميلان! انهيءَ خوشيءَ وچان سسئيءَ لهڻ کان اڳ جلاد کي هڪ سوني اشرفي بہ انعام ڏنائين- هي انسان يا ملائڪ! جيتري بہ تعريف ڪجيس تيتري ٿوري- جنهن وقت سسي ڌڙ کان ڌار ٿيس، تنهن وقت سنڌس سسئيءَ ٻوليو:

”سر در قدم يار فدا شد، چہ بجا شد؟
اين بار گران بود، ادا شد، چہ بجا شد؟“

يعني سچي سائينءَ جي قدمن تان هيءُ سر صدقي ٿيو، تہ ڇا بجا آندوسين؟ يعني ڪجهہ بہ بجا نہ آندوسين (اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي): هيءُ ڳرو بار (فرض جو) ادا ٿيو، تہ ڇا بجا آندوسين؟ اهڙيءَ ريت سنڌس سسيءَ ڪيترا بيت ٻولينا اهو ٻنهي جو ڪتاب ”بيسرنامو“ سڏجي ٿو- مطلب تہ هيءُ الله جو عاشق سنڌ جي تاريخ جا ورق پنهنجي رت سان رڱي ويو آهي، ۽ اها لالائي ڪڏهن بہ لهڻ جي نہ آهي.

شاهہ عبداللطيف سنڌس پهس يا همعصر هو. ٻنهي جي ٻاڻ ۾ ججهي پريت هئي. سهڻي لال لطيف کي جنهن وقت هن هولناڪ حادثي جي سڌ پيئي، تنهن وقت شاهہ عنايت کي ياد ڪري، زار زار رنائين ۽ هيءُ بيت چيائين:

اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنواريـن،
آديسي اُٿي ويا، ڍڙهيون مون مارين،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا!“ (شاهه)

جهوڪ شريف ۾ هرسال ميلو لڳندو آهي، ۽ سنڌ جا صوفي ۽ ٻيا ماڻهوسون جي تعداد ۾ اتي وڃي ڪٺا ٿيندا آهن.

۲۳۱- شاهه عنايت بابت چوڻ ۾ اچي ٿو ته اول ماروئيءَ بابت بيت چوندو هو، ۽ شاهه عبداللطيف جا سسئي بابت بيت ٻڌائين، ته اهي اهڙا وڻي ويس جو پاڻ به اهڙا بيت چوڻ لڳو-

”آڊر، نـڊر، آپـري، ڪوجهي، ڪميڻي،
تنهن سان پاروچل پاجهون ڪيون، هوت ڏسي هيڻي؛
اگهائي، ’شاهه عنايت‘ چوي، تنهنجي ٽڪر مان ليڻي،
جا هٿي ور جي وهيڻي، تنهن کي محب مليو مهاڙ ۾!“

## سنڌي شعر جي ترقي

۲۳۲- دوهرو معنيٰ ٻن سٽن وارو بيت. معمائي فقيرن جا بيت، جي صفحي ۱۳۱ ۾ ڏنا ويا آهن، تن مان بيت ڇهين ۾ ٽي ٽڪون آهن. شاهه عنايت جي مٿين بيت ۾ چار ٽڪون آهن- تنهنڪري تاريخي لحاظ کان، شاهه عنايت ۽ شاهه عبداللطيف جا جوڙيل چؤ-ٽڪا بيت شعر جي ترقيءَ ۾ هڪ سونهري ڪڙي ڪري ليکبا هئن. دوهرن جي ماترائن ۾ به ڦيرڦار ڪئي. حقيقتون دوهري جي هرهڪ مصرع ۾ چوويهه ماترائون هئڻ گهرجن؛ ٻهرين اڌ ۾ تيرهن

۽ پوئين اڌ ۾ ٻارهن. هنن ٻنهي شاعرن اهي ٻنڌڻ ٽوڙي ڇڏيا؛ ڪٿي چوويهه-پنجويهه، ته ڪٿي ڇويهه-چويهه ماترائون به آنداءُون- اهڙيءَ طرح نمونو ڏي نئون اختيار ڪيائون.

## ڏوهيڙا، لوڙائو ۽ سنڌي ڪافيون

٢٣٣- شاهه عبداللطيف کي راڳ جو شوق گهڻو هو. سندس فقير يا مريد ڪافين سان گڏ بيت به ڳائيندا هئا. ائين رفتي رفتي، مضمون ٽوڙي ڳائڻ جي ڍنگ پٽاندر، بيتن تي نالاڻي ٽرالا پيا؛ خود "دوهرو" لفظ جو آچار ڦري ٿيو "ڏوهڙو-ڏوهيڙو"؛ ڪي "ڏوهو" (دوهو) به چون- هاڻ انهن لفظن جي معنيٰ ۾ به ڦير ڦيڪجي ويو آهي؛ دوهرو معنيٰ اهو ٻن سٽن وارو بيت، جنهن ۾ ڪا ڌرمي يا اخلاقي ڳالهه هجي. "ڏوهيڙو" معنيٰ اهو بيت جنهن ۾ عشق جي ڳالهه هجي ۽ منجهس سٽون ڪيتريون به هجن؛ ڪرار، جت ۽ ٻيا ڪنن تي هٿ رکي، وڏي سڏ ڏوهيڙا ڏيندا آهن؛ تن کي عام طرح "لوڙائو" چئبو آهي؛ پسَت، ڀڳت ۽ ٻيا، ڪٿهن قصن ٻڌائيندي، لپ ٽپ تي جيڪي بيت نثر سان ڳائيندا آهن، تن کي "ڳاٿون" (سنسڪرت: "ڳاٿا") چئبو آهي؛ جيڪي ڏوهيڙا منگتا يا مڱڻهار ۽ ٻيا نڙ تي تنبوري تي چوندا آهن، سي اڪثر "بيت" ڪوٺبا آهن؛ جن بيتن ۾ مُٺت ساڌو ويدانت جون ڳالهيون يا ٻيون ڌرمي يا نيتي (اخلاقي) ڳالهيون آئين ٿا، تن کي بيتن بدران "سلوڪ" سڏبو آهي؛ شاهه جي رسالي ۾ ٻهرڊائين بيت ۽ پوءِ وايون يا ڪافيون آهن. هاڻ

دستور آهي، ته جيڪي ڪافيون ڳائڻ ويهن، سي اول ڏوهيڙا ڏين ۽ پوءِ ڪافي شروع ڪن. اهو نمونو اسان جن مائهن کي سهڻي لال لطيف سيکاريو، جو سنڌ ۾ ڪافين جوڙڻ جو رواج ٿي پهريائين پاڻ وڌائين.

## سنڌي ڪافيون ۽ انهن جو اثر

”اڳيون آيام پيهي، او الا، مون سارينديءَ سپرين.
مشڪ عطر مون پرين، سڪس جم سپيئي.
تن جني جسو طالبو، روح تني سين ريهي-
ساجن سنڌيءَ سونهن جي، آءَ ڳالهه ڪريان ڪيهي.
ٿيو لطف، ’لطيف‘ چي، دوست آيو در پيهي.“
(سر ڪنڀات)

شاهه عبداللطيف، هيڙيون من موهيندڙ ڪافيون چئي، مائهن کي مستان ڪري ڇڏيو. سنڌي مائهن کي هيءَ نئين چاشي چکايائين، تنهن کان پوءِ مائهن به پنهنجو هوش هلائي، ڪافين جوڙڻ جا نوان نوان نمونا ڪڍيا؛ هاڻ ڪا ڪافي ”يڪي“ (جيئن مٿين ڪافي آهي)، ته ڪا ”سوائي“، ته ڪا ”ڏيڏي“ وغيره- شاهه صاحب ڪافين جو رواج وڌو، سو سنڌ ۾ان هڪ وڏو وڙ ڪيو اٿس. سنڌ جو راڳ آهي ٿي ڄهو؛ انهيءَ روح ريجهائيندڙ راڳ اسان جي ٻر ڪٽي ۾ ڏاڍي سوج مچائي آهي! ٻنيءَ ۾ ڏسو هاري ناري ڪنهن وقت جهار (پکي) پيو هڪليندو، ته ڪنهن وقت اها لات پيو ڏيندو، جو ڪيا بات! هو جو اوٺي، جنهن کي جيڪو ٽيڪو

"جت" سڏيندو اهي، سو اڪثر غزل ڪونہ ٿو چوي؛ باقي ڪافين جو ڪوڏيو آهي. جهنگ مان ڪرها (آٺ) قطاريو پيو ويندو، تہ ڪنهن مهل لوڙائو ڏيئي، اها وٺي ڪافي آلاپيندو، جو جهنگ ۾ رنگ لائي ڏيندو! ڪنهن صوفي فقير جي درگاهہ يا ٻئي آستان تي، جڏهن ڳائڻا اچي ٿا گڏ ٿين، تڏهن تہ لوليون لاءِ ڏين: دلا ۽ يڪتارا ڪٺي، اهي غضب جون ڪافيون چون، جو ٻڌندڙن جو پتو بہ پاڻي ڪيو ڇڏين؛ ڪٿي پڪيت پوندي. آهي، تہ ماڻهو هڪٻئي جي مٿان ڳاهٽ وچي ٿيندا آهن، ۽ ۽ تير چٽڻ جي جاءِ ڪانہ هوندي آهي! رواجي طرح بہ ڏسو تہ سنڌ جا ڳهٽو ڪري سپيئي ڪاسبي، حاج-وٺڻ اڳيان رکي پنهنجي ڪرت بہ پيا ڪندا، تہ جهونگاريندا بہ پيا: ڪو مومل راڻي جا مذڪور تہ ڪو سسيءَ جا سور پيو ڳائيندو، يا مارئيءَ جي ساڻيهہ جي سڪ ۽ اباڻن جي اڪير وچان وچوڙي جا ورلاپ پيو ڪندوا- هي سڀ شاهہ صاحب جو پرتاب آهي، جنهن ڪافين جو رواج ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ وڌو. هن سنڌي شاعرن جي سرتاج ڪان پوءِ بيدل، بيڪس، پاڻي دلپتراءِ صوفيءَ ۽ ٻين بہ اهو نمونو اختيار ڪيو.

## مداحون ۽ مناجاتون

۲۳۴- مداحن ۽ مناجاتن جوڙڻ جو رواج بہ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ پيو، جن ۾ هرهڪ دوهري ۾ نئينديون نئينديون ٽڪون رکندا هئا- مثال لاءِ ميان سرفراز خان

ڪلهوڙي جي مداح، مسلمانن جي نبيءَ بابت، هيٺ ڏجي ٿي:

”يلا چام، هن غلام سندو سوال سڄ تون،
آهيان ڏڏ، غمن ڳڏ، سچا سڏ سڄ تون،
ٻسي پاڻ، ڪرم ساڻ، ڏکيا ڍاڻ ڏٿين مون. يلا چام...
لنگهيا لڪ، لٿا شڪ، هلي حق ڳڏياسون،
في الحال منجهه وصال، اچي محب ملياسون. يلا چام....
’سرفراز‘ ڪي اداس؛ آهي آس اوهان ڏانهن،
رهه راس، بند خلاص، ڏوبي خاص ڏٿين مون. يلا چام....“

٢٣٥- جمن نالي هڪ چارڻ اڪين ڪان سچو هو، تنهن پيران پير دستگير ڪان، اکين جي روشنائي گهرڻ لاءِ هڪ مداح جوڙي، جنهن مان ٿوريون ٽڪون هي آهن:

”فرزند آهين حسنين جو، آءٌ سائل تنهن ثقلين جو،
در کهه مٿي دين ربن جو، اوجر مڱان عينين جو،
دارو ٿئين دارين جو، يا پير پيران پاتشاهه!
’جمن‘ چوي جاهل آهيان، ڪيرتن ڪچو ڪاهل آهيان،
تو در سندو سائل آهيان، يا پير پيران پاتشاهه!“

اهڙيءَ ريت بند بند ڏيندو هليو اچي. هنڌن ٻه پوءِ مداحون جوڙيون. جهڙوڪ: گرونانڪ صاحب جي مداح، درياهه شاهه جي مداح، ۽ ٻيون مداحون.

## فارسي نموني جو شعر

٢٣٦- شاهه صاحب کان پوءِ سچل ۽ ٻين ڳن شاعرن فارسي بحر ۽ وزن تي ڪي ڪافيون جوڙيون، اهو رواج

عيسوي ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري مير ڪرم علي خان جي راڄ ۾ وڌيو. ان وقت ايران جا ڪي قابل ماڻهو سنڌ ۾ آيا، جي فارسي غزل، قصيدا، رباعيون، مسدس وغيره جوڙيندا هئا؛ خود سنڌ جا مير صاحب، فارسي بحر ۽ وزن تي شعر چوندا هئا؛ ڪين ائين ڪندو ڏسي ان وقت جا ڪي سگهڙ ماڻهو به سندن پيروي ڪرڻ لڳا. انهيءَ وقت ڌاري ثابتعلي شاهه سنڌيءَ ۾ ”مرثيا“ جوڙيا، جي فارسي بحر ۽ وزن تي ٻڌل آهن؛ ڪن ڪن مرثين ۾ ته نج فارسي ٽڪرا وڌيون اٿس. پهريون سنڌي شاعر جنهن پنهنجا غزل فارسي بحر ۽ وزن تي الف-بي وار جوڙي ”ديوان“ تيار ڪيو، سو خليفو ميان گل محمد هو، جنهن جو ”ديوان گل“ مشهور آهي. هو صاحب حيدرآباد ضلعي جي هالا پراڻا (تعلقي هالا) ۾ سنه ١٧٤٠ع ۾ ڄائو هو، ۽ اتي، جي ساڻوٽي مڱلن مان هو. ”ديوان“ لفظ خاص طرح انهيءَ شعر جي ڪتاب کي چئبو آهي، جنهن ۾ سمورو شعر الف-بي وار ڏنل هجي. ”ديوان گل“ جڙيو ته ٻين کي به رشڪ آيو؛ جنهنڪري هن وقت ديوان فاضل، ديوان قاسم، ديوان سانگي، ديوان خاڪي ۽ ٻيا ڳورا گهڻا ديوان سنڌيءَ ۾ آهن. ڪن وري رباعيون، مسدس ۽ ٻيو شعر چيو آهي. هن وقت اهو فارسي نموني جو شعر هليو اچي. ڪامسين ڪامروپ، سسئي پنهون، ۽ ٻيا قصا دوهڙن جي ترتيب تي ٻڌل آهن؛ پر هاڻ اهو نمونو ڪي ٿورا اختيار ڪن ٿا.

## سري جا ستارا

۲۳۷- مولوي ابوالحسن جي وقت کان وٺي، ڪيترن مسلمان عالمن رڳو ديني ڳالهين بابت ڪتاب پئي جوڙيا؛ پر ساڳئي وقت شاهه عنايت ۽ شاهه عبداللطيف تصوف جي نهر نئين سر جاري ڪئي، تہ سچل، سامي، جانڻ شاهه، روحل، مراد، غلام علي ۽ دريا خان، بيدل ۽ بيڪس، پارو شاهه، پائي وسڻ، شنڪر ڀارتي ۽ ٿلهي جي ساڌن، ۽ ٻين سري (سرحد سنڌ) جي ستارن پنهنجي فيض جي درياهه جا در کولي، نہ رڳو سري پر سڄيءَ سنڌ کي بهار ٻهار ڪري ڇڏيو! انهن صوفين ۽ ويدانتين عجيب پلٽون پلٽي، ٻيائيءَ جون بنديون ڀڃي ڇڏيون، هندن توڙي مسلمانن لاءِ هڪ اهڙو پڪو ۽ وسيع ميدان پيدا ڪيو، جنهن ۾ اڄ تائين ٻنهي قومن وارا هڪٻئي سان رلمل ڪن. تان هنديءَ ڪم آڻيندي بہ مسلمانن عار نہ ڪونہ ٿي ڪيو؛ ڪنبڙي، تعلقي روهڙيءَ وارن درويشن جي ڪيتري ٻاڻي هنديءَ ۾ آهي، جنهن مان هڪ تڪ هي آهي:

"ڳران جري، متن شرڻ تماري آيا."

ڪير جيڪر چوي تہ هيءُ ڪنهن مسلمان جو چيل ڪلام آهي؟ اهڙيءَ طرح انهن سري جي ستارن، توڙي ٻين، تصوف ۽ ويدانت جون ايتريقدر پلٽون پلٽيون، جو اڄ جيڪڏهن سنڌي ساهت مان سمورو صوفيانو ڪلام ۽ ويدانتي واڻي ڪڍي ڇڏجي، تہ سنڌ جو علم ادب بجنسي مڙدي مثل ٿي پوي!

## عامل ۽ ڀاٽيبند

٢٣٨- سنه ١٩-١٧١٨ع ۾ ميان يارمحمد ڪلهوڙي وفات ڪئي، ڪانئس پوءِ پٽس ميان نورمحمد ڪلهوڙي، اُچ ۽ ملتان مان ديوان گدومل ۽ ٻيا ڪي هندو آندا، جي اول دادوءَ جي پرسان خداآباد ۾ اچي رهيا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، سنه ١٧٦٨ع ۾ حيدرآباد جو شهر ٻڌايو ته ڪيترا هندو اوڏنهين وڃي رهيا، سو اڄ تائين سندن اولاد خداآبادي عامل ۽ ڀائيبند سڏجن ٿا. انهن پاڙي پاڙي ۾ لڪاٺا کولايا، ته ڪُرن جي ٻالڪن ۽ ڪرمڪي اکرن جو ڦهلاءُ ٿيو. ڪيترا ديوان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ جدا جدا هنڌن ۾ وڃي رهيا، جنهنڪري اوڏنهين به ديوان آهن. ڪي ڀائيبند جيسلمير، گجرات ۽ ٻين هنڌان آيا، جن مان ڪي ديويءَ جا پوڄاري ته ڪي ويشنو هئا- انهن ۾ ڪٽو وڌو وڌندو ۽ ٻولي به وڌيڪ وسيع ٿيندي. ڀائيبند جدا جدا هنڌن مان آيا، تنهنڪري هندو-سنڌي اکرن ۾ ٿورو ڦير هو، جو اڄ تائين آهي.

## سنڌ جو ڀرڳٽو قنڌار جي تابعي

”جڏهن ڪڏهن سنڌڙي، توکي قنڌاران جو ڪو.“
(صفحو ٢١٣)

٢٣٩- سنه ١٧٣٩ع ۾ ايران جي بادشاهه نادر شاهه، مغلن جو زور ڀڃي، پنجاب ۽ سنڌ پنهنجي تابعي ڪيا. ميان نور محمد سنڌس آڻ مڃڻ کان نٽايو، ته نادرشاهه مٿس تي ڪاهي آيو. ٺٽالن ڏاڍا ڦهر ڪيا. ميان نورمحمد

وٽ هڪ ڪروڙ رپيا ڏرتيءَ ۾ پوريل هئا، سي جڏهن ڏنائين، تڏهن وري حڪومت ڪرڻ مليس؛ پر انهيءَ لاءِ ٻه ويهه لک رپيا ساليانِي ڏيل ڀرڻ جو ٻوجو نادرشاهه مٿس رکيو- نادرشاهه جا "نادري حڪم" اڄ تائين سنڌ ۾ مشهور آهن.

## سنڌ ۾ وري ڦرلٽ ۽ ٻاهيون

٢٤٠- نادرشاهه کان پوءِ احمد شاهه دوراني توڙي سندس پٽ تيمور شاهه ساليانِي ڏيل طلبڻ لڳا؛ پر ايترو ڏڪو اڇي ڪٿان؟ پوءِ ته قنڌار کان ڪٽڪ کڻي، اها ڏيل زوريءَ اڳاڙڻ ايندا هئا. هڪڙي ٽيندي هٿي ڦرلٽ ۽ ٻيون لڳنديون هيون ٻاهيون! ٻيئل فصل ٻه پٽان چٽ ڪري ويندا هئا! ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي ميرن مان خطرو هو، تنهن قنڌار جي حاڪم جي مدد گهري. انهيءَ گهري مدد خان پٺاڻ آيو، تنهن ته هيڪاري وڏيڪ ڦرلٽ ڪرائي ۽ شهرن جا شهر ٻاهيون ڏياري ناس ڪرائي ڇڏيائين! انهيءَ سبب "مدد" معنيٰ ٿي "مصيبت" (صفحو ١٩٢). انهيءَ ميان عبدالنبيءَ جي وقت ۾، جوڌپور جي راجا ٻه راجپوت ايلچي ڪري موڪليا، جن مير بجار سان خلاصين ڳالهين ڪندي کيس خنجر هڻي ماريو؛ انهيءَ ڪري اڄ تائين چوڻي آهي ته "ڪن جي ڳالهين مير بجار مارايو".

## ميرن جي صاحبي

٢٤١- سنه ١٧٨٣ع کان وٺي ميرن جي صاحبي ٿي سنڌ قنڌار جي حاڪم مٿان ٻه اها ڏيل مڙهي. نيٺ ١٧٩٢ع

۾ مير فتح علي خان آئي - مٿي اناوڃه لک رپيا اڳوڻي بقايا جي عوض توڙي آئيندي لاءِ ڏيئي، پنهنجي جند ڇڏائي*. سنہ ١٧٩٣ع ۾ ميرن حڪومت جو ورهاڱو ڪيو. مير سهراب خان خيرپور هٿ ڪئي، تہ ڪي ديوان اوڏنهين ويا، جنهنڪري "خيرپوري ديوان" سڏجن ۾ آيا ؛ نہ تہ اصل حيدرآباد حي ديوانن جا پاڙ آهن. مير سهراب خان جي پٽ ٺاري خان شاهہ بندر هٿ ڪيو، تہ ڪي ٺٽي وڃي نوڪريءَ ۾ گهڙيا ؛ جنهنڪري هينئر ٺٽي ۾ بہ ديوان آهن. سنہ ١٨٤٣ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تہ سڀني ميرن جي صاحبي پوري ٿي. باقي رڳو خيرپور ۾ عليمراد خان ٽالپر جو راڄ قائم رهيو. حيدرآباد ۾ ميرن جا قبا اڄ تائين آهن.

٢٤٢- ميرن جي صاحبيءَ ۾ ٻہ عيسائي اميرزادا جارجيا (ڪاڪيشس) کان عجيب حالتن هيٺ سنڌ ۾ آيا، جن کي مير ڪرمعلي خان دين اسلام ۾ آندو. سنڌ جا مرزائون انهن جو اولاد آهن، جن مان مرحوم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ نظم توڙي نثر جا جيترا قدر علمي خزانا سنڌ کي ڏيئي ويو آهي، تيترا قدر ٻيو ڪوبہ سنڌي عالم اڄ تائين نہ ڏيئي سگهيو آهي.

## تعليم جو انتظام

٢٤٣- سنسڪرت ۽ پراڪرت وارن زمانن ۾ وديا (علم) سيکارڻ لاءِ هڪڙا هوندا هئا "آچاريہ" جي ڪويا پروفيسر

* ميجر جنرل هيگ ۾ "انڊس ڊيلٽا ڪنٽري"، صفحو ١١٧.

هئا، ۽ اُنهيءَ ”آپاڌيايہ“ جي ماستر هئا. آپاڌيايہ جو آچار بگڙجي ”اوجها“ ۽ ”واجهو“ ٿيا آهن. سنڌ ۾ اڄ تائين ڪي آکہ وارا ”اوجها“ سڏجن ٿا. ”واجهڪا“ يعني هندو ماسترن جا اسڪول تہ انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ بہ گهڻيئي هئا. هندن جي شاسترن ۽ يونانين جي لڪيل احوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌي ماڻهو طب مان گهڻو واقف هئا. اڄ تائين ويڄ (ويدہ) آهن ۽ ڳوٺن ۾ بہ ڏاهيون ۽ ڏاهاگهڻيئي آهن. اسان جي ڏسندي بہ ننڍڙن ٻارن جي ڦڪيءَ سُٺيءَ اسان جون ڀيڻيون ساڻيون ڪنديون هيون.

٢٤٤— مسلمانن جي صاحبيءَ شروع ٿيڻ سان عربي تعليم جو انتظام رکيو (صفحو ٢٠٠). انهيءَ وقت کان وٺي سيد ۽ مولوي سنڌ ۾ وڏيان جي اڪثر وعظ ڪندا هئا. ارغونن جي صاحبيءَ ۾ بہ گهڻو زور ديني تعليم تي هو، ۽ شريعت جي پابندي گهڻي هئي؛ جنهنڪري شيخ الاسلام مقرر ٿيندا هئا— جهڙوڪ شاهہ قطب الدين شاهہ محمود، جو اصل خراسان جو ويٺل هو ۽ بکر ۾ اچي رهيو هو. جمعي جمعي تي وعظ ڪندو هو. مرزا شاهہ حسن ارغون ڪيس بکر جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو هو. دهليءَ جي بادشاهن جي پاران صوبا مقرر ٿي ايندا هئا، تہ بہ تعليم جو سرشتو اهوئي هوندو هو. سنہ ١٧٠٠ع ۾ مولوي ابوالحسن ديني ڪتاب لکيو، ۽ تنهن کان پوءِ ٻيا بہ ديني ڪتاب سنڌيءَ ۾ جڙيا (صفحو ٢٢٨ ۽ ٢٢٩)؛ تہ بہ اهو سڀ وقت عربي ۽ فارسيءَ جو واهپو گهڻو هو.

٢۴٥- ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ ٺٽو ۽ روهڙي، گويا سنڌ جون يونيورسٽيون هيون؛ ۽ اتي جي سيدن کي حاڪمن لوازما ٻڌي ڏنا هئا (”سنڌ گزيٽيئر“، صفحو ۴٧٢). هندن توڙي مسلمانن جي ٻارن لاءِ آخوندن جا ”ختاب“ يا مڪتب هوندا هئا، جن ۾ هاڻوڪن اسڪولن وانگر درجا ڪونه هوندا هئا؛ ڪريما، گلستان، بوستان، پندنامو ۽ ٻيا فارسي ڪتاب پاڙهيندا هئا. نڪا هئي تاريخ، نڪا جاگرافي؛ نڪو ڪو حسابي ڪمن پليان گهڻو مٿو ماريندا هئا. شاگردن کي خط پٽ لکڻ سيکاريندا هئا. خوشنويسيءَ تي گهڻو زور هوندو هو. هيءَ چوڻي عام هئي، ته ”اکر آهن اڌ علم“ اها تعليم پنجن- ستن سالن ۾ پوري ڪري، شاگرد وڃي روزگار کي لڳندا هئا. عام چوڻي هئي ته ”فارسي، گهوڙي چاڙهسي“. ڪو فارسي خواندو جهڙو تهڙو ڏنڊو ڪندو هو، ته ٻيا عجب کائيندا هئا-

”پڙهيو فارسي، وڪڻي تيل،
ڏسو يارو، قسمت جو کيل!“ (پهاڪو)

پڙهڻ لاءِ ڪي مدرسا يا اسڪول هاڻوڪي وانگر ٺهيل ڪونه هوندا هئا. آخوندن جا مڪتب خانگي جاين ۾ يا وقتي ڪن اوطاقن ۾ بلڪ مسجدن ۾ هوندا هئا، جتي هندو شاگرد به ويندا هئا- ويجهڙائيءَ ۾ به ائين هوندو هو- ڪن مسجدن ۾ رکو مسلمانن جا ٻار ويندا هئا، ڪي هوند وارا پنهنجي ٻارن جي تعليم لاءِ آخوندن کي پاڻ وٽ گهرائيندا هئا ۽ پاڙي جا غريب ٻار به

اتي اچي مفت ۾ تعليم وٺندا هئا ("سنڌ گزيٽيئر" صفحو ٤٧٢)

عام طرح شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آخوندن ۽ ملن جي پيدائش "جمعگي" هوندي هئي، يعني جمعي جمعي ڏينهن شاگرد پنهنجن استادن کي ڪجهه روڪڙ يا اَنُ داڻا يا کائيون ڏيئي ايندا هئا. اَنُ ڏيڻ جو رواج وڏيڪ عام هو. انهيءَ کان سواءِ، آخوندن کي ڏڻ-وار تي پڻ شاگردن جي مائٽن وٽان ڪجهه ملندو هو. هيئن ٻه هوندو هو، ته ٻارن کي جيڪو ٽول سندن کائڻ لاءِ گهران ملندو هو، يا پنهنجيءَ خرچيءَ مان ڳنهندا هئا، ته آخوند کي صلاح ڪندا هئا، ۽ آخوند صاحب جو حصو ٻه "صلاح" سڏبو هو- انهيءَ ريت اها تعليم اڪثر ڪامورن جا ٻار وٺندا هئا؛ پائيبندن جا ٻار گهر ۾ ڏي هندو-سنڌي اکر سکي، اپائڪي ڪيرت وهي ڪندا هئا. ٿورڙيون پاٺشالائون به هونديون هيون.

## عربيءَ جو فارسيءَ جي معرفت اثر

٢٤٦- عربن جي ڪاهه وقت عربيءَ جو جيڪو ٻه سڌو اثر ٿيو هوندو، سو وراڇڻ اپيرنش تي، يعني سنڌي ٻوليءَ جي ماڻ تي (صفحو ٢٠٥)؛ ۾ وڏي ڳالهه ته عربن تڪي ڪنهن کي عربيءَ شڪل لاءِ ٻدل رکيو هو (صفحو ٢٠٤)، تڪي سنڌ جو سڄو پرڳڻو سندن هٿ ۾ هو (صفحو ٢٠٨). سنه ١٠٢٤ع ۾ محمود غزنويءَ سنڌ مان خليفن جي نائبن کي ڪڍي ڇڏيو (صفحو ٢٠٩). غزنوي گهرائي وارن جي

وقت کان وٺي، ٻارسيءَ جو واهپو ٿيو. فارسي اڳيئي عربي آميز آهي (صفحو ٢٠٤)، تنهنڪري فارسيءَ جي معرفت عربي لفظ آيا (صفحو ٢١٠). اڳاٽي ۾ اڄ تائين موجود سنڌي شعر معمائي- فقيرن جا بيت آهن، جي عيسوي چوڏهين صديءَ جا جڙيل آهن. انهن ۾ عربي توڙي فارسيءَ جو اثر لڳاتائي ڏي ڪونه ٿو (صفحو ٢١٣).
سنه ١٥٢١ع کان وٺي ارغونن جي سنڌ ۾ صاحبي ٿي، انهيءَ وقت کان وٺي فارسي تعليم جو سلسلو سنڌ ۾ باقاعدي شروع ٿيو، ۽ سنڌي شعر جي تاريخ ۾ انهيءَ وقت کان وٺي شروع ٿئي ٿي (صفحو ٢١٤). -"شاهه ڪريم جي بيتن جي ٻولي اڳوڻي نج سنڌي آهي، جا بلڪل صاف ۽ عربي ۽ فارسي لفظن جي آميزش کان پاڪ آهي. عربيءَ جا فقط اوڻيهه لفظ ۽ هڪ اصطلاح، ۽ فارسيءَ جا آٺ لفظ ڪم آندا اٿس"*.

دهليءَ جي بادشاهن جي حڪومت کان وٺي ٻارسيءَ جو واهپو وڌيو. ته به شاهه جي رسالي ۾ ڏسو ته نج سنڌي بلڪ نج سنسڪرت ۽ پراڪرت لفظ گهڻا آهن؛ ۽ انهن جي ڀيٽ ۾ عربي ۽ فارسي لفظ پنجين ڀاڱي جيترا به مس ٿيندا.

ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين ۾ هندو ڪامورا خانگي خط پٽ ... فارسيءَ ۾ لکندا هئا. سنڌيءَ ڏي انهن جو ڌيان اِجهو اهڙو هو، جو ١٨٤٣-٤٥ع ۾ ڪئپٽن جارج سٽئڪ جي چوڻ موجب پنهنجي مادري زبان (سنڌيءَ) کي سخرن جي ٻولي ڪري سمجهندا هئا! (صفحو ٧٦).

* ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو: "رسالو ڪريمي"، صفحو ٩٠.

سنه ۱۸۷۲ع ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ جي وقت ۾، اتر-هندستان جي ٻين ٻولين کان سنڌيءَ ۾ ڌاريا لفظ گهٽ هئا (صفحو ۷۴). سنه ۱۸۷۹ع ۾ شرٽ صاحب واري ڊڪشنري جڙي، تنهن ۾ اڍائي هزار عربي ۽ ٻه هزار فارسي لفظ آهن (صفحو ۱۸۲). انهيءَ وقت کان اڄ تائين، ٻيا به ڪيترا عربي فارسي لفظ عام ٿيا آهن- اهڙيءَ طرح فارسيءَ کان، عربي لفظ سنڌيءَ ۾ وڌيڪ آهن، جن مان گهڻا اسم عام، ٿورا اسم ذات، ۽ انهن کان گهٽ صفتي لفظ آهن. سنڌيءَ ۾ عربي عدد ۽ ضمير آهن ئي ڪين، ۽ حرف ۽ ظرف به ايترا ٿورا آهن، جي آڱرين تي ڳڻي سگهجن ٿا. انهيءَ لاءِ سبب هيٺ ڄاڻائجن ٿا.

## ڌارين لفظن جي چالو ٿيڻ جا قاعدا

۲۴۷- ٻوليءَ ۾ مکيه ڪمائيءَ جا لفظ ٻه آهن: هڪڙو اسم، ٻيو فعل. اهي ڄڻ کوڏيا اڌاوت لاءِ ڪپڪا يا ٽاڪيل پٿر آهن. جيڪي حرف ۽ ظرف آهن، سي چڻ ته چُن، ريتي ۽ سيمينٽ آهن، جي ڪپڪن جي سنڌن ملائڻ ۽ اڏاوت کي پختي ڪرڻ لاءِ ضروري آهن. ڌارين قومن جا لفظ جي روز مره جي محاوري ۾ اچي ويندا آهن، تن مان سڀني کان اڳ اسم چالو ٿيندا آهن. هڪڙي قوم ٻيءَ تي ڪاهي ويندي، ته ٻنهي قومن کي گهڻ ۾ گهڻ هڪٻئي جي ملڪ، قوم ۽ جنگ ڪندڙ مکيه عملدارن جي نالن جي سڌ ضروري پوندي. جنگ بند ٿيڻ کان پوءِ، ساڳيءَ طرح، اول

روزمره جي ڪم اچڻ جي شين جي خريد فروخت ٿينديءَ
انهن شين جي نالن جي خبر پوندي؛ فتح ڪندڙ حاڪمن
جا دفتر کلندا، ته سرڪاري لکپڙهه ۾ ڪم ايندڙ لفظ،
۽ عهديدارن جي عهدن، لقبن وغيره جي ڄاڻ پوندي.
نوان هنر ۽ ڌنڌا کلندا، ته انهن سان لاڳاپو رکندڙ لفظ
عام ٿيندا. مڪتب کلندا ۽ ڪتابي علم زور وٺندو، ته
ٻوءِ قسمين قسمين لفظ مروج ٿيندا. اهو آهي ڌارين لفظن
جي چالو ٿيڻ ۽ ٻوليءَ تي اثر ٿيڻ جو عام قاعدو
مطلب ته اول اسم چالو ٿين ٿا، ۽ پوءِ، وقتي اسم
ٿي ڪم اچن ٿا، تنهنڪري اهي ٻه ٻوليءَ ۾ اچيو وڃن؛
باقي ٻيا ڳالهائڻ جا لفظ تمام دير سان چالو ٿين ٿا.
انگريزيءَ جا به هن وقت تائين رڳو اسم سنڌيءَ ۾ چالو
آهن، ۽ ڪوڙو به صفت، ضمير، فعل، ظرف، يا حرف
چالو ڪونه ٿيو آهي.

## سنڌيءَ ۾ عربي لفظ

٢٤٨- سنڌيءَ ۾ عربي لفظ هيٺين قسمن جا آهن:
اسم- بصر (بصل)، ثوم (ثوم-فوم)، ڪلف-
ڪرف (قفل) قلم، ڪتاب، مدرسو، منشي، عامل، حڪيم،
طبيب، قاضي، ولي، وظيفو وغيره.
اسم ذات- ادب، ظلم، طاقت، نقصان وغيره.
صفت- حلال، حرام، غافل، ظالم وغيره.
عدد- رڳو "واحد" لفظ عام آهي. سنڌيءَ جا سڀ
عدد شماري ۽ قطاري سنسڪرت بنياد جا آهن.

ضمير- هڪڙو به ڪونهي.

فعل- هڪڙو به عربيءَ جو ڪونهي.

ظرف ۽ حرف- بلڪل (بالڪل)، فقط، ضرور (ظرف) عام آهن. انهن ڪان سواءِ ڪاڻ (خاطر)، بگر (بغير)، مقابل، موجب، واسطي (اسم-واسطو)، ۽ ٻيا اهڙا عربي لفظ اڪثر حرف جر ٿي ڪم اچن ٿا. بغير، فقط ۽ واسطي بدران سواءِ، رکو ۽ لاءِ لفظ ڪم آڻي سگهجن ٿا، جنهنڪري انهن لفظن جو جيڪر ڪپ ڪونه ٿئي؛ پر تڏهن به اچي ويا آهن، ۽ اها وڏي ڳالهه آهي.

حرف ندا- الا (الله)! شال-شل (شاءالله)، معنيٰ ڏني ڪري ته!

هن پوئين لفظ جي صورت ڪهڙي قدر بگڙيل آهي. اهڙيءَ طرح ٻيا به ڪي عربي لفظ ڪن ايامن ڪان ڪم پيا اچن، ته انهن مان ڪن جي صورت ڪهڙي قدر ڦري ويئي آهي- جهڙوڪ "تعويذ" جو اچار بگڙجي "ڌائيٺ" ٿيو آهي، "مسجد" جو اچار بگڙجي "مسيد" "مسيت" ۽ "مهت" ٿيو آهي؛ "بدره" بدران "بدڙي" چئون ٿا.

## سنڌيءَ ۾ فارسي لفظ

۲۶۹- جيڪي فارسي لفظ سنڌيءَ ۾ عام ٿي ويا هن، تن جا ٿورا مثال هي آهن:

اسم- آب، آبادي، آبرو، آتشبازي، بادشاهه، بازيگر، نگي، پروانو، پرواهه، پهراڻ (پيرهن)، پانجيب (پازيب)،

پيشگير، جام يعني پيالو يا گلاس، جليبي (زلابيہ)، دامن، ديگ، رستو، زيور، گجر (گزر) وغيره.

صفت- آباد، برباد، بيزار، پاڪ، تازو، چالاڪ، روشن، هوشيار وغيره.

ضمير- رڳو "خود" لفظ عام آهي.

عدد- دو-دستو، معني چسو يا چٽ ۽ دو-آتشہ، سہ آتشہ=شراب. اهڙن مرڪب لفظن ۾ فارسي عدد دو (ٻہ) ۽ سہ (ٽي) ڪم اچن ٿا؛ باقي عام طرح اسين پنهنجا سنڌي عدد-هڪ، ٻہ، ٽي وغيره ڪم آڻيون ٿا، جي سڀ سنسڪرت بنياد جا آهن.

ظرف- هردم ۽ هرگز.

حرف جر- "روبرو" لفظ ظرف توڙي حرف جر ٿي ڪم اچي ٿو.

حرف جملو- اگرچہ، مگر، بلڪ ۽ باوجوديڪ (اڌ عربي ۽ اڌ فارسي).

حرف ندا- افسوس! يا خدا!

## سنڌيءَ ۾ ٻين-ٻولين يا گڏيا لفظ (Hydrids)

٢٥٠- ٻوليءَ جو اثر ٻن قسمن جو ٿئي ٿو: هڪڙو ٻاهريون، ٻيون اندريون يا جڪري؛ عربي، فارسي، ترڪي، انگريزي ۽ ٻين ٻولين جا لفظ سنڌيءَ ۾ اچي ويا آهن، تہ اهو ٻوليءَ تي ٻاهريون اثر چئبو- اڄ تائين اهي ڌاريا لفظ ليکجن ٿا- اندريون يا جڪري اثر اهو آهي، جنهن ۾ ڌاريا لفظ ڪنهن جي ڪُنڍِ جي ٻيءَ ٻوليءَ جو ڀاڱو ٿي ٻون-

جهڙوڪ ڪن عربي اسمن ۽ صفتن سان، سنڌيءَ جي مصدر واري پڇاڙي ”اڻ“ گڏي، فعل جوڙيا اٿئون: نظر-نظرڻ، قطار-قطارڻ، دفن-دفنائڻ، قبول-قبولڻ، ۽ قرار-قرارجڻ.

”مون ڪي ڏنءَ ڏيئي، وڃي ڍوليو ڍيٿ قراريو.“ (شاهه)

فارسي فعلن ”آزمودن“ ۽ ”رسانيدن“ مان امر واحد آهن ”آزماي“ ۽ ”رساي“؛ انهن مان ”آزمائڻ“ ۽ ”رسائڻ“ لفظ جوڙيا اٿئون. ساڳيءَ طرح عربي لفظ ”شان“ ۽ فارسي لفظن ”آب“ ۽ ”ننگ“ مان ”شانائتو“، ”آبائتو“ ۽ ”ننگائتو“ لفظ (”آئتو“ پڇاڙي گڏڻ سان) جوڙيا اٿئون. انگريزي لفظن کي اڃا تائين ايتريقدر سنڌي لفظن سان ڳنڍيجڻ ڳتجڻ نه ڏنو اٿئون. ”آڳبوٽ“ لفظ ۾ ”آڳ“ هندي ۽ ”بوٽ“ انگريزي لفظ آهي؛ انگريزي لفظ ”ڪاليج“ مان سنڌي صفت ”ڪاليجي“ (جوان).
اهڙي حالت ماڻهن جي نالن ۾ به نظر اچي ٿي، جهڙوڪ حشمتراءِ قيمتراءِ، نعمتراءِ، ۽ سخاوتراءِ. خانچند نالي ۾ ”خان“ ترڪي ۽ ”چند“ سنسڪرت (چندر). محمد آچار ولد سومار خان- هتي ”محمد“ عربي ۽ ”خان“ ترڪي لفظ آهن. آچار ۽ سومار (آدتيهوار ۽ سوم وار) سنسڪرت بنياد جا لفظ آهن- اهڙيءَ طرح عربي ۽ فارسيءَ جي اثر ڪري ٻيا به ڪيترا ٻيءَ ٻوليا لفظ سنڌيءَ ۾ ٿيا آهن، جن ۾ ڌڙ ريڊيو تہ سڀني ٻاڪريا هڪ ڪري، عربيءَ ۽ فارسيءَ جو اهو وڏو اثر چئبو؛ پر اهڙا لفظ سنڌيءَ ۾ ڪي گهڻا ڪينهن.

## عربي ۽ فارسي اڳياڙيون (Perefixes)

٢٥١- عربي ۽ فارسي اڳياڙيون، رڳو عربي فارسي لفظن سان گڏبيون آهن- جهڙوڪ الغرض، في‌الحال، غير حاضر ۽ لاجواب لفظن ۾ ”ال“، ”في“، ”غير“ ۽ ”لا“ عربي اڳياڙيون آهن. باقاعدي، بيقاعدي، ناپسند، ۽ هرروز لفظن ۾ ”با“، ”بي“، ”نا“ ۽ ”هر“ فارسي اڳياڙيون آهن. انهن فارسي اڳياڙين مان ”بي“ ۽ ”هر“ اسين ڪن سنڌي لفظن سان گڏيون ٿا- جهڙوڪ: بي ڏڍو، بي ٽڪو (بيشرم) ۽ هر گهڙي- انهيءَ سبب ڪي لفظ ٻه- ٻوليا ٿي پيا آهن.

## ڪوڙي مناسبت (False Analogy)

٢٥٢- عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ خ، غ ۽ ٻيا اکر ڏسي، اسان جا ڪيترا ماڻهو نج سنڌي لفظن ۾ ”ک“، ”گ“ وغيره جا اچار به ڦيرائي ائين ڪن ٿا- جهڙوڪ ٻڪال (پاڻيءَ ڀرڻ لاءِ کل ۽ ملاکڙو (مله وڙهڻ لاءِ آکاڙو يا جاءِ) جا اچار ڦيرائي ٻخال ۽ ملاخڙو چون ٿا. ”گڦا“ بدران ”غفا“ چوڻ جو رواج ته هندستانيءَ ۾ به آهي- هيءَ ڪوڙي مناسب جا مثال آهن. اهو به عربيءَ فارسيءَ جو اثر ڪري ليکبو. جيئن ڪيترا اهڙيون ڦيرڦاريون رڳو غلط فهميءَ سببان ٿين ٿيون*.

## عربي ۽ فارسي جو ڪتابي ٻوليءَ تي اثر

٢٥٣- سنڌيءَ ۾ فارسيءَ جا ڪي اصطلاح به عام ٿي ويا آهن- جهڙوڪ باز اچڻ (باز آمدن)، دادي نه استادي

* آمرڪوٽ ۽ سلام ڪوٽ بدران عمر ڪوٽ ۽ اسلام ڪوٽ چوڻ جو رواج غلط فهمي سببان پيو آهي.

(نه داده نه ستانده) ۽ سير پياز پڌرو ڪرڻ- اُڪري معنيٰ ثوم ۽ بصر پڌرو ڪرڻ (سير =ثوم، ۽ پياز = بصر) ڪي عربي ۽ فارسي ٻهاڪا به ترجمو ڪري چالو ڪيا اٿن (صفحو٢٩٦) شاهه جي رسالي ۾ مولانا جلال‌الدين روميءَ جي مثنويءَ جا ڪي بيت ترجمو ٿيل آهن- مثنويءَ جو پهريون بيت هيءُ آهي:

”بشنو از ني چون حڪايت ميڪند،
از جدائيها شڪايت ميڪند“.

شاهه صاحب ان جو ترجمو ڪيو آهي:
”وڍيل ٿي واڍونءَ ڪري، ڪنُلَ ڪُوڪاري؛
هن پڻ ٻنهنجا سارِيا، هو هنجون هڏن لهه هاري“.

اهڙيءَ طرح مثنويءَ جا ٻيا بيت به ترجمو ڪيا اٿس. ”ديوان گل“ ۽ ٻين ڪتابن ۾ عربي ۽ فارسي ڪتابن وارا خيال ترجمو ٿيل آهن. ڪيترا ڪتاب ته اڪر به اڪر فارسيءَ مان ترجمو ٿيل آهن، جهڙوڪ: ”چچ نامو“، ”تاريخ معصومي“، ”تاريخ طاهري“، ”رباعيات عمر خيام“ وغيره- سامت جي واڌاري جي اها به هڪ وات آهي، جو ٻين ٻولين جا ڪتاب ترجمو ڪن.

## سرائڪيءَ جو اثر

٢٥٤- سرائڪي ٻولي جائي نهيي سنڌ ۾ (صفحو٧٩)؛ تنهنڪري سنڌيءَ تي ان جو اثر گهٽوڻي آهي (صفحو٨٦، ۽ ١٠٦ کان ١٠٩) سرائڪيءَ ۾ ”جَلُ“ معنيٰ ”هل“،

۾ "ڳهڻ" معنيٰ "وٽ" آهي لفظ شاهه ڪريم ۽ ٻين ڳهڻن شاعرن ڪم آندا آهن.

"آءُ ڏي پهر اندر ۾ نانءُ سائين ڏا ڳهڻ." (سامي)

سرحد سنڌ وارو پاسو ٻروچڪو ملڪ آهي، جتي اڄ به سرائڪي عام آهي. ڪلهوڙا ۽ مير به رواجي طرح سرائڪي ڳالهائيندا هئا. جنهنڪري هندو ڪامورا به اها ٻولي ڳالهائيندا هئا. سرائڪي پهاڪا به سنڌيءَ ۾ عام ٿي ويا آهن، جهڙوڪ:

(١) اپني گهوٽ تہ نشا ٿيوڻي.

(٢) آپ نہ پالي، پالي ڏون.

(٣) پڻوںڪ مٿڏني ڪتي، مٿن نندر نال سُتي.

(٤) شينهن نہ ڏيکيا، ڏيک ٻلاڙا، چور نہ ڏيکيا ڏيک سرنارا.

(٥) ٻلي شير پڙهايا، ڦير ٻلي نون کاوڻ آيا.

(٦) تو آکيسين، مٿن نہ سيڃسان، مٿن ٻازي ڪني.

## سنڌ ۾ عيسائي تعليم جو انتظام

۲۵۵- سنه ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تني ۾ روهڙيءَ جي سيدن کي جيڪي لوازما ميرن وٽان ملندا هئا، سي انگريز سرڪار بند ڪيا، ته فارسي جي واڌاري کي ڌڪ اچي ويو. ملن ۽ آخوندن جا ڇهه سؤ کن مڪتب سڄيءَ سنڌ ۾ هئا ("سنڌ گزيٽيئر"، صفحو ۴۷۲)، تن تي سرڪار ڪو به پنهنجو ضابطو رکيو، نڪا انهن لاءِ گرانٽ منظور ڪيائين. سنه ۱۸۴۵ع ۾ حيدرآباد جو ڪليڪٽر ڪئپٽن رانيبورن هو، جنهن انگريزي اسڪولن کولڻ لاءِ سرڪار کان ٽي هزار رپيا سالياني گرانٽ گهري مگر ڪو لائق ماستر ڪونه ملي سگهيو، تنهنڪري ڳالهه اتي رهجي ويئي. تن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر ڪئپٽن پريڊي هو، جنهن جي نالي پٺيان ڪراچيءَ ۾ هڪ رستو "پريڊي سٽريٽ" سڏجي ٿو. هن صاحب خرچ پنهنجي ڳنڍيان ڪري، ڪراچيءَ ۾ هڪ اسڪول کوليو، جنهن ۾ عيسائي مذهب جي تعليم مفت ڏيڻ ۾ ايندي هئي. سنه ۱۸۴۶ع کان وٺي ۱۸۵۲ع تائين اهو اسڪول هڪ لوڪل ڪاميٽيءَ جي هٿ ۾ هو، ۽ سنه ۱۸۵۳ع ۾ اهو "چرچ مشن سوسائٽيءَ" جي حوالي هن شرط تي ٿيو، ته عيسائين جو انجيل (بائبل) ضرور

پاڙهڻ ۾ ايندو. "متيءَ" Gospel of St. Matthew
جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سيرامپور جي پادرين؛ سنه ١٨٢٥ع
۾ ڪيو هو. ان جو ٻيون سٺون ترجمو ڪئپٽن جارج
سٽئڪ ڪيو، جو ديوناگري اکرن ۾ ١٨٥٠ع ۾ ڇپيو.
انهيءَ کان پوءِ "يوحنا" Gospel of St- Jhon جو
ترجمو برنس صاحب ١٨٥٢ع ۾ عربي- سنڌي اکرن ۾
ڪيو؛ ٻئي سال اهو گرمکي اکرن ۾ به ڇپيو- اهي
خرچ بمبئيءَ جي "انگريليئري بائبل سوسائٽيءَ"
Bible Society Bombay Auxiliary ڪيا هئا. پوءِ
ته ڪئين عيسائي مذهب جا ڪتاب، "برٽش ۽ فارين
بائبل سوسائٽي، لنڊن" جي خرچ تي ڇپجي پڌرا ٿيا.
ڪراچيءَ واري مشن اسڪول ڪلڻ کان گهڻو پوءِ حيدرآباد
۽ سکر ۾ مشن اسڪول کليا. انهن ۾ هندو توڙي مسلمان
شاگرد ڪلاسن ۾ وڃڻ کان اڳ وڃين وڏي صفي
(هال) ۾ گڏ ٿيندا هئا. اسڪول جو پادري اول بائبل
مان ڪجهه لکر پڙهي ٻڌائيندو هو. پوءِ پادري توڙي
ماستر ۽ شاگرد سڀئي گڏجي ڌڻيءَ کان دعا گهرندا هئا:
"اي اسان جا بابا! تون جو آسمان ۾ آهين، تنهنجو
نالو پاڪ هجي وغيره".

انهيءَ دعا گهرڻ کان پوءِ شاگرد ڪلاسن ۾ ويندا هئا.
اوائل وارا پادري نهايت لائق انسان هوندا هئا.
جهڙوڪ شرٽ صاحب، جنهن جي سنڌي ڊڪشنري اڄ
تائين مشهور آهي، هو سنسڪرت جو ڄاڻو هو "اکرڌاتو"

نالي هڪ ننڍو ڪتاب جوڙيو هئائين؛ جنهن ۾ سنڌي لفظن جا سنسڪرت بنياد ڄاڻايل هئا. ڪانئس پوءِ ڪن هندن توڙي مسلمانن ڪي ڪن پادرين عيسائي مذهب ۾ آندو، ته رفتي رفتي مشن اسڪول ڏڪارجڻ لڳا.

## سنڌي آئيوتا (لپي) ۽ سنڌي اسڪولن جي ضرورت

۲۵۶- انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪئي، تڏهن سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪا هڪڙي مقرر ٿيل آئيويٽا ڪانه هئي. سنڌ جي هندن مان برهمڻ ۽ ٺورا ٻيا ديوناگري (شاستري) اکر ڪم آڻيندا هئا، جن جو اڳي ٻيو نمونو هو؛ ۽ هاڻ ڪجهه قدر ڦريل آهي. سنڌ جا واپاري هندو-سنڌي يا واڻڪا اکر ڪم آڻيندا هئا، جن ۾ لاڪناڻون يا ماترائون ڪينهن ۽ پنجاب جي ”لنڊا“ يا هٽن اکرن وانگر آهن؛ ڪيترا خواجا ۽ ميمڻ واپاري به اهي اکر ڪم آڻيندا هئا- اهي اڄ تائين به پنهنجو حساب-ڪتاب هندو-سنڌي اکرن ۾ رکندا آهن؛ هندن ڪان به خواجن جي لکڻ جو نمونو وڌيڪ پسنديءَ جهڙو آهي، جو هو چار لاڪنائون يا ماترائون ڪم آڻين ٿا*.

سنڌ جا ٻاوا، عاملن توڙي واپاريندن جون زالون، بلڪ ڪيترا واپاريند گرڪي اکر ڪم آڻيندا هئا، جي سکن جي

* سنه ۱۸۹۰ع ڌاري سنڌ جي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جيڪب صاحب ٺورا هندو-سنڌي اسڪول کولايا ۽ هندو-سنڌي آئيويٽا ۾ ماترائون گڏايائين- اهو ڪم سر گهواري واري بهادر ديوان ڪوڙيمل ڪيو هو- انهيءَ نئين آئيويٽا ۾ ڪي هندو-سنڌي ڪتاب به ڇپجي پڌرا ٿيا هئا.

ٻي پاتشاهي ڪري، انگڊ صاحب ١٥٣٨ع ۽ ١٥٥٢ع جي وچ ڌاري جوڙيا هئا. سنڌ جا مسلمان توڙي هندو ڪاٻورا عربيءَ ۽ فارسيءَ جي نموني سنڌي مضمون لکندا هئا، ۽ سيڪنهن جي لکڻ جو نمونو پنهنجو پنهنجو هوندو هو- جهڙوڪ، ڪنهن يا ٻئي جي اچار وارن اکرن سان اکثر رڳو عربي ۽ فارسيءَ وارو "ڪ" (ک) اکر ڪم آڻيندا هئا؛ اهو هڪڙوئي اکر ڪٿي ڪ يا ک، ته ڪٿي گ، گ يا گھ ڪري پڙهندا هئا؛ "گ" بدران عام طرح "نک" لکندا هئا. "شاهه جو رسالو"، "ابوالحسن جي سنڌي"، "ديوان گل" ۽ ٻيا جهونا سنڌي ڪتاب انهيءَ آڳاٽي نموني لکيل آهن. انگريزن جي صاحبيءَ جا پهريان ڏورا ورهيه، سڀ سرڪاري لکپڙهه فارسيءَ ۾ هلندي هئي، ۽ انگريزي چاڙهڻ ڪان ترجمو ڪرائي، انگريزي عملدار ڪم ٻيا ٽپائيندا هئا.

سر بارٽل فريئر، جنهن جي نالي پٺيان ڪراچيءَ وارو فريئرهال سڏجي ٿو، سو ١٨٥١ع ۾ سنڌ جو چيف ڪمشنر هو. سندس وقت ۾ اها ڪوشش ڏني ته:

(١) آئينده سڀ سرڪاري لکپڙهه سنڌيءَ ۾ هلي.

(٢) يورپي ۽ ٻيا غير ڏيهي عملدار سنڌيءَ ۾ امتحان پاس ڪن، ته سنڌي ماڻهن کان پنهنجي سر حال احوال وٺي سگهن، ۽ سنڌي لکپڙهه به سمجهي نيڪال ڪن.

(٣) سنڌي اسڪول کلن، جو اڳي رڳو فارسيءَ جو واهپو گهڻو هو.

پر سنڌيءَ لاءِ ڪا خاص مقرر ٿيل آئيويٽا هئي ڪانه؛ تہ پوءِ اهي ڪيئي مرادون ڪيئن حاصل ٿين؟

ڪئپٽن برٽن، جو پوءِ سر رچرڊ برٽن سڏجڻ ۾ آيو، تنهن رٿ وڌي تہ عربي اکرن ۾ ضروري ڦيرڦارون ڪري، سنڌيءَ لاءِ آئيويٽا ٺاهجي. تن ڏينهن ۾ ڪئپٽن جارج سٽئڪ ڊپٽي ڪليڪٽر هو، جو سنسڪرت ٿوري سنڌي چڱي ڄاڻندو هو. هن صاحب سر رچرڊ برٽن جي رٿ تي اعتراض اٿاريو ۽ چيو تہ هندو-سنڌي اکر جڏهن اڳيئي چالو آهن، تڏهن انهن ۾ ڪهڙيل ڦيرڦارون ڪري اهي ڪم آڻجن يا ديوناگري اکر ڪم آڻجن. سر رچرڊ هڪڙيءَ ڳالهہ تي، ۽ ڪئپٽن سٽئڪ ٻيءَ ڳالهہ تي ٿي بيٺو، تہ سر بارٽل فريئر وڏي ويچار ۾ پئجي ويو- چي: جيڪڏهن عربي-سنڌي اکر ٺاهبا تہ هندو اهي اکر سکندا ڪين، ۽ جي هندو-سنڌي آئيويٽا چالو ڪبي، تہ مسلمانن کي اها ڳالهہ ڪين آئڙندي- ائين هن عملي ڳالهہ کي گويا فرقيوار رنگ اچي ويو، ۽ هيءَ هڪ هندو-مسلم سوال ٿي پيو. آئويٽا جو جيستائين فيصلو نہ ٿيو، تيستائين سنڌي اسڪول بہ ڪلي نٿي سگهيا. نيٺ اهو آئيويٽا جو سوال "ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ" جي ڊئريڪٽرن جي ڪورٽ ۾ فيصلي لاءِ ويو. سنہ ١٨٥٣ع ۾ انهيءَ ڪورٽ فيصلو ڪيو، تہ "سنڌي آئيويٽا لاءِ عربي صورتخطي آزمائش گهرجي". تعليمي ڪمن لاءِ ڏهہ هزار رپيا منظور ٿي آيا، تنهن ڪان پوءِ ڪم شروع ٿيو.

مسٽر ايلس، جو پوءِ سر بئرو ايلس سڏجڻ ۾ آيو، سو سنه ١٨٥٣ع ۾ سنڌ جو اسسٽنٽ ڪمشنر هو، ۽ تعليم کاتي جو پورٽ فوليو سندس هٿ ۾ هو. عربي-سنڌي آئيويتا جوڙڻ لاءِ، هن صاحب جي زير صدارت هڪ ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن جا هيٺيان ميمبر هئا:

١. راءِ بهادر نارائڻ جڳنناٿ-جنهن جي نالي پٺيان ڪراچيءَ وارو سرڪاري هاءِ اسڪول سڏجي ٿو.
٢. خانبهادر مرزا صادق علي بيگ (مرزا قليچ بيگ جو مربي پاءُ).
٣. ديوان پريداس انندرام رامچندائي.
٤. ڏيوان اڌارام ٿانور داس ميرچندائي.
٥. سيوهڻ وارو ديوان ننديرام ميرائي-جنهن "تاريخ معصوميءَ" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو.
٦. ميان محمد-جو ڪجهه وقت حيدرآباد جي نارمل اسڪول جو ماستر هو، ۽ سنڌي گرامر جوڙيو هئائين.
٧. قاضي غلام علي-ٺٽي وارو.
٨. ميان غلام حسين-ٺٽي وارو.

هن ڪاميٽيءَ مقرر ٿيڻ کان اڳ، فورٽ وليم (ڪلڪتي) جي ڪن پروفيسرن اردوءَ لاءِ آئيويتا ٺاهي هئي، جا اڄ تائين پيئي هلي. هاڻوڪي عربي-سنڌي آئيويتا مان ظاهر آهي ته هن ڪاميٽيءَ جي ميمبرن، انهيءَ اردو آئيويتا مان به ڪجهه مدد ورتي هئي، ۽ ٿورو ڏيان انهيءَ آڳاڻي آئيويتا تي به ڏنائون-جنهن ۾ ابوالحسن جي سنڌي،

شاهه جي رسالي جا دستخط، ثابتعلي شاهه جا مرثيا، ۽ ٻيا قديم سنڌي ڪتاب لکيل آهن -انهن ڪجهه آکڙ ٿو نمونو ته ڪجهه اردوءَ وارو نمونو اختيار ڪري، ۽ ڪن عربي ۽ فارسي اکرن ۾ ڦيرگهير ڪري، عربيءَ جي اٺاويهن اکرن کي وڌائي اڪونجاهه اکر ڪيائون!" اها نئين آئيويٽا ١٨٥٣ع ۾ ٺهي هئي.

مٿيون احوال گهڻو ڪري سمورو اٽڪن صاحب واري "سنڌ گزيٽيئر" (صفحو ١٦٧) مان ورتل آهي. اها اصلوڪي

*سنسڪرت ۾ ليٽيهه حرف صحيح آهن، ۽ اهي سڀ ساڳيا سنڌيءَ ۾ آهن: ايترو تفاوت آهي، ته سنسڪرت ۾ "ش" اکر ٻن قسمن جو آهي، ۽ سنڌيءَ ۾ رکيو هڪڙو "ش" اکر آهي. سنسڪرت ۾ "ڊ" جي هيٺان ٽِپي يا ٻڙي ڏبي ته "ڙ" ڪري پڙهبو؛ سنڌيءَ ۾ "ڊ" ۽ "ڙ" ڌار اکر آهن. انهيءَ ريت وري ساڳيا ٽيهه اکر اچي، ٽين ٽا، "ٻ"، "ڄ"، "ڏ" ۽ "ڳ" جا اچار ٻوڙ سرائڪي گهالهائيندڙن جي سنگ ۾ سکيا-ئين- اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جا جملي سٺيهه اکر آهن: انهن ۾ تيرهن اکر عربيءَ ۽ فارسيءَ وارا يعني ث، ح، خ، ذ، ز، ص، ض، ط، ظ، ع، غ، ف، ق ۽ چوڏهون اکر الف گڏي، اڪونجاهه اکر ڪيا اٿن- حقيقت ۾، الف (ا) حرف علت ۾ ليکبو آهي، پر عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ا، و، ي، اهي ٽي اکر حرف صحيح توڙي حرف علت ٻنهي ڪم اچن ٿا. انهن مان جنهن به اکر جي مٿان يا هيٺان ڪا به اعراب ڏبي، ته اهو حرف صحيح ڪري ليکبو.

سموري لکپڙهه حيدرآباد سنڌ جي ٽريننگ ڪاليج جي دفتر تي اڄ تائين رکيل آهي، جا مسٽر اٽڪن سنڌ گزيٽيئر لکڻ مهل گهرائي هئي.

## نئين عربي-سنڌي آئيوڊيا (لپي) تي بحث

٢٥٧- سنه ١٨٥٣ع ۾، نئين سنڌي صورتخطي مقرر ٿيڻ تي گهڻو بحث هليو. ڪن هندو صاحبن زور پريو، ته الف، ۽ ع؛ ت ۽ ط؛ ث، س ۽ ص؛ ز، ذ، ض ۽ ظ؛ ڪ ۽ ق؛ ح ۽ ه، جهڙن آچارن لاءِ ڌار ڌار اکر بدران هڪ-هڪ اکر مقرر ڪري، اکرن جو تعداد گهٽائجي- سنڌين اها رٿ هيٺين سبب ڪري رد ڪئي:

(١) سنڌي ٻولي اڳي ئي عربي صورتخطيءَ ۾ لکي ۽ پڙهي ويندي هئي؛ تنهنڪري عربيءَ وارا سڀ اکر قائم ڪجن؛ باقي رڳو نج سنڌي اکرن لاءِ ڪي صورتون مقرر ڪجن.

(٢) جيڪڏهن عربي لفظن جون صورتون مٽائي ڇڏبيون، ته پوءِ لفظن جي صحيح معنيٰ ۽ اصليت بلڪل گم ٿي ويندي. عربي ۽ فارسي حرفن کي اصلوڪي صورت ۾ قائم رکڻ ڪري اهڙو مونجهارو پيدا نه ٿيندو، ڇاڪاڻ ته عربي ۽ فارسيءَ جون عمديون لغتون (ڊڪشنريون) اڳي ئي موجود آهن.

(٣) جيڪڏهن عربي اکرن جون صورتون ڦيرائبيون، ۽ مسلمانن جا نالا، جهڙوڪ "محفوظ علي" بدران "مهفوز الي" لکبو، ته ڪوبه مسلمان اها ڳالهه قبول نه ڪندو، نه هڪ

ٻامعني ۽ درست نالو ڦيرائي ھڪ بلڪل ٻي معنيٰ ۽ غلط صورت وارو نالو ڪم آڻجي.

(٤) عيسوي سورهين صديءَ کان وٺي هن وقت(١٨٥٣ع) تائين، سڀ سنڌي ڪتاب عربي ۽ فارسي صورتخطيءَ ۾ لکيل آهن. جيڪڏهن هينئر عربي حرفن جون صورتون ڦيرائبيون، ته اهو چئن صدين جو علم ادب *(ساهت) مسلمانن جي آئيندي نسل لاءِ بيڪار ٿي پوندو.

سر بارٽل فريئر، انهيءَ بحث مباحثي پڄاڻ ۽ فيصلي ۾ مدد ڪرڻ لاءِ، ايلس صاحب سان ٻيا ٻه-چار يوروپي عملدار همراهه ڪيا، جن سڀني ٻڪراءِ ٿي عربي صورتخطي قائم رکي ۽ نج سنڌي آوازن لاءِ نوان حرف مقرر ڪيائون.*

## آئيويٽا (لپي) سڌارڻ جي ضرورت

٢٥٨- نئين عربي-سنڌي آئيويٽا جولاءِ ١٨٥٣ع کان وٺي جاري ٿي. ان ۾ ڪي اکر آڳاٽي نموني بيهاريائون (صفحو ٢٥٩). يوروپي ۽ ٻيا غير ڏيهي عملدار جن کي

*ٿورا ورهيه ٿيا، ته ڪراچيءَ جي ”ڪيسري“ اخبار انئين صورتخطي ڦيرائيي، ته ٻولي سمجهڻ کان ٻاهر ٿي پيئي! پوءِ ته اخبار بند ٿي ويئي. قدرت پنهنجا ڪم پاڻيهي پيئي ڪري. جيئن ”تفحص“ ۽ ”صبحاني“ وغيره جا اچار ڦري ”تپاس“ ”سپاڻي“ وغيره ٿيا آهن، تيئن ٻيا به اچار پاڻيهي پيا ڦرندا؛ چاڙهي بحهي ڪنهن به ٻوليءَ سان هٿچراند نه ڪرڻ گهرجي.

سنڌي سگهي ٿي، نِن ڏنو ته اهي اکر منجهائيندڙ آهن-
ڊاڪٽر ٽرمپ پنهنجي گرامر جي منڍ ۾ ڄاڻايو آهي ته
'آئيويتا سڌارڻ جي ضرورت آهي، پوءِ ته بمبئي جو هڪ
سيولين انهيءَ ڪم لاءِ سرڪار مقرر ڪيو، ته به آئيويتا
۾ ڪيترئي خاميون اڃا رهيل آهن*'.

## هاڻوڪي آئيويتا (لپيءَ) جون مکيه خاميون

۲۵۹- سنڌيءَ ۾ "وسرگ" يعني "ھ" جي اچار
وارا اکر (Aspirates) ڏهه آهن، جي عربيءَ توڙي فارسي
۾ ڪينهن. اهڙن اکرن جوڙڻ لاءِ "ب" ۾ ٻي نقطا
پيا به هيٺان گڏي "ٻ" اکر ٺاهيو اٿن؛ "ڊ" جي مٿان فقط
ٻه نقطا گڏي "ڏ" جوڙيو اٿن؛ "ڍ" ۾ وري هڪڙو
نقطو هيٺان گڏي "ڍ" اکر بڻايو اٿن- ۽ "ٿ" مان پاڻ هڪ
نقطو ڪڍي "ٺ" اکر ٺاهيو اٿن! هن مان ظاهر آهي
ته اکرن جا نقطا ڪنهن به هڪ ترتيب تي نه ڏنا اٿن.
هن باري ۾ ٻي به چُڪ ڪئي اٿن: عربيءَ ۾ "پ"
اکر ڪونهي، تنهنڪري ان کي ماڳهين ڇڏي، "ڦ"
اکر مٿان ٽي نقطا گڏي "ڦ" اکر ٺاهيو اٿن- هيءَ چُڪ
اهڙي آهي، جهڙو ڪو انگريزيءَ ۾ "ڦتومل" hatumal
بدران Fhatumal لکي! "ڦ" جو بنياد "پ" اکر

---

* ڪي صاحب چون ته اها آئيويتا سنه ۱۸٦٦ع ۾
ڪئپٽن سٽئڪ سڌاري، پر اها غلط ڳالهه آهي. ڪئپٽن
سٽئڪ ۱۸۵٦ع ڌاري گذاري ويو هو، ۽ آئيويتا کهو
پوءِ سڌاري هئائون.

آهي. انهيءَ ڪري هندستانيءَ يا اردوءَ ۾ اهو عقل جو ڪم ڪندا آهن، جو پ ـ ھ گڏي لکندا آهن ـ جھڙوڪ ”ڦل ڦول“ بدران لکن ”پهل پهول“ ـ ڪتي ته پاڻ ٻه اٻن ڪيو اٿن، جھڙوڪ: ج ۽ گ ۾ ”ھ“ اکر ٻجنسبي گڏي، ”جھ ۽ گھ“ اکر ٺاهيا اٿن ـ اڳاٽا ڪي مسلمان منصف ٻه ائين ڪندا هئا. جنهنڪري ڇٻو ته بمبيءَ جي سيوِليز ۾ هن حالت ۾ سڌاري بدران پاڻ بگاڙو ڪيو! اڄ ٻه هيٺن ڪرڻ گهرجي ته شاگردن کي اول، ب، ت، پ، ٿ، ج، ڄ، د، ڊ، ڪ، ۽ گ اهي ڏهه اکر سيکاري، پوءِ ٻڌائجين ته انهن ۾ جيڪڏهن ”ھ“ جو اچار گڏبو ته ڀ، ٿ، ڦ، ٿ، جھ، ڇ، ڌ، ڍ، ک، ۽ گھ اهي ٻيا ڏهه اکر ٺهي پوندا. ائين اکرن سکڻ ۾ گھڻي سهولت ٿيندي.

۲٦٠ ـ عربيءَ فارسيءَ ۾ نڪ جي اچار وارا فقط ٻه اکر ”م“ ۽ ”ن“ آهن. سنڌيءَ ۾ اهڙا اچار پنج آهن: ڃ، ڱ، م، ن ۽ ڻ ـ ٻهرين ٻن اکرن جوڙڻ لاءِ ”ج“ ۾ هڪ نقطو وڌائي ۽ ”گ“ مٿان ٻه نقطا ڏيئي، ”ڃ“ ۽ ”ڱ“ اکر ٺاهيا اٿن، جا غلطي ڪئي اٿن! ڇاڪاڻ ته انهن اکرن جو بنياد ”ن“ آهي، ۽ نه ج ۽ گ. مثال وٺو سنسڪرت لفظ ”ڪنيا“ ۽ ”سنڌيه“، جن جا اچار سنڌيءَ ۾ آهن ”ڪڃا“ ۽ ”ٺڃ“. هتي ڏسو ته سنسڪرت لفظن ۾ اول ”ن“ آهي، ۽ ”ي“ جو اچار متجي ”ج“ ٿيو آهي؛ اهي ٻيئي گڏجي ”ڃ“ جو اچار پيدا ڪن ٿا؛ انهيءَ سبب ڇٻو ته اڳاٽا مسلمان

مصنف صحيح هئا، جو ڄ ۽ ڳ پدران "نج" ۽ "نگ" لکندا هئا- هن ٻمبيءَ جي سيولين سڌاري بدران پاڻ بگاڙو ڪيوا .

## ڏهين آئيويڏا (لپيءَ) تي هندن جو اعتراض

٢٦١- بيمس صاحب جي گرامر جو جلد پهريون ١٨٧٢ع جو ڇپيل آهي. ان ۾ هن صاحب هندو-سنڌي اکرن جي ذڪر ڪندي جيڪي لکيو آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو ته سنڌ جي هندن کي نئين عربي-سنڌي آئيويڏا تي اعتراض هو؛ ۽ جيتوڻيڪ پاڻ ديوناگري اکر ڪم ڪونه آڻيندا هئا، ته به رت ڏني هئائون ته ديوناگري اکرن ۾ ڦيرگهير ڪري آهي ڪم آڻجن.*

*"There are some twelve or thirtreen different (Hindu-Sindhi) alphabets cuarent in sind,some of which differ very widely from the others Of late, however, the Arabic character, though ill-adopted to exprees Sindhi Sounds; has come into common use, and a modification of the Devanagari is proposed for adoption, thoogh I believe it is not actually employed by any class of Sindhians."

*Jhon Beames: "Comparatiue Gaammar of the Modern Aryan Languagcs of India" Vol I, P. 55, Footnote.*

**اڳيوڻا (ليپيءَ) بابت مصنف جو شخصي رايو**

٦٢- مسلمان حاڪمن ڪڏهن به ڪنهن کي عربي
خواهه فارسي سکڻ لاءِ بدل نه ڪيو هو. جنهن صورت
۾ خواجا ميمڻ اڄ تائين هندو-سنڌي اکر پيا ڪم آڻين،
تنهن صورت ۾ انهن ۾ لاڪنائون يا ماترائون ڳڏي، آهي
چالو ڪرڻ گهرندا هئا- جيئن ڪمپڻ سنتبک منڊ ۾ ٿي
صلاح ڏني هئي- جيڪڏهن انهن اکرن تان ڪن کي
اعتراض هو ته اردو: اڳيوڻاڻ جا اکي چالو هئي، سا
سنڌيءَ لاءِ به اختيار ڪن ها- مطلب ته ”نئين اڳيوڻا“
جوڙڻ ۾ ئي غلط ڪم هوا سنڌي ٻولي لسبيلي، ڪڇ ۽
ڪاٺياواڙ، توڙي ملتان جي حد تائين، ڳالهائڻ ۾ اچي
ٿي؛ پر اسان جي هالوڪي اڳيوڻا هو سمجهي نتا سگهن.
جنهنڪري اسان ڪان ڌار ٿي پيا آهن؛ سنڌي ساهت
سنڌ ڪان ٻاهر ڦهلجي نتو سگهي. وري به شڪر جو
هندستان جا هندو توڙي مسلمان مدبر اهائي ڪوشش
پيا ڪن، بلڪ کي ٻوروپي به صلاح پيا ڏين*، ته
سڄي هندستان لاءِ هڪ ئي اڳيوڻا چالو ڪجي، ته
قومي اتفاق وڌي- پوءِ ته هندي يا اردو اکر چالو
ڪن، ته اسان سنڌي ماڻهن کي اهو فيصلو اکين تي

*"The use of, different scripts for the languages of India is a source of great inconveenience to us and a hindrance to national solidarity".
Dr. P. J. Thomas; "COMMON SCRIPT"- "Sind Observer", *Karachi, 16-1-1941, P. 8, column 1.*

رڪن گهرجي: هنديءَ ۾ ساهت اڳاهه لڳو پيو آهي، ۽ اُرُدوءَ جو علمي خزانو به گهٽ ڪونهي: ٻنهي مان جيڪا به لڳي چالو ڪن، تنهن جو ساهت اسان جو ٿي پوندو، ۽ سنڌي ساهت جي تڪڙي ترقي ٿي سگهندي، ۽ قومي ڀاؤ به وڌندو.

## سنڌي ساهت جو واڌارو

٢٦٣- سنڌي شعر جي شروعات ۽ ترقيءَ جو ذڪر اڳي ڪيو ويو آهي (صفحو ٢١٤ ۽ ٢٣٤). ميرن جي صاحبيءَ جا نثر ۾ جُزَنيل ٻه-ٽي ڪتاب ٻُڌجن پيا، پر اڄ تائين ڇپجي پڌرا ڪونه ٿيا آهن. جيڪي ڪتاب ڇپيل آهن، تن پٽاندر چئجي ٿو، ته سنڌ ۾ اول عيسائن جي ”انجيل“ جا ڪي ڀاڱا، ١٨٢٥ع کان وٺي پادرين تيار ڪرايا، ۽ پوءِ پيا ٻه عيسائي مذهب جا ڪتاب ڪڍيائون (صفحو ٢٥٧). جولاءِ ١٨٥٣ع ۾ هاٿوڪي آئيويٽا ٿهي، تہ پوءِ سگهوئي فارسي، اُرُدو، مراهٽي ۽ گجراتي ڪتابن مان ترجما ڪري: ڊسمبر ١٨٥٤ع تائين تاريخ، جاگرافي ۽ ليکي جي پيڙهه سوڌا ڪُل ڏهه ڪتاب سرڪار ڇپائي پڌرا ڪيا (”سنڌ گزيٽيئر“، صفحو ٤٧٤). ائين اول درسي ڪتاب نڪتا، جي سرگواسي ديوان پريداس انندرام رامچندائي؛ مرحوم خانبهادر مرزا صادق علي بيگ ۽ ٻين صاحبن جوڙيا. انهيءَ وقت کان وٺي ڪي وندر جا ڪتاب به نڪتا. سنہ ١٨٥٣ع ۾، مرحوم ميان غلام حسين محمد قاسم قريشي ”ٻنهي زميندار

جي ڳالهہ" نالي هڪ ننڍڙو، پر عمدو قصو لکيو- ٻولي، بہ ٺيٺ سنڌي اٿس- سنہ ١٨٥٥ع ۾ مٽياريءَ تعلقي ھالا جي مرحوم سيد ميران محمد شاهہ "ڏڏا توري ۽ ڪڏا توري جي ڳالهہ" لکي، ١٨٦٦ع ۾ "مفيدالصبيان" بہ ڇپائي پڌرو ڪيائين- هن صاحب جي ٻولي بہ واہ جي آهي! تن ڏينهن ۾ انگريزي ٻوليءَ جي ڪنهن ورلي کي واقفيت هئي، تنهنڪري ماڻهن رڳو هندي ۽ فارسي ٻوليءَ مان ڪهاڻيون ۽ قصا ترجمو ڪري ٿي لکيا. مٿيان ٽيئي ڪتاب هنديءَ ۾ ترجمو ٿيا هئا. سنہ ١٨٥٧ع ۾ سرڪواسي ديوان ننديرام سيوهاڻيءَ "باب نامو" نالي ننڍڙو ڪتاب ٻارائي درجي جي شاگردن لاءِ لکيو، ۽ ١٨٦١ع ۾ "تاريخ معصومي" جو ترجمو فارسيءَ مان ڪيائين. انهيءَ وچ ۾ اسان جا ٿورا سنڌي صاحب انگريزي ٻولي سکي ويا، ۽ انهيءَ مان ترجما ڪرڻ لڳا- جهڙوڪ: سنہ ١٨٦٢ع ۾، سرڪواسي راءِ بهادر ديوان ڪوڙيمل چندنمل "ڪولمبس جي تاريخ" جو ترجمو ڪيو. سنہ ١٨٧٠ع ڌاري، سرڪواسي ديوان نولراءِ شوقيرام آڏوانيءَ ۽ سرڪواسي ديوان اڌارام ٿانورداس ميرچندانيءَ، گڏجي، جانسن جي "راسيلاس" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جنهن لاءِ سرڪار کين چڱو انعام ڏنو هو. ديوان نولراءِ کي جيڪا رقم ملي، سا حيدرآباد جي برهمو مندر جوڙائڻ بابت خرچيائين. انهيءَ ساڳئي ديوان اڌارام "ايسپ جون آکاڻيون" بہ ترجمو ڪيون. سنہ ١٨٦٤ع ۽ ١٨٧٠ع جي وچ ۾، ديوان ڪيولرام سلامتراءِ آڏوانيءَ ٿي عمدا ڪتاب

لکيا: ”سوکڙي“، ”گل“ ۽ ”گلشکر“.
ديوان صاحب جي ٻولي نهايت سپک ۽ سوادي آهي ۽
هنن ڪتابن لکڻ ۾ پنهنجي اصليت ظاهر ڪئي آهي-
انهيءَ اوائل واري زماني ۾ جن صاحبن سنڌي ساهتيه جي
خدمت ڪئي، تن مان ديوان ليلارام سنگهه وطن مل لعلواڻيءَ،
ديوان ٻولچند ڪوڏومل چڳتياڻيءَ ۽ ديوان ڏيارام گدومل
شهاڻيءَ صدر جاءِ لهڻي. مسلمانن مان مرحوم ميان احمد خان
تگيوخان جلباڻيءَ قصن ۽ افسانن لکڻ ۾ چڱو نالو
ڪڍيو. پر اسان جو هردلعزيز دوست، مرحوم شمس العلماء
مرزا قليچ بيگ، مڙني کي شهه ڏيئي ويو. جو هن صاحب
جيترا ڪتاب اڄ تائين ڪنهن ٻئي ڪونه لکيا آهن
(صفحو ۲۴۳)! ساڌو هيرانند فقط هڪ ڪتاب ”طلسم“
نالي ترجمو ڪيو، جو سندس چالاڻي کان ڪجھ وقت
پوءِ مصنف پورو ڪري ڇپائي پڌرو ڪيو- اوائل وارن
ڪتابن ۾ سنڌي ٻنهه، ٺيٺ ڪم آيل آهي. ڪن صاحبن
وري ”قافيي وارو نثر“ ڪم آندو آهي، جيئن ”گل
خندان“ ڪتاب ۾ آهي.

## ناٽڪ جا ڪتاب

۲۶۴- عيسوي اڻويهين صديءَ جي وچ ڌاري، بمبئيءَ
جي مسٽر ڪيخسرو ڪابرا، ڪن پارسي جوانن جي مدد سان،
”ناٽڪ اُتيجڪ منڊلي“ بمبئيءَ ۾ برپا ڪئي. اهائي منڊلي
هئي، جنهن جي ڪن ميمبرن هڪ ناٽڪ جي منڊلي ”وڪٽوريا
ڪمپني“ نالي سنڌ ۾ موڪلي، سنڌي ماڻهن ۾ ناٽڪ جو

خدمت پيدا ڪيو. مرحوم مرزا قليچ بيگ جڏهن بمبئي ڪاليج ۾ پڙهندو هو، تڏهن انهيءَ ڪاڪ انيجڪ منڊليءَ وارن هڪ ناٽڪي ڪتاب ”سونا نا مول نيي خورشيد“ (سون جي ملهه واري خورشيد) گجراتيءَ ۾ تيار ڪيو، جو پوءِ هنديءَ ۾ ترجمو ٿيو. مرزا صاحب انهيءَ تان ”خورشيد“ ناٽڪ لکيو. سنه ١٨٨٨ع ڌاري، مرکواسي راءِ بهادر ديوان ڪوڙيمل، سري هرش جي جوڙيل ”رتناولي“ ناٽڪ جو ترجمو ڪيو. انهيءَ وقت ڌاري ڪاساين جا ناٽڪ ۽ ٻيا ناٽڪ حيدرآباد ۾ نڪتا، تہ ناٽڪ جو خفت هيڪاري وڌيو. سنه ١٨٩٣ع ۾، ڪراچي ڪاليج جي شاگردن هاسٽل جي ضرورت محسوس ڪئي. ديوان ميثارام، جنهن جي نالي پٺيان هينئر هاسٽل سڏجي ٿي، تنهن چڱو چندو ڏنو، پر ساڳئي وقت ”اميچوئر ڊرئميٽڪ سوسائٽي“ برپا ڪيائون. پهريون ناٽڪ ”نل دميتي“، ماستر چيتانند ٻرياڻيءَ جو تيار ڪيل، سنه ١٨٩٤ع ۾ حيدرآباد ۾ ڪيائون. ٻئي سال کان وٺي مرزا قليچ بيگ، ديوان ليلارامسنگهه ۽ ٻين کان ناٽڪ تيار ڪرايائون، ۽ انهن سنڌي ساهت وڌايائون.

## سنڌي ساهت جون منڊليون

٢٦٥- سنه ١٩١٤ع ۾ ”سنڌي ساهت سوسائٽي“ ٺهي، تنهن ٻه ڪيترا سال چڱو ڪم ڪيو. هن وقت ”ڪرسنگت“ حيدرآباد وارا، ”سک لرنگ سوسائٽيءَ“ وارا، سناتن ڌرم وارا، ”ديوان ڪوڙومل ساهت منڊل“، ”سندر ساهتيہ“

"رتن"، "مسلم ادبي سوسائٽي" وارا ۽ ٻيا، پنهنجي پنهنجي پر ۾ ساهت جي وڌائڻ جي هر طرح ڪوشش پيا ڪن. ڪي جوان وري مشاعرا پيا ڪن، ۽ ڪن ڪي پنهنجون ناٽڪن جون منڊليون آهن. مسٽر هريسنگهه ماسٽر سکر واري، سنه ١٨٨٠ع کان وٺي، ۽ مسٽر پوڪرداس شڪارپور واري، ١٨٨٦ع کان وٺي ڪتابن ڇپائڻ جو ڪم شروع ڪيو هو. انهن ٻنهي سرڪرداسن جا ڇاپخانا اڄ تائين جاري آهن، هن وقت تائين گهٽيءَ ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا اٿن- اهڙيءَ طرح هندن توڙي مسلمانن جي گڏيل ڪوشش سان، طرح طرح جا ڪتاب هزارن جي تعداد ۾ نڪتا آهن: تہ بہ نثر جا ڪارائتا ڪتاب، جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پاڙهڻ جي ڪم اچن، سي بلڪل گهٽ ڇپيا آهن.

## ڊڪشنريون ۽ گرامر

٢٦٦- سنه ١٨١٦ع ۾، سنسڪرت جو ناتو ڊوربي ٻولين سان ثابت ٿيو (صفحو ٦)، تہ ٻولين جي باري ۾ وڌيڪ کوجنائون ڪيائون. سنڌي ٻوليءَ کي بہ ڪين ڇڏيائون. ٻهريائين مسٽر واٿن، ميرن جي صاحبيءَ ۾ اچي سنڌي ڊڪشنري ۽ گرامر جوڙيا، ۽ پوءِ ٻين صاحبن بہ انهيءَ ڏس ۾ چڱا پورهيا ڪيا*. ڊاڪٽر ٽرمپ جو جوڙيل گرامر اڄ تائين مشهور آهي. اهوئي صاحب

1. *Whathen W. H.: "A Grammar and Vocabulary of the Sindhi Languvge' Bombay 1836*

(ڏسو صفحو ٢٧٤)

هو جنهن سنہ ١٨٦٦ع ۾ ”شاهہ جو رسالو“ هٿ ڪري ڇپايو هو.

## تعليم جو انتظام

٢٦٧- انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾، انگريزي سيکارڻ لاءِ ماسترن جي درڪار ٿي. انهيءَ گهرج پوري ڪرڻ لاءِ، آڪٽوبر ١٨٥٤ع ۾، هڪ ”نارمل اسڪول“ ڪراچيءَ ۾ کليو. اُن وقت ڪي مرهٽا عالم، جي بمبيءَ ۽ پوناڪاليجن مان تعليم وٺي، سنڌ ۾ اچي سرڪاري نوڪرين ۾ گهڙيا هئا، تن مان ڪي نارمل اسڪول ۾ مقرر ٿياه اهي سنڌي ڪين ڄاڻندا هئا، تنهنڪري انگريزي لفظن جوڙ

(بقايا صفحو ٢٧٣)

2, *Eastwick, E. B: "Vocabulary of theSindhi Language", Folio, Bombay, 1843.*

3. *Leech; R: "Vocabularies of Seven Languages SpoKen in the Countries West of the Indus", Bombay, 1843.*

4. *Stack, Captain George: A Dictionary. English and Sindhi. Bombay, 1819.*

5. *Stack, Captain: A Grammar of the Sindhi Language, Bombay, 1849.*

6. *Stack; Captain; A Dictionary, Sindhi and* English, Bombay, 1855.

7. *Lakishman Vishnu Parajpye: English and Sindhi Dictionary, Bombay, 1868.*

معنائون هندستانيءَ ۾ ٻڌائيندا هئا. اهو نارمل اسڪول پوءِ حيدرآباد ۾ پراڻيءَ اسپتال جي پرسان، هڪ مسواڙي جاءِ ۾ کوليائون، جنهن ۾ سرڪواسي مسٽر چوهڙمل پنجابي (بي. اي) هيڊ ماسٽر ڪري رکيائون-مسٽر چوهڙمل سنڌ جو پهريون ئي گرئجويٽ هو-اهو نارمل اسڪول ڦري هاڻي ”پردانو ٽريننگ ڪاليج“ ٿيو آهي. سنه ١٨٦٠ع ڌاري، سنڌ جو تعليم ڪانو برپا ٿيو، تنهن کان پوءِ گهڻو سڌارو ۽ واڌارو ٿيو. اسانجن ماڻهن به چڱي مڙسي ڪئي. ڪراچيءَ ۾ ”مدرسو“ ۽ حيدرآباد ۾ ”نيوبين اڪيڊمي“ ۽ ٻين هنڌ ڪي اسڪول کوليائون. ١٨٨٧ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ”ڊي. جي. سنڌ ڪاليج کليو. هن وقت حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ به آرٽس ڪاليج آهن. سرڪواسي پرنسپال شهاڻيءَ جي ڪوشش سان انجنيرنگ ڪاليج ۽ لا ڪاليج کليا. ويجهڙائيءَ ۾ اڳريڪلچرل ڪاليج کليو آهي، ۽ سنڌ کي ڌار يونيورسٽي ملڻ جو به آسرو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ زناني تعليم جو به چاهه وڌيو آهي. هنرن ڀليءَ پٽ ثابت ٿي چڪو آهي، ته ڇوڪريون ڪنهن به طرح ڇوڪرن کان گهٽ ڪينهن؛ بلڪ ڪي امتحانن ۾ ڇوڪرن کي به شهه ڏيو وڃن-تعليم جي باري ۾ مرهٽن، بنگالين ۽ پارسين اوائل واري وقت ۾ چڱي مدد ڪئي، جنهنڪري سنڌ جا ماڻهو سندن اهو ڳڻ ڪڏهن به ڪين وساريندا!

## انگريزيءَ جو سنڌيءَ تي اثر

٢٦٨- سنڌيءَ ۾ ڪيترا انگريزي لفظ اچي ويا آهن (صفحو ١٨١)، پر اهي گهڻو ڪري سڀ ”اسم“ آهن، ۽

اڄ تائين سنڌيءَ سان گھڻو ڪُنديجي ڪُتجي ڪونہ ويا آهن (صفحو ٢٥٢). ڪيترا انگريزي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا آهن، جنهنڪري سنڌي ساهت کي ڪجھہ اڙج آئي آهي. پر، انگريزيءَ جا ڪي ٻچڙا اثر بہ سنڌيءَ تي ٿيا آهن: اسان جا ڪيترا ماڻهو، سنڌيءَ ڳالهائيندي، ٿپ ٿي انگريزي لفظ ڪتب پيا آڻين؛ جنهنڪري اصليت کي ڌڪ پيو لڳي (صفحو ١٨٨ع). ڪي ٻنهہ اکري ترجمو ڪن ٿا-جهڙوڪ: هڪ تاريخ ۾ لکيل آهي تہ "محمود غزنويءَ جي سورهين ڪاهہ، سنڌيس پوئينءَ ڪاهہ ڪان هڪڙو سال اڳين هئي! هيءَ لکڻ جو نمونو انگريزي آهي. پر، انهيءَ ڪان وڌيڪ اعتراض جوڳي ڳالهہ هيءَ آهي تہ ڪي "اُسدا" جملا ڪم آڻين ٿا-اها ڳالهہ سنڌي ٻوليءَ جي ذاتي ڀاءُ (Genius) جي برخلاف آهي، ۽ اهو دستور بند ٿيڻ گھرجي!

## ٻولين جون منزلون

٢٦٩- جهڙيءَ ريت ٻالپڻ، جواني، ۽ پيري ماڻهوءَ جي جيوت جون منزلون آهن، تهڙيءَ ريت ٻولين کي به ڪن منزلن مان لنگهڻو پوي ٿو. هتي انهن جو ٿورو ذڪر ڪجي ٿو، ته سمجهڻ ۾ سولو ٿئي، ته سنڌي ٻولي هينئر ڪهڙيءَ منزل تي آهي!

(١) ٻولين جي پهرين منزل اها آهي، جنهن ۾ سڀ لفظ "هڪ پدا" يعني هڪڙي پد وارا Mono syllables هوندا آهن، ۽ ڪي به پڇاڙيون Suffixes ساڻن ڳنڍيل نه هونديون آهن، اهي ساڳيا لفظ ڪٿي اسم ته ڪٿي فعل وغيره ٿي ڪم ايندا آهن؛ ۽ اها خبر رڳو جملن مان پوندي آهي ته فلاڻو لفظ جملي ۾ ڪهڙي ڪم آيو آهي. هن کي "شبد ويچاري" يا "نحوي ترتيب" واري منزل Syntactical Stage چئبو آهي. چيني ٻولي انهيءَ منزل وارين ٻولين جو هڪ مثال آهي.

(٢) ٻي منزل اها آهي، جنهن ۾ ڪي لفظ اسم، اسم فاعل وغيره ٿي ڪم اچڻ جي طاقت وڃائي ڇڏين؛ جنهنڪري اهي لفظن جي پويان پڇاڙين Suffixes وانگر ڳنڍبا آهن ته اسم جي حالتن ۾ فعلن جي زمانن ۽ ضميرن جي سڃاڻ انهن

مان ڳنڍي آهي. اهڙيءَ ٻوليءَ کي مرکب منزل واري ٻولي چئبو آهي Agglutinative stage، جنهن ۾ پچاڙيون پنهنجي پچاڙيون وٽ ڳنڍيندو (صفحو ۱۲) سنٿالن جي ٻولي، توڙي ترڪي، هنگاري ۽ فلش انهيءَ منزل واريون ٻوليون آهن.

(۳) ٻولين جي ٽين منزل اها آهي، جنهن ۾ ڪي اسم، اسم فاعل وغيره ڌار لفظ تي ڪم اچڻ جي طاقت بنهه وڃائو ڇڏين، جنهنڪري اهي ٻين لفظن سان پچاڙين وانگر ڳنڍي ڪم آڻيا آهن، جيئن ٻولين جي ٻيءَ منزل ۾ ٿئي ٿو. ٻي، هن ٽين منزل ۾ هيئن ٿئي ٿو، ته اهي پچاڙيون سدائين لفظن سان ڳنڍيل رهن ٿيون، جنهنڪري اهي لفظ يڪا ليکيا پون ٿا- مثال لاءِ وٺو سنسڪرت لفظ "ڪار" معنيٰ ڪم ڪندڙ يا جوڙيندڙ. اهو ٻين لفظن سان ڳنڍي ڪم آڻبو آهي، جهڙوڪ: سنسڪرت "ڪنب" معنيٰ ٿانءُ يا باسڻ ۽ "ڪنبڪار" معنيٰ ٿانءَ جوڙيندڙ. ساڳيءَ طرح "لوهڪار" معنيٰ لوهه جو ڪم ڪندڙ. اهڙيءَ طرح اها "ڪار" پچاڙي اهڙن لفظن سان سدائين ڳنڍيل رهي ٿي، جنهنڪري اهي يڪا لفظ ڪري ليکجن ٿا- هن منزل واردن ٻولين کي "سنجوڳي" يا "مجمل منزل" Syntactical stage واري ٻولي چئبو آهي. ان ۾ اهڙين پچاڙين ڳنڍيل لفظن جو گردان يا ڦيرو ٿي سگهندو آهي، تنهنڪري اهي- گردان يا ڦيري واريون ٻوليون Inflectional Languages ب، سڏبيون آهن. سنسڪرت، گريڪ (يوناني) ۽ انهيءَ منزل واريون ٻوليون آهن.

(٤) ٻولين جي چوٿين منزل اها آهي، جنهن ۾ لفظن جون اهڙيون ڀڃاڙيون، سمي پائي، گسي پيسي وڃن ٿيون، جنهنڪري ڀهرينءَ منزل جي ٻولين وانگر اهي لفظ ڀڃاڙين کان سواءِ ڀيا ڀانئبا آهن، ۽ انهن جي ڦيري ڪرڻ لاءِ ڪي معاون يا مددي لفظ Ausiliary words انهن جي پٺيان ڳنڍبا آهن- مثال لاءِ سا ڳيا مٿيان سنسڪرت لفظ ”ڪنڀڪار“ ۽ ”لوهڪار“ وٺو، جن جا اچار سنڌيءَ ۾ ڪنڀار-ڪنڀر ۽ لوهار-لهار-لُهر آهن. هتي ڏسو ته وچ مان ”ڪ“ نڪري ويو آهي، ته باقي ”آر“ ڀڃاڙي بچي آهي، جنهن جو اچار گهٽائي ”آر“ ڪريون ٿا؛ هاڻ ”ڪار“ لفظ سڃاڻڻ کان پري ٿي پيو آهي، ۽ ”ڪنڀار“ ۽ ”لوهار“ يڪا لفظ ڀيا ڀانئجن. انهن جو ڦيرو ڪبو ته ڪي حرف جر ڪم آڻبا، جهڙوڪ ”ڪنڀار کان دلو وٺ“- هتي ”کان“ حرف جر ڪم آيو آهي، ۽ اهو ”ڪنڀار“ لفظ کان ڌار ٿيو بيٺو آهي؛ پر حالت جريءَ جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿو- هنن ڪي مفصل منزل Analytical Stage واريون ٻوليون چئبو آهي. انگريزي ۽ فرينچ انهيءَ منزل واريون ٻوليون آهن.

## سنڌي ٻوليءَ جي منزل

٢٧- سنڌيءَ ۾ اسين اسمن ۽ ضميرن جي پٺيان عام طرح حرف جر ڪم آڻيون ٿا؛ پر ڪٿي ڪٿي ڀڃاڙيون به ڳنڍيون ٿا- جهڙوڪ ”گهوڙان آيو“، يعني گهوڙ کان آيو- اهڙن سببن ڪري چئبو ته سنڌي ٻولي نڪي

صفا مجمل نڪي صفا مفصل منزل واري ٻولي آهي؛ تنهنڪري هن وقت ان کي ''مجمل-مفصل منزل Syntho-Analytical Stage واري ٻولي ڪوٺبو.

## سنڌي ٻوليءَ جو آئينده

٢٧١- ٻنهنجي پٺ ڪنهن به ڪانه ورائي ڏٺي آهي. اها به ڪنهن الڏي ڀاتي ڪانهي، ته هن ڪان پوءِ اسان جي پرڪنٽي جون حالتون ڪهڙيون ٿينديون؟ انهيءَ سبب جيڪر اڳڪٿي ڪري ڪين سگهبي، ته سنڌي ٻوليءَ جو آئينده ڪهڙو ٿيندو؟ پر ٻولي ٻاڻ ٻڌي ڳالهائي؛ سنه ١٠٠٠ ع- کان وٺي، جيئن سنڌي ڏار ٻولي ٿي ڪم اچڻ لڳي آهي (صفحو ٧٢)، تيئن سنسڪرت واريون پيچيديون صورتون گهٽي قدر وڃائي، سادي صورت ورتي اٿس. هن کان پوءِ به جيئن وڌيڪ ترقي ڪندي، تيئن وينديوڌيڪ سولي ۽ سهنجي ٿيندي، جنهنڪري ان جو وياڪرڻ (گرامر) هاڻوڪي کان وڌيڪ سليس ۽ سولو ٿيندو ويندو.

٢٧٢- هن وقت سنڌيءَ ۾ سڀڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪانه ڪا اعراب آهي ئي آهي. انهن پڇاڙيءَ وارين اعرابن هيئنر ئي لَنڍڻ جو سانباهو ڪيو آهي؛ لاڙ ۾ انهن جو اچار اڪثر ڪونه ڪن (صفحو ١٣٠). اهي گهڻو وقت ڪين جٽنديون، جو اڪرن جي پڊن تي زور ڏيڻ جي ترتيب Accent System ڦرندي پيئي وڃي. ان جو هڪ نتيجو هي ٿيندو، ته ڪيترا اسم، واحد توڙي جمع ۾ هڪجهڙا

رهندا. هينئر ٻه ماڻهوءَ جو جمع ماڻهو؛ ۽ هاٿيءَ جو جمع هاٿي.

٢٧٣- هن وقت تائين اسمن جي اُن حالتن وارديون پڇاڙيون سنڌيءَ مان ڪم ٿي ويون آهن. باقي رڳو حالت جريءَ واري ”آن-اون“ پڇاڙي (جيئن ڪوٺان- ڪوٺون) ۽ حالت مڪانيءَ واري ”آ-اي“ پڇاڙي (جيئن مانيءَ کائي ويل يا ويلي) بچيل آهن؛ پر اهي ٻه سيڪنڊن لفظ جي پٺيان ڪين گڏبيون آهن. اهي ٻه جيڪر وينديون ويرم ڪين ڪن، پر تي، کي، ۽ وغيره حرف جر، اهي پڇاڙيون پاڻ سان گڏيندي بيٺا آهن. هينئر جڏهن ته اُئين پيا سمجهون ته انهن جو بنياد ت، ڪ، ۾ وغيره آهي، تنهنڪري حالت جريءَ واري پڇاڙي ”آن-اون“ گڏي جيئون: تان-تون؛ کان- کون، مان- مون وغيره کڏهن وري حالت مڪانيءَ واري ”اي“ پڇاڙي گڏي، تي، کي، ۽ وغيره جيئون ٿا- انهيءَ سبب اڳوات جٿي سگهجي ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ ته ٻه-ٽي صديون اهي پڇاڙيون اڃا قائم رهنديون.

٢٧٤- ضميري پڇاڙيون هينئر ٿي زور جڏيون بيٺيون آهن: ”پٽم“ معنيٰ، ”منهنجو پٽ“؛ پر ”منهنجو گهوڙو“ ”گهوڙم“ نه چئبو. هن مان ظاهر آهي ته سيڪنهن اسم سان اهي پڇاڙيون لاڳو ڪري نٿيون سگهجن. ”ولم“ معنيٰ، مون وٽ، ۽ ”وٽهوُن“ معنيٰ اسان وٽان: ”ڏاڏم“، ”پٽم“ ۽ ٻين اهڙن لفظن جو جمع جوڙي نٿو سگهجي- هن مان ظاهر آهي ته اهو پڇاڙيون گهڻي ڏينهن جٽاءُ نه ڪنديون.

اُئين باريڪ طرح جاچيو ته معلوم ٿيندو ته اهڙيون صورتون ٻوليءَ مان اُئين نڪري وينديون، جيئن وڻ پراڻا پن ڇاڻي، نوان ڦن ڪڍندا آهن.

٢٧٥- ٻوليءَ جو آئيندو ڳالهائيندڙن تي وڏو مدار رکي ٿو. عربي توڙي سنسڪرت لفظ، جي رس جس ڀريا هجن، سي ڀلي ته ڪم آڻجن. انهن ڪان ڇرڪڻ ٿيندو پنهنجي تنگدلي ڏيکارڻ. باقي ڳرا عربي يا سنسڪرت لفظ ڪم آڻڻ، سو ٿيندو ٻوليءَ کي هٿ وٺي بگاڙڻ- سائنس جا لفظ به اهڙا ڪم آڻجن، جي سمجهڻ سولا ٿين. انسان جي بدن جي بناوت بابت هڪ ڪتاب ۾ جيڪي لکيل آهي، تنهن مان ٿورو نڪرو هتي ڏجي ٿو:

سوال- ٻانهن ورائجي ٿي، ته وري ٿي، -سو ڇو؟

جواب- انسان جي مغز ۾ هڪ تنتو آهي، جنهن کي ”ڪياڻ تنتو پريرڪا“ چئجي ٿو. جڏهن ٻانهن ورائڻ جو خيال ڪجي ٿو، تڏهن ”مٽي ٻنداسٽ“ ڪان وٺي ”ڪور پراسٽ“ تائين زور اچي ٿو؛ ۽ جڏهن اهو ”سڪنڌاسٽ“ تائين اچي ٿو، تڏهن ٻانهن وري ٿي!

اهڙا سنسڪرت توڙي عربي لفظ، ٻوليءَ ۾ هرگز چالو ٿي ڪين سگهندا؛ تنهنڪري ٻوليءَ جي آئينديءَ جو خيال رکي، پوري ويچارن سان قلم هلائجي.

# ڀاڱو ڏيون

باب پهريون　　　　ٻوليءَ جي تبديل ۽ واڌارو

## تبديل جا سبب

٢٧٦- سنسڪرت جي ذڪر ڪندي، مٿي اڳيئي چيو ويو آهي ته سنسڪرت اول بگڙجي پالي ۽ پراڪرت ٿي، ۽ جدا جدا هنڌن جون پراڪرت ٻوليون ڦري هاڻوڪيون سنڌي، هندي، گجراتي وغيره ٿيون آهن، (صفحو ٨٠). هاڻ ويچار ڪرڻ گهرجي ته ڪهڙن سببن ڪري سنسڪرت ۾ ايڏو ڦيرو پيو، جو اڄ ڏوان ڏوان ويس ورتائين؟ هڪواريءَ انهن سببن جي سڌ پوندي، ته پوءِ سمجهڻ سولو ٿيندو، ته ڪيئن سنڌي هينئر به ڦرندي پيئي وڃي، ۽ هن ڪان پوءِ به ڦرندي رهندي؟ هن باري ۾ علم لغات جي صاحبن جيڪي سبب ڄاڻايا آهن، سي دنيا جي سڀني ٻولين سان هڪجهڙا لاڳو آهن؛ پر مثال ڪن انگريزي ته ڪن سنسڪرت ڏنا آهن، تنهنڪري اسين پنهنجا سنڌي مثال ڏينداسين.

## سبب پهريون - ڪشالي جو سنجم

٢٧٧- ٻوليءَ جي بگڙجڻ جو پهريون ۽ مکيه سبب آهي ”ڪشالي جو سنجم“ Economy of Effort - وٺو مثال: ڪنهن ننڍڙي ٻار کي چئبو ته چئو ”ڪينو“، ته چوندو ”اِنو“! چو ڏو ائين چوي؟ دنيا ۾ ڪابه ڳالهه ”سبب“

ڪان سواءِ ڪانهه ٿي ٿئي. هن لاءِ ٻه سبب آهن: ”ڪ“
جي اچار ڪرڻ لاءِ، سڀڪنهن ماڻهوءَ کي نڙيءَ جو
منهن Glottis or the opening of the wind-pipe
چڱيءَ طرح کوليو پوي ٿو، ته آواز ٻاهر نڪري؛ ساڳئي
وقت چپن جي پاڙ جو زور به لڳائڻو پوي ٿو، ته اکر
چٽو ٿئي. ته ٻيا پوريءَ طرح سمجهن- هيءَ ڪشالي
ڪاڏڙ ڪم، ويچاري ننڍڙي ٻار کان نٿو پڄي؛ تنهنڪري
هو ”ڪ“ جو اچار ماڳهين ڪڍي ڇڏي؛ باقي ”ڪ“
جي هيٺان جيڪا زير يعني ”اِ“ جو اچار آهي، سو قائم
رکي ”اِنو“ چوي ٿو. هو اڻين کونه ٿو سمجهي، ته
هون ڪو ”ڪ“ اکر ڪڍي ڇڏيو، هن جي ليکي ته
اکلي چيوئي ”اِنو“! هيءَ ته ننڍڙن ٻارن جي ڳالهه
آهي، ٻر وقتي ساڳيا واڳيا ماڻهو اکرن تي پوريءَ طرح
زور نٿا ڏين، ته لفظن مان اکر نڪريو وڃن- جهڙوڪ،
”ڪنيڪار“ ۽ ”لوهڪار“ بدران چئون ”ڪنيار“ ۽
”لهار“. ”ڪ“ جو اچار وچ منجهان ئي نڪري ويو!
هتي به چئبو ته اچار ڪرڻ ۾ کهٽ تڪليف ٿي- اهڙا
مثال انگريزيءَ ۾ به گهڻيئي آهن*. هيءَ ته سولا لفظ
آهن، پر جڏهن ڪنهن لفظ ۾ ٻه-ٻه بلڪ ٽي-ٽي حرف
صحيح گڏي اچارڻا پون ٿا، تڏهن اهو ته هيڪاري ڪشالي
ڪاڏڙ ڪم ٿيو پوي، جو جدا جدا اچارن ڪرڻ لاءِ نڙي،
چپ، ڇپن وغيره کي علحدي علحدي نموني چورڻو پوي ٿو!

---

*Godly = Godlike. God-liness = God-like-ness.

هوڏانهن انسان، پنهنجي ذاتي سڀاءَ ڪري، ائين چاهي ٿو تہ سڀڪنهن ڳالهہ ۾ جيترو گهٽ ڪشالو ٿئي، تيترو چڱو. انهيءَ ذاتي سڀاءَ ڪري، هو لفظن جي اچار ڪرڻ مهل بہ ڪشالي جو سنجم ڪري ٿو، جنهنڪري اچار بگڙيو وڃن. لاڙ جا ماڻهو ڪشالي جو سنجم گهڻو ٿا ڪن، جنهنڪري سنڌين ٻوليءَ ۾ گهڻو بگاڙو نظر اچي ٿو. (صفحو ٩٧ ۽ ١٣١).

ٻوليءَ مٿان ٻار ڌيا وَيل وهائين ٿا: ٻارن کي جيڪڏهن ڇيڪ ڇڏي ڏجي، تہ ٻوليءَ کي جيڪر ڏاڍا هاڃا هڻن؛ پر گهرن ۾ مائٽ، ۽ اسڪولن ۾ ماستراڻيون ۽ ماستر، ڪين صحيح اُچار سيکارين ٿا: ٻار جڏهن وڏو ٿئي ٿو، تڏهين پنهنجو بہ عقل اچيس ٿو تہ صحيح اُچار ڪريان، متان ٻيا کلن ۽ چون تہ ٻاتن جهڙا اُچار يا غلط اُچار ڪري ٿو- پر ٻوليءَ کي بگڙجڻ کان وڏي روڪ تڏهين ٿئي ٿي، جڏهن منجهس ساهت (لٽريچر) لکجڻ ۾ اچي ٿو: ساهت جي نهرن ۽ چشمن ۾ ٻوليءَ جون گهڻو ڪري سڀ اوڻايون ڌوپيو وڃن. انهيءَ هوندي بہ ٻوليءَ ۾ ڪي ڪي غلطيون رهجيون وڃن، تہ بہ اهي غلطيون ڪري نٿيون ليکجن- جهڙوڪ، ڪو ٻار يا وڏو، چاليهہ، سٺ ۽ ستر بدران تاليهہ، هٺ ۽ هتر چوندو تہ متانئس کلنداسين؛ پر ايڪيتاليهہ، ٻائيتاليهہ، ايڪهٺ، ٻاهٺ ۽ ايڪهتر، ٻاهتر وغيره انگن ۾ اسين پاڻ اهڙا ٻاتن جهڙا اچار ڪريون ٿا؛ پوءِ پاڻ تان ڇونٿا کلدون؟ ڇاڪاڻ تہ هاڻ اهي ئي اُچار رواج ۾ آهن، تنهنڪري اهي صحيح ليکبا. چوٿي

نہ آهي تہ "غلطالعوام، صحيح" يعني جا غلطي، پڙهيل توڙي اڻپڙهيل ڪندا هوندا، تنهن کي غلطي نہ سمجهبو، پر صحيح ڪري ليکبو. مطلب تہ ٻوليءَ ۾ "رواج" وڏي ڳالهہ آهي.

## سبب ٻيو — ملڪ جي تاريخ ۾ تبديل

٢٧٨- ٻوليءَ جي بگڙجڻ جو ٻيو وڏو سبب آهي "ملڪ جي تاريخ ۾ تبديل"- جهڙوڪ سنڌ ۾ مسلمانن جي حڪومت ٿيڻ ڪري عربي، فارسي ۽ ترڪي لفظ سنڌي ۾ اچي ويا (صفحو ٢٠٤ ۽ ٢١٠). سنڌيءَ ۾ ڌارين لفظ گڏجڻ ڪري، ٻولي ڳاڙڙ ٿي پيئي. ڌارين لفظن جي اچارڻ ڪرڻ تي اسانجن ماڻهن جو وات هريل نہ هو؛ جيئن ڪين سولو لڳو، تيئن انهن جا اچار ڪيائون، جنهنڪري هاڻ عربي لفظن "رداءُ"، "مطرقہ" وغيره بدران چئون "رَڏو"، "مترڪو" وغيره. انگريزن آئي انگريزي لفظ چالو ٿيا، تہ انهن جا اچار بہ ماڻهن بگيڙيا؛ جنهنڪري انگريزي لفظ "سٽيشن" بدران ڪي چون "اسٽيشن" تہ ڪي چون "ٽيشن"؛ ۽ ٻڙن بدران چون "درجن"- هيءَ تہ لفظ آهن، پر وقتي جملا ڦريو وڃن ۽ جهڙوڪ: "هو ڪمس ديئر؟" ٻهريدار چون "هڪم در"

## سبب ٽيون — ڌاري ٻولي جو فخر

٢٧٩- ٻولي جي بدلجڻ جو ٽيون سبب هيءُ آهي تہ "فاتح قوم جي ماڻهن جي ٻولي سکي، انهن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ جهڙو ٿيڻ. فتح ٿيل ملڪ جا ماڻهو پنهنجي لاءِ

فخر سمجهندا آهن". جيڪي، فاتح قوم وارن جي ٻولي نہ سکندا آهن، سي بہ ابتر و ڪندا آهن، تہ انهن جا ڪي نہ ڪي لفظ زور ڪري ڪم آڻيندا آهن!

شاهہ، سامي، سچل ۽ آڳاٽن شاعرن ڪيترائي ٺيٺ سنڌي لفظ ڪم آندا آهن-جهڙوڪ: "ڪان" معنيٰ کهوڙو، "اُميٺ" معنيٰ پلٽڻ، ۽ "آسکهڻي" معنيٰ سُرڪيي ٻڌا چُڪو-اڄڪلهہ اهڙا لفظ ڪوبہ ڪم ڪونہ ٿو آڻي. ٻيا لفظ تہ ٺهيا، پر بصر ۽ ٿوم، جي ٺيٺ عربي لفظ (بصل -ثوم)، سي اسان وٽ عام آهن! هن وقت رڳو ڪراچيءَ ۾ ڪڇي ۽ ٻيا، بصر بدران "ڏونگري" ۽ ثوم بدران "لسڻ" لفظ ڪم آڻين ٿا: آهي چون "جام" (جام)، پر اسين عام طرح چئون "زيتون". ڀهراڙين ۾ چون "پوري"، پر اسين عام طرح چئون "بلبل"! انهيءَ ريت، آڳاٽا لفظ وڃن متروڪ ٿيندا ۽ نوان ڏاريا لفظ وڃن انهن جي جاءِ والاريندا؛ جنهنڪري ٻولي، وڃي ڦرندي. وقتي، لفظن جي اُچارن ڦرڻ ڪري معنيٰ ۾ ڦير پوي ٿو: جهڙوڪ "تعويذ" جو اچار ڦري "تانيت" ٿيو آهي، تہ هاڻ ٻنهي لفظن جي معنائن ۾ ڦير آهي (صفحو ۱۷۲).

## سبب چوٿون-لڏهہ وڃڻ

۲۸۰- "وڻج واپار يا ٻئي سبب، ٻين قومن سان لڏهہ وڃڻ ٿئي ٿي تہ انهيءَ ڪري بہ هڪڙيءَ ٻوليءَ جا لفظ ٻيءَ ٻوليءَ ۾ اچيو وڃن"-جهڙوڪ ٻورچو کيزن، فرينچن وغيره سان لڏهہ وڃڻ ٿيڻ ڪري، "ٻورچو کيز" وغيره لفظ، سنڌيءَ

۾ اچي ويا آهن (صفحو ۲۰۴ ۽ ۲۱۱)؛ مليبار طرف سان لڙهه وچڙ هئڻ سبب، اسان وٽ اِتي-ڏڪر راند ۾ دراوڙي انگ چالو ٿيا آهن (صفحو ۱۷۸)-انهن به ٻوليءَ تي ٿورو ٿورو اثر ڇڏيو ٿو.

## سبب پنجون-ڪوڙي مناسبت (False Analogy)

۲۸۱- ٻوليءَ جي بدلجڻ جو پنجون مکيه سبب آهي ”ڪوڙي مناسبت“ (صفحو ۲۵۳). ڊاڪٽر ڀنڊارڪر ان جا جيڪي مثال ڏنا آهن، تن مان ٿورا هيءُ آهن:

| سنسڪرت ڌاتو | پراڪرت ڌاتو | سنڌي مصدر |
|---|---|---|
| شرُ | سُڻ | سُڻڻ ٻڌڻ |
| جيا | ڄاڻ | ڄاڻڻ |

سنسڪرت ۾ ”شرُ“ معنيٰ ”ٻڌڻ“، ۽ ”شرڻوتي“ معنيٰ ”هو ٻڌي ٿو“. اهڙيءَ طرح ”شرُ“ ڌاتوءَ جي پٺيان ”ن“ (ڻ) رکيو زمان حال ۽ ٻين ٽن زمانن ۾ ڪڍيو آهي. پراڪرت ڳالهائيندڙن کي اهو پتو ڪونه پيو، تہ ڪهڙن زمانن ۾ اهو ”ن“ (ڻ) ڪڍڻ گهرجي. هنن ڇڪي مستقبل، اسم مفعول وغيره ۾ بہ انهن ڪيو، جنهنڪري هينئر ”سڻ“ لفظ جو ڌاتو ڇڄ تہ ”سڻ“ آهي؛ نہ تہ حقيقت ڪري ”شرُ“ آهي. انهن ڄاڻ-ڄاڻڻ، وڪڻ-وڪڻڻ وغيره جي ڌاتن ۾ بالائي ”ڻ“ ڪوڙيءَ مناسبت ڪري اچي ويو آهي. هن وقت سنڌيءَ ۾ بہ ڪي ماڻهو ڪوڙيءَ مناسبت تي هلن ٿا- ڏسڻ مان ڏسجڻ، ۽ پسڻ مان پسجڻ لفظ جوڙيا آهن، تہ انهيءَ نموني

کي ”ليڻ“ مان ”ليجڻ“ ٺاهي ڪم آڻين ٿا- جهڙوڪ
چون ته ”مون کان ڪتاب ليجي ڏي نٿو“. هيءَ غلط
سنڌي آهي؛ ڇو ته ڪهي ”ليئي نٿو“- ”لهڻ“ معروف
۽ ”ليڻ“ مجهول صورت وارو فعل آهي، تنهن ۾ مجهول
جي نشاني ”ج“ گڏڻ، سو ٻيو فعل کي ٻيو ڀيرو
مجهول صورت وارو ڪرڻ!

مطلب ته ماڻهن کي جيڪي سولو سهنجو لڳي ٿو،
تيئن هڪڙن لفظن جي نموني تي ٻيا آڻين! ڊاڪٽر ڀنڊارڪر
انهيءَ کي سڏيو آهي:

The law of false analogies, or of the generalisation of grammatical forms, or formal genralisation.

## بگاڙو معنيٰ واڌارو

٢٨٢- ٻوليءَ جو بگاڙو جنهن کي چئجي ٿو، تنهن
۾ سچ پچ ته ٻوليءَ جو واڌارو آهي: سنسڪرت ۾
جيڪڏهن بگاڙو نه ٿئي ها، ته هيڏو ”ڏيهن جو ڏن“
(هندي، سنڌي وغيره) ڪيئن ڇٽي ها؟ هيءَ ته ٻولي
آهي، پر رڳو لفظن جي بگڙجڻ ڪري به گهٽوڌ واڌارو
ٿئي ٿو- وڌو مثال:

(١) ”تلڪ“*، لفظ جو هندو ماڻهو پيشانيءَ تي
ڏين ٿا، تنهن جا بگڙيل اچار: ”ٽِڪڙو“ (منهن ڏسي

*”تلڪ“ لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي ”ننڍڙو تر“.
هندو پنهنجي پيشانيءَ تي سيندور وغيره سان ننڍڙو گول
ٽڪرو (تر جيترو) ڪيندا آهن. (تِل = تِل + ڪ).

ٽڪڙو ڏيڻ)، ”ٽڪرو“ (ڪاٺ وغيره جو)، ”ٽڪ“ (منڊيءَ جي، يا آرسي جي)، ”ٽڪي“(ملاڻ يا پٽاٽي وغيره جي)، ”ٽڪلي“ (ٽهال وغيره جي)، ”ٽڪل“ (وڏو لغڙ جو ٽڪ ٻڌي ٻيهي)، ”ٽڪلي“ (ڪاغذ جي گول چٽي)، ”ٽلؤ“ ۽ ٽلي“ (ٽلو مل ۽ ٽلي ٻانسي) آهن- هنن سڀني لفظن ۾ گولائيءَ جو خيال سمايل آهي.

(٢) سنسڪرت لفظ ”چڪر“ Chakara معنيٰ چڪرو يا ڦيٿو- انهيءَ لفظ سنڌيءَ ۾ هيٺيون ڦيرتون ورتيون آهن: چڪر، چڪرو، چاڪ ۽ چيڪلو (ڦيٿو)، چڪر (گهمٽاري)، چڪر (ڪنيار جو)، چڪي (جانڊهه)، چڪلو (مانين ويلڻ لاءِ)، ۽ چيڪلي (ڦيري پائڻ جي راند)- هنن سڀني لفظن ۾ بہ گولائيءَ جو خيال سمايل آهي. اهڙا مثال ٻيا بہ گهڻيئي آهن.

٢٨٣- سنسڪرت لفظ ”وتسيہ“، جا بگڙيل اچار: ”وڇ“ (مذڪر- پاڏو)، ”ٻڇڙو“ آهن. فارسيءَ ۾ ”وتسيہ“ جو اچار ”بچہ“ آهي. اهو فارسي لفظ سنڌيءَ ۾ آيو آهي، تہ انهيءَ مان ”ٻچو“، ”ٻچڙو“، ”ٻچيلو“ ۽ ”ٻچڙوال“ (ٻارن- ٻچن وارو) لفظ ٺهيا آهن. فارسي لفظ ”بچہ“ سنڌيءَ ۾ آيو آهي، تہ اسان کي ڪس ڪانہ لڳي آهي-ڌاريا لفظ ٻوليءَ ۾ اچن ٿا، تہ ٻولي برابر چوچڙو جو مربو ٿي پوي ٿي، پر ساڳئي وقت ٻوليءَ ۾ واڌ ٿئي ٿي. انگريزي ٻولي نهايت وسيع آهي، تہ بہ جنگل، نوٽ، جمخانا (جماعتخانہ) ۽ اسان جا ٻيا ڪيترائي ڏيهي لفظ ان ۾ اچي ويا آهن. عربي ۽ سنسڪرت پوتر ٻاشائون

ٻيا مقدس ٻوليون آهن، تہ بہ انهن ۾ ڪي ڌوناني ۽ ٻيا لفظ اچي ويا آهن-(صفحو ١٧٩ ۽ ١٩٩)مطلب تہ سڀ ٻوليون ٻين ٻولين مان ڪي نہ ڪي لفظ وٺن ٿيون؛ ۽ ڪابہ ٻولي ڌارين لفظن کان آجي ڪانهي؛ تنهنڪري عربي ۽ سنسڪرت لفظن کي سنڌيءَ ۾ اچڻ کان روڪ ڪرڻ، پنهنجي تنگدلي ڏيکارڻي آهي. اهو ٿيندو ٻوليءَ جي واڌاري کي روڪڻ! جيڪڏهن ڪو ڳـرا ڳـرا عربي ٻيا سنسڪرت لفظ سنڌيءَ ۾ کهلي آڻيندو، ۽ جي عام خلق جي ڪَن کي ڏي ڪين وڻندا، تہ ٻولي انهن کي هرگز چالو ٿيڻ نہ ڏيندي!

٢٨٤- لفظن جي ڳالهہ، ڇڏي، هاڻ اچو تہ ڏسون تہ ٻوليءَ ۾ کهڙو بگاڙو ۽ واڌارو ٿيو آهي؟ اسان کي رواجي گرامرن وارا قاعدا ڄاڻائڻا ڪينهن، پر رڳو ٻوليءَ جي تاڃي ۽ پيٽو جاچڻا آهن، جن ۾ اکرن ۽ اچارن سان لاڳاپو رکندڙ ڳالهيون (Phonology)، ۽ ٻوليءَ جي نحوي بناوت سان لاڳاپو رکندڙ ڳالهيون (Morphology) ويچارڻيون آهن.

## سنڌي ٻگڙيل پراڪرت

٢٨٥- سنڌي، هندي، ۽ ٻيون ڏيهي آريہ ٻوليون ٻگڙيل پراڪرت ٻوليون آهن. انهن کي جيڪڏهن ٻگڙيل سنسڪرت سڏجي، تہ بہ روا آهي، جو ڇو بنياد سنسڪرت مان اٿن؛ پر ڪهڙيءَ سنسڪرت مان؟ "رگ ويد" واري زماني کان وٺي سنسڪرت جون ڇهہ تہ بہ شاخون ٿيون: سنسڪرت پنهنجي سر واڌارو ڪندي، اول وچولي ۽ پوءِ آخرين درجي تي آئي، ۽ هن وقت "سنسڪرت" سڏبوئي انهيءَ آخرين درجي واريءَ سنسڪرت کي آهي (ڏسو صفحو ٣٤). "رگ ويد" واري زماني کان وٺي، جيڪا سنسڪرت عام طرح ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، سا پوري پنهنجي منهن ٻگڙجي "پالي" "پراڪرت" ۽ "اپڀرنش" ٿي، جنهن مان "سنڌي"، "هندي" وغيره ٻوليون پيدا ٿيون. جيئن مٿي اکيئي چيو ويو آهي (صفحو ٣٨، ٦٩ ۽ ٧٠). انهن ڏيهي آريہ ٻولين بہ پنهنجي پنهنجي پر ڳٺي ۾ پنهنجي روءِ سوءِ واڌارو ڪيو؛ جنهنڪري اسان جي سنڌيءَ جا آچارئي علحدا آهن، جن مان ٻربان ئي پروڙي سگهبو آهي تہ اها آهي اسان جي مادري زبان، جنهن جي شعر جي شيرينيءَ هندن توڙي مسلمانن کي موهت ڪري ڇڏيو آهي (صفحو ٢٣٦)- هاڻ هيڪاري چڱيءَ ريت سمجهڻ ۾ ايندو

ته هاڻوڪي آخرين درجي واري سنسڪرت، جا اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پاڙهڻ ۾ اچي ٿي، تنهن مان سنڌي ٻولي ڪانه پيدا ٿي آهي: اها ٻه چئڻ ته سنڌيءَ جي پيڻ ٿئي. پر آها قديم سنسڪرت ڪان گهڻو بگڙيل نه آهي؛ انهيءَ سبب اسين پنهنجيءَ مادري زبان جي انهيءَ سان ڀيٽ ڪنداسين، ته پتو پوندو ته سنڌيءَ ۾ ڪهڙو بگاڙو ۽ واڌارو ٿيو آهي؟ انهيءَ ريت سنڌيءَ جون خوبيون ۽ خاميون ڪُلي ظاهر ٿينديون، ۽ اهي ٿي ڳالهيون ٻوليءَ جي اونهي اڀياس ڪرڻ ۾ واهر ڪنديون.

## سنڌيءَ جي "حرف علت" ۾ بگاڙو

٢٨٦- سنسڪرت ۾ ٿيئيه، "حرف صحيح" ۽ سورهن "حرف علت" آهن. سورهن حرفن علت مان "ر"، "ري"، "لر" ۽ "لري" پاليءَ واري زماني ۾ ٿي ٻوليءَ مان نڪري ويا؛ جنهنڪري نڪي پراڪرت، نڪي سنڌيءَ ۾ ٻين ڏيهي آريه ٻولين ۾ آهن. سنسڪرت ۾ "آم" (آن) ۽ "آه" ٻه آهن؛ جي سنڌيءَ ۾ حرف صحيح (م يا ن، ۽ ه) ليکجن ٿا*- هاڻ سنڌيءَ ۾ فقط ڏهه حرف علت آهن:

Single Vowles ڇڙا علت آ - آ - اِي - اُ - آو

---

* "هنهم هوند مٿي، پر ٻڌيءَ جا پيٽا ٿيا"- (شاهه)

اِکي نڪ جي اچار ظاهر ڪرڻ لاءِ "م" گڏيندا هئا، جيئن "هنهم" لفظ گڏيل آهي، ته سمجهڻ ۾ اچي ته ان ۾ نڪ جي اچار ٽنڪار (Twang) آهي،

اي-آي-او-آو دوهرا-علت Diphthongs

هنن کي "ڏهہ اکري" چئبو آهي. سنڌي لاءِ عربي-سنڌي آئيويتا (لپي) ڪم اچي ٿي، تنهنڪري سنسڪرت وارين ماترائن يا لاڪنائن بدران، عربيءَ واريون اعرابون Orthographical signs or Diacritical marks (زبر، زير، پيش وغيره) ڪم آڻيون آهن. "عرب" معنيٰ چٽو ڪرڻ- آهي اچارن کي چٽو ڪن ٿيون.

## اعرابن تي ويچار

٢٨٧- عربيءَ ۾ "الف-و-ي" اهي ٽي حرف علت آهن. انهن مان ڪوبہ اکر جڏهن ڪنهن لفظ جي منڍ ۾ ايندو آهي، تڏهن سدائين حرف صحيح ٿي ڪم ايندو آهي، ۽ خود ان کي چورڻ لاءِ ڪا نہ ڪا اعراب ڪهي- جهڙوڪ آول، وصل ۽ يقين- انهن ٽنهي لفظن جي منڍ ۾ زبر يعني "آ" جو آچار آهي. "و" ۽ "ي" اکر جڏهن وچ يا پڇاڙيءَ ۾ ايندا آهن، تڏهن حرف علت آهن؛ پر جيڪڏهن انهن جي مٿان يا هيٺان ڪا اعراب ڏبي، تہ حرف صحيح ٿي پوندا- جهڙوڪ: "چَوَنِ" ۽ "ٽِيَنِ"، (مصدر- چوڻ ۽ ٽيڻ) ۾، "و" ۽ "ي" جي مٿان "زبر" آهي؛ تنهنڪري حرف صحيح آهن. "وديالیہ" ۾ پوئين "ي" جي مٿان زبر آهي، تنهنڪري اهو حرف صحيح آهي- اهڙيءَ حالت ۾ عربن الف-و-ي مان ٽي ننڍا يا گهٽيل اچار وارا حرف علت هن ريت جوڙيا آهن:

الف مان زبر يعني آ
و مان پيش يعني اُ
ي مان زير يعني اِ
انهن مان ٽي ڏگها اُچار هن ريت ٺهيا آهن:
آ + آ = آ   آ + اُ = اُو   اِ + اِ = اِي
مثال لاءِ وٺو ”ڇهه آسي“ لفظ. ”ڇهه“ لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ زبر يعني ”آ“ جو اُچار آهي، ۽ ”آسي“ لفظ جي اڳياڙيءَ ۾ به ”آ“ جو اُچار آهي. اهي ٻئي اُچار ملائي چئون ”ڇهاسي“. ساڳيءَ طرح ”ستآسي“ ۾ ”اٺ اسي“ بدران چئون ”ستاسي“ ۽ ”اٺاسي“- اٺين ”آ“ جا ٻه اچار پاڻ ۾ ملائيا، ته ”ڇهه اسي، ستآسي“ وغيره جي اُچارن ۾ ڇنگ (ڀڃڪڙي) Hiatus ٿي پوندو، جنهنڪري پاڻ جهڙو اچار ٿي پوندو.

”وڃُ“، ”ڪنڊُ“ ۽ ٻين اهڙن لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ پيش يعني ”اُ“ جو اچار آهي. انهن جي جمع جوڙڻ لاءِ پراڪرت جي جمع واري ”اُ“ پڇاڙي ڪڍيون ٿا، ته ٻئي ملي هڪ ٻڪو اچار ”اُو“ پيدا ڪن ٿا، ۽ انهيءَ ۾ نڪ جو اچار ملايون ٿا، تنهنڪري انهن لفظن جو جمع ”وڃون“ ”ڪنڊون“ وغيره ٿئي ٿو.
ٽئين مثال لاءِ وٺو عربي لفظ ”مسجد“- ان ۾ ”س“ اڳر ساڪن آهي، پر اسين پنهنجيءَ عادت پٽاندر ”س“ جي هيٺان زير ڏيون ٿا، يعني ”اِ“ جو اچار

ٻالائي گڏيون ٿا. انهيءَ لفظ مان پوءِ ”ج“ اکر ڪڍي ته باقي بچيو ’مسِ اِدَ‘ هتي ”س“ جي هيٺان زير يعني ”اِ“ جو آهي ۽ ”اِدَ“ جي اڳيان به ”اِ“ آهي. اهي ٻيئي اُچار ملي ”اِي“ ٿين ٿا، جهڙيءَ طرح سمجهڻ ۾ ايندو ته چئون ”مسِيد“ هاڻ چڱيءَ ساڳئي وزگ يا ڪلاس جا ٻه ننڍا حرف علت پاڻ ۾ ملي، هڪ ڊگهو اچار پيدا ڪن ٿا.

سنسڪرت گرامر ۾ هن قسم جي قاعدن کي ”سنڌيءَ جا قاعدا“ Rules of Euphony چوندا آهن. اهي سنڌيءَ جا قاعدا قدرت جي قاعدن تي ٻڌل آهن، تنهنڪري اهي قاعدا دنيا جي سڀني ٻولين سان هڪجهڙا لاڳو آهن. عربيءَ سان ٻه اهي ئي ساڳيا قدرت جا قاعدا لاڳو آهن، تنهنڪري ڏن مان ڇهه حرف ٿيا آهن. عربن انهن جي لکڻ جو دستور به انهن قدرت جي قاعدن پٽاندر هن نموني اختيار ڪيو:

”اَ-آ-اِ-اِي-اُ ۽ اُو“

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته ”اِي“ لکڻ مهل ”الف“ جي هيٺان زير ڏين ٿا، ۽ ”ي“ اکر خالي ڇڏين ٿا؛ ڇاڪاڻ ته ”ي“ جو ملهه فقط ”اِي“ آهي، ۽ ٻيئي ”اِ“ جا اچار پاڻ ۾ ملي ”اِي“ ٿين ٿا. ساڳيءَ ريت ”اُو“ لکڻ مهل الف جي مٿان پيش ڏين ٿا، ”و“ خالي ڇڏين ٿا؛ ڇاڪاڻ ته ان جو ملهه فقط ”اُ“ آهي، ۽ ٻيئي ”اُ“ جا اچارڻ پاڻ ۾ ملي ”اُو“ ٿين ٿا. انگريزيءَ ۾ به ائين Sheep, Keep,

لفظ Moon, Noon ۾، ڊگهي اچار پيدا ڪرڻ لاءِ ٻه حرف علت ڪم آڻين ٿا*.

عربيءَ ۾ اي-آي (آ) آو (أ) جي اچارن لاءِ ٻه ٻه حرف ڪم آڻين ٿا. سنسڪرت ۾ هر هڪ حرف علت کي رکيو هڪڙو اچار آهي.

۲۸۸- هن باري ۾ هيءَ ڳالهه به ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته سڀني ٻولين ۾ جيڪي حرف علت آهن، تن سڀني کي پنهنجو پنهنجو اچار آهي: تنهنڪري عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪنهن به ”حرف علت“ کي اعراب نه ڏيندا آهن، ۽ جيڪڏهن ڏبي ته اهو ”حرف صحيح“ ٿي پوندو: جيڪي به حرف صحيح آهن، سي ڳُنگا اکر آهن، ۽ رکيو انهن کي چورڻ لاءِ اعرابن جي ضرورت ٿئي ٿي. سنسڪرت ۾ به ائين ڪندا آهن.

## ”ر“ ڦرڻو حرف (Protean Vowel)

۲۸۹- سنسڪرت ۾ ”ر“ حرف ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو حرف صحيح، ٻيو حرف علت: ديوناگريءَ ۾ اهي لکبا به ٻيءَ ٻيءَ طرح آهن. ”رَنگ“، ”رَت“ (ڪاڏي)، ۽ ”راجا“ حرف صحيح سان شروع ٿين ٿا.

* انگريزيءَ جي حرف علت جي ترتيب منجهائيندڙ آهي، جو ڪئي اکر ساڳيا، پر اچار ٻيا ٻيا- جهڙوڪ Cough (cauf)- R0ugh (ruff)- Bough (bow)Dough (do)- Hough (hock)- and Through (throo).

”رُت“ معنيٰ موسوم، ”رڻ“ معنيٰ قرض، ”رُشي“، ”رچ“ (سنسڪرت- رڪش)، ۽ ٻين اهڙن سنسڪرت لفظن جي منڍ ۾ ”رِ“ حرف علت آهي، پر اسين اهو حرف صحيح ڪري ليکيون ٿا. پالي ۽ پراڪرت ڳالهائيندڙن کي به انهيءَ تفاوت جو پتو ڪونہ پيو، تنهنڪري اهو اکر نڪري ويو.

۲۹۰- سنسڪرت ۾ ڪنهن حرف صحيح جي مٿان يا هيٺان به ”رِ“ حرف علت ڳنڍيندا آهن. اهڙا لفظ سنڌيءَ ۾ آيا آهن، تہ انهن ۾ اهو اکر ڦري، هڪ نہ ٻيو حرف علت ٿي پيو آهي- جهڙوڪ:

| سنسڪرت | سنڌي | تبديل |
| --- | --- | --- |
| ڪِهرشٽ | ڪڙو | (ڪ مٿان زبر يعني آ) ”رِ“ مٽجي ”آ“ |
| درشٽ | ڏٺو | (ڏ هيٺان زير يعني اِ) ” ” ”اِ“ |
| ورڌ | ٻڍو | (ٻ مٿان پيش يعني اُ) ” ” ”اُ“ |
| مرتيو | موت | ” ” ”او“ |

پراڪرت ۾ به اهڙين تبديل ٿيندي هئي (ڏسو ورچيءَ جو جوڙيل ”پراڪرت پرڪاش“).

۲۹۱- پراڪرت واري زماني کان پوءِ اهڙا سنسڪرت لفظ وري چالو ٿيا. تہ انهن ۾ ”رِ“ کي قائم رکڻ لاءِ، ساڻس هڪ نہ ٻي اعراب ڳنڍي اٿون- جهڙوڪ:

| سنسڪرت | سنڌي | سنسڪرت | سنڌي | تبديل |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| مِر mri | مرڻ | ڀر bhri | ڀرڻ | ”رِ“ بدران ”آر“ |
| سر Sri | سيرڻ (چرڻ) | پرٿوي | پرٿوي | ”رِ“ بدران ”اِر“ |
| ورڪش | | ورک يا برک | معنيٰ وڻ | ”رِ“ پيش (اُ) |

٢٩٠- ڪن حالتن ۾ ”ر“ اڪر هڪ نه ٻئي حرف صحيح ۾ سمائجي ويو آهي. جهڙوڪ: سنسڪرت ”ورڌ“ ”درشن“، ”ڪرپ“، ۽ ”جاماترڪ“ جن بدران ”ٻڍو“ ”ڏسڻ“، ”ڪپڻ“، ۽ ”ڄاٽو“ معنيٰ ناٺي. سنسڪرت ”سرو“ بدران ڇٽون ”سرب“ يا ”سپ“ (سمورو)، ۽ ”ورڪر“ بدران ڇٽون ”بگهڙ“ Wolf. اهڙيءَ طرح ”ر“ اڪر ڪنهن حرف صحيح ۾ سمائجي ويندو آهي، تڏهن اڪثر انهيءَ کي ”وسرڳ“ يعني ”هه“ جي اچار وارو ڪندو آهي- اهڙيءَ ريت، هن ”ڦرڻي حرف“ ساندي وانگر پنهنجا روپ بدلايا آهن.

## ڏوهرا - علت ۾ بگاڙو

٢٩٣- دراوڙي ٻولين ۾ دوهرا-علت ڪينهن. قديم دراوڙ لوڪ سنسڪرت سکيا ته دوهرا-علت يا ٻٽاسر، ٻڪساهيءَ اچارڻ ڏکيا لڳن، تنهنڪري انهن جا اچار هن ريت بگاڙيائون:

| سنسڪرت | پراڪرت | سنڌي | تبديل |
|---|---|---|---|
| تيل (تئل) | تيل Talla | تيل Oil | آ+اِ=اي |
| ڪؤر | ڪورو (پؤرو) | ڪور | آ+آ=او |

اِدغام Epenthesis سبب، اهي ٻه اچار ملي هڪ ٿين ٿا (صفحو ١٣١)، جنهنڪري ڇٽبو ته وزن ۾ ڪوٽ ڪانه ٿي، باقي اچار ڪرڻ ۾ سولائي ٿي- جو ”آي“ (آءِ) ۽ ”آو“ (آءُ) کان ”اي“ ۽ ”او“ جا اچار وڌيڪ سولا آهن. ۽ اڄ به اهي ڇڙا يا يڪا حرف ڪري ليکيون ٿا. اهو بگاڙو پاليءَ واري زماني کان وٺي شروع ٿيو، ۽ اهو دراوڙي ٻولين جو اثر ليکجي ٿو. (ضميمو پهريون)،

۲۹۴- پراڪرت ڳالهائيندڙ جا اچار ڦيلهڙا هوندا هئا (صفحو ۵۹). اسان جا اچار وڌيڪ پختا آهن، جنهنڪري "آيٽ" ۽ پيدائش" "پؤنر"، "ڪؤنر" ۽ "لؤنگ" لفظن ۾ دوهرا-علت جا اچارقائم رکون ٿا. انهيءَ هوندي به ڪيترا ڏسو ته "ايٽ" ۽ "صبر" بدران "ائٽ" ۽ "سٿر" چون، ۽ لکن ٿا. عربي لفظ "قوم" Qaum بدران ڪيترا چون "قوم" Qom. پر وڏي ڳالهه ته سنڌيءَ ۾ قاعدو آهي ته ڪنهن به لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ دوهرو علت اچي، ته ان جو اچار ضرور پيچجي- ته اسين جو ڦيرو ڪرڻ سولو ٿئي- جهڙوڪ "شيءِ" جو اچار "ش+ا" ۽ "چؤ" جو اچار "چ+أ" ڪبو. اِءِ "ا" ۽ "آ" -پڇاڙيون ليکبيون، ۽ انهن جو جمع ٿيندو "شيون" ۽ "چئون"- اهڙيءَ طرح سنڌيءَ ۾ دوهرا-علت رکوڻالي ماتر آهن*.

## ويدڪ "ڙ"

۲۹۵- سنڌيءَ ۾ ڪل ايڪونجاهه اکر آهن*، جن مان ڇيتيهه سنسڪرت وارا، چار نج سنڌي (ٻ-ڄ-ڏ-ڳ)،

---

* "Properly speaking there are no *D*iphthongs in Sindhi." *Dr. Trumpp: Sindhi Grammer Introduction, P.VI*

* همزو (ء)، الف جي هڪ نرالي صورت آهي، ۽ "لا" جو اچار لام ۽ الف جي ميلاپ سان پيدا ٿئي ٿو، تنهنڪري اهي ٻئي ڌار اکر ڪري نٿا ليکجن.

۽ چوڏهن عربيءَ ۽ فارسيءَ مان ورتل آهن (صفحو ٢٦٢).

سنسڪرت وارن لفظن اکرن مان ويدڪ "ڙ" سنسڪرت ۾ حرف علت آهي، جنهن جو اچار رڳو سنڌيءَ، گجراتيءَ ۽ مراهٽي سانديو آهي، ۽ ٻن ٻولين وڃائي ڇڏيو آهي (صفحو ١٣٠ ۽ ٢٦٢). سنڌيءَ ۾ ڪوبه لفظ "ڙ" سان شروع ڪونه ٿو ٿئي- سڏ ڪرڻ مهل "ڙي" چئبو آهي، سو اصل ۾ آهي "اڙي" (حرف ندا).

## "ش" جا ٻي قسم

٢٩٦- سنسڪرت ۾ "ش" اکر ٻن قسمن جو آهي: هڪڙو تارونءَ جي اچار وارو (Palatal)، ۽ ٻيو مغز جي اچار وارو (Cerebral) . ديوناگريءَ ۾ اهي لکبا به ٻيءَ ٻيءَ طرح آهن. پراڪرت ۾ ٻنهي "ش" اکرن کي ڦيرائي "س"، "ه" يا "ڇ" ڪندا هئا- اهڙا مثال سنڌيءَ ۾ به آهن، جهڙوڪ: سنسڪرت "ڀاشا" بدران چئون "ڀاسي ـ ڀاهي"، ۽ سنسڪرت "شنشچر" بدران چئون "ڇنڇر"- انهيءَ تبديل سبب، پراڪرت ۾ ڪوبه لفظ "س" سان شروع ڪونه ٿو ٿئي.

٢٩٧- اپڀرنش پراڪرت ۾ اللندو "س" کي ڦيرائي "ش" ڪندا هئا (صفحو ٧١). هينئر به اسين سنسڪرت لفظن "سنهن" ۽ "ساڏوڪار" بدران "شينهن" ۽ "شاهوڪار" چئون ٿا. پر اهڙا سنسڪرت بنياد وارا لفظ سنڌيءَ ۾ ٿورا آهن، گهڻا رڳو عربي ۽ فارسي آهن، جهڙوڪ: "شهر"،

"شروع"، ۽ "شادي"، ۽ "شاهه" وغيره. اهڙن لفظن ۾ "ش" جو اچار ڏندن مان ڪونه ٿا ڪريون. جيئن ڊاڪٽر ٽرمپ لکيو آهي- اهو گهڻو تارونءَ وارو ۽ ڪجهه مغز جي اچار وارو (Cerebro-palatal) آهي. جنهنڪري چئبو ته اسان جو اچار وچائين ٽيون آهي، جو نڪي سنسڪرت نڪي پراڪرت ۾ آهي*.

## مغز جي اچار وارا اکر

٢٩٨- ٽ، ٺ، ڊ، ڍ- مغز جي اچار وارا اکر آهن. انهن ۾ ڏورو "ر" جو اچار سمايل آهي. حقيقتؤن اهي ٻيڻا اکر آهن، جهڙوڪ: سنسڪرت "تامر"-"ٽامون"، "پتر"، پٽ، "ميتر"، ميٽ، ۽ "چتر"-چيٽ. انهن "ت" ۽ "ر" ملي "ٽ" ٿيا آهن.

٢٩٩- سنسڪرت "ينتر" (جنتر) جنڊ، ۽ "منتر"-منڊ. انهن ڏورين حالتن ۾ "ت" ۽ "ر" ملي "ڊ" ٿيا آهن؛ نه ته عام طرح "د" ۽ "ر" ملي "ڊ" ٿين ٿا- جهڙوڪ "دريگهه"-ڊگهو، "سمدر"-سمنڊ، ۽ "اندرلٽ"-انڊلٺ.

پراڪرت ۾ انهيءَ عادت سببان سڀ لفظ "ن" بدران "ڻ" سان شروع ٿين ٿا (صفحو ٦٠): عالم چون ٿا

---

* "ش" is in Sindhi by no means a palatal sibilant, as in Sanskrit, but a simple dental sound equally unknown in Sanskrit and Prakrit": *Dr. Trumpp: Sindhi Grammar, Introduction, P. XVI.*

تہ اهو قديم دراوڙن جي ٻولين جو اثر آهي. هندستانيءَ ۾ جهڙوڪ ”ناڻا“ ۽ ”ٽوڙنا“ پر اسين چئون ”ڻامون“ ۽ ”ٽوڙڻ“. اها عادت اسان ۾ وڌيڪ آهي، جا سرائڪي ڳالهائيندڙن جي سنگ ۾ پرائي اٿون ۽ باقي سنڌين آڳاٽي پشاچي پراڪرت تي دراوڙي ٻولين جو اثر ٿيو هجي، تہ اها بہ ڳالهہ آهي.

## وسرڳ اکر (Aspirates)

۳۰۰- دراوڙ لوڪ وسرڳ اکرن مان بنيادي اکر ڪڍي، باقي ”هہ“ جو اچار بچائيندا هئا (صفحو ۱۲۵ کان ۱۲۷).

”ليڀ“- ”لهڻ“، ۽ ”ڏيڻ“- ”ڏهڻ“- هنن مثالن ۾ ڏسو تہ ”ڀ“ مان ”ب“ اکر نڪري ويو آهي، جنهن ڪري باقي ”هہ“ جو اچار بچيو آهي. ”ڪنڀ“- ”ڪنب“- هتي اتلندو ”هہ“ اکر ڪڍي ڇڏيو اٿون، جنهنڪري باقي ”ب“ جو اچار بچيو آهي: اهڙيءَ طرح وسرڳ اکرن کي جڻ تہ مرڪب اکر ڪري ليکيون ٿا، جن مان هڪڙو ڪڍي، ٻيو بچايون ٿا.

## نڪ جي اچار وارا اکر (Nasals)

۳۰۱- عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ نڪ جي اچار وارا اکر فقط ٻہ آهن: ”م“ ۽ ”ن“ (صفحو ۲۶۶). سنسڪرت ۽ سنڌيءَ ۾ پنج آهن: ”ڃ“، ”ڱ“، ”م“، ”ن“ ۽ ”ڻ“. انهن مان ”ڃ“، ”ڱ“ ۽ ”ڻ“ سان ڪوبہ

لفظ شروع ڪونه ٿو ٿئي (صفحو ۶۰ ۽ ۶۱)، ٻالي
اهي لفظن جي وچ ۾ پڇاڙيءَ ۾ اچن ٿا. اهي اچار
اسان سرائڪي ڳالهائيندڙن جي سنگ ۾ سانڍيا آهن.
هندستانيءَ ۾ ”ڄ“ ۽ ”ڱ“ جا آچار آهن ئي ڪين، ٺهنڪري
”مڃڻ“ ۽ ”مڱڻ“ بدران چون ”ماننا“ ۽ ”مانگنا“*.

۳۰۲- ”ٻ“ ”ڄ“، ”ڏ“ ۽ ”ڳ“ اکر وراچڊ
اپڀرنش پراڪرت واري زماني کان وٺي سرائڪي (وراچڊ
پشاچي پراڪرت) ڳالهائيندڙن جي سنگ ۾ سکيا آهيون
(صفحو ۷۱، ۷۹، ۽ ۸۶) حقيقتوَن اهي ٻٽا اکر آهن-مثال:

## نج سنڌي اکر- ٻٽا اکر

| سنسڪرت | سنڌي | تبديل |
|---|---|---|
| ورڌ | برڌ-ٻڍو | ب+ر = ٻ |
| Lajja لجا | لڄ(شرم) | ج+ج = ڄ |
| درشن | ڏسڻ | د+ر = ڏ |
| ڪرپ | ڳپ | گ+ر = ڳ |

مطلب ته ”ٻ“ آهي ٻٽو ”ب“، ”ڄ“ آهي ٻٽو
”ج“، ”ڏ“ آهي ٻٽو ”د“ ۽ ”ڳ“ آهي ٻٽو ”گ“.

۳۰۳- اسين سنڌي ماڻهو انهن اچارن تي ايترو ته
هري ويا آهيون، جو ڪيترين حالتن ۾ خواهه مخواهه
ٻه اهي تبديل ڪريون ٿا- جهڙوڪ:

* ”مڱڻ“ لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي ”اهو سڱ، جو
ڪهڙي وٺجي (مڱڻ معنيٰ ڪهڙڻ).“

| سنسڪرت | سنڌي | سنسڪرت | سنڌي |
|---|---|---|---|
| ٻڪ | ٻگھہ (ٻڪي) | بلي | ٻل (قرباني) |
| جال | ڄار | جلُوڪا | ڄوُر (Leech) |
| دارڻ | ڏارڻ | دنت | ڏند |
| گرِن. | ڳڻ | گالن | ڳارڻ |

هتي ٻہ ڇڻ تہ ائين سمجهون ٿا، تہ ڪو گڏيل حرف صحيح آهي، جنهن کي ملائي ٻڪو ڪرڻو آهي؛ تنهنڪري هيءَ متاسبت (False Analogy) جا مثال ايڪبا (صفحو ٢٥٣ ۽ ٢٨٨).

## جنس ٻيڃان

۳۰۴- سنسڪرت ۽ پراڪرت ۾ جنس مذڪر ۽ مونث کان سواءِ "جنس ٻيڃان" به آهي، جنهن لاءِ سنسڪرت ۾ مقرر ٽيل پڇاڙي "آم" آهي، جنهن جو اچار قديم سنڌيءَ ۾ "اَون" ڇوندا هئا، جيئن هاڻ گجراتي ۾ چون ٿا:

"جي هو پائين ڪان ڪمان ۾، ته نئين ڏج سيڻُون!"
ڪجي نــه ڪيڻُون، وجـــي در دوستن جــي!"
(يمن ڪليان)

هن وقت "سيڻُون" ۽ "ڪيڻُون" بدران چئون "سيڻو" (چاني) ۽ "ڪيڻو" (بغض يا چائت)؛ جن ۾ "او" پڇاڙي آهي، تنهنڪري جنس مذڪر ليکجن ٿا. سنسڪرت "ڦلم" معنيٰ ڦل يا ميوو (مذڪر)، ۽ "ڏالم" بدران چئو "ڏال" (جنس مونث)- ائٽري ءَ ريت ٻيڃان اسمن مان گهڻا مذڪر ۽ ٿورا مونث ليکيون ٿا؛ سنڌي ٻولي انهن جنس ٻيڃان واري پڇاڙي وڃائي ڇڏي آهي؛ ته ان جو نتيجو ڏسو ته شڪارپور طرف "رَت" جنس مونث، ۽ ٻين هنڌ جنس مذڪر (صفحو ۱۰۳ ۽ ۱۶۱).

### مونث پڇاڙيون (Feminine Suffixes)

۳۰۵- سنسڪرت ۾ "آ" ۽ "اِي" مونث پڇاڙيون آهن، جهڙوڪ: گنگا ۽ گومتي (جنس مونث). سنڌيءَ ۾

انهن ٻن پڇاڙين جا اُچار گهٽائي، ”آ“ ۽ ”اِ“ به ڪيا اٿئون، جهڙوڪ: ڀِتا-ڀِت، ويلا-ويل، نيتي-نيت، ۽ اگني-اگن (باهه). اهڙيءَ طرح ٻن مان چار پڇاڙيون ٿي پيون آهن: ”آ“، ”آ“ ۽ ”اِ“ ”اِي“. ڪن مذڪر اسمن ۾ سنڌيءَ ۾ اهي پڇاڙيون ورتيون آهن، جهڙوڪ: ”راجا“ ”سيٺ“ ۽ ”هاٿي“.

## مذڪر پڇاڙيون (Masculine Suffixes)

٣٠٦- سنسڪرت ۾ ”آ“ پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري سڀ مذڪر آهن- جهڙوڪ ”رام“، ”ڪرشن“ ۽ ”گوبند“ جي پڇاڙيءَ زير يعني ”آ“ جو اچار آهي، جنهن جو اچار پراڪرت ۾ ڦري ٿيو ”او“ ۽ اپڀرنش ۾ گهٽجي ”اُ“ ٿيو. سنڌيءَ ۾ ٻه چئون ”رامو“-رام، ۽ ”گوبندو“. گوبند (پڇاڙيءَ ۾ پيش) سنڌيءَ ۾ رام-”رامُو“ ۽ گوپ- ”گوپُو“ به چئون- اهڙيءَ ريت، سنسڪرت واري مذڪر پڇاڙيءَ ”آ“ مان سنڌيءَ ۾ ٽي مذڪر پڇاڙيون ”آ“، ”او“ ۽ ”اُو“ ٺهيون آهن. ڪن مونث اسمن ۾ اهي پڇاڙيون ورتيون آهن، جهڙوڪ: ”ڏيءُ“. ”ڪنڌُ“، ”گئُو“ ۽ وهُو“.

## عدد يا وچن (Number)

٣٠٧- سنسڪرت ۾ وچن يا عدد ٽي آهن- مثال: ”ايڪ وچن“ يا عدد واحد: ”ڦلم“ معنيٰ هڪ ڦل يا ميوو؛ ”دو وچن“ (Dual): ”ڦلي“ معنيٰ ٻه ڦل؛ ۽ ”بهو وچن“ يا عدد جمع: ”ڦلاني“ معنيٰ ٽي يا گهڻا ڦل سنسڪرت

وارو ٻه وچن پاليءَ توڙي پراڪرت ۾ ڪونهي، تنهنڪري سنڌي توڙي ٻين ڏيهي آريہ ٻولين ۾ بہ ڪونهي، عربيءَ ۾ ٻہ وچن آهي.

”دلاسي دارين جي سانجهو سانجهي ساهہ.“ (شاهہ)

عربيءَ ۾ ”دار“ معنيٰ دنيا، ۽ ”دارين“ معنيٰ ٻہ دنيائون؛ يعني هيءُ جهان ۽ آخرت، يا لوڪ ۽ پرلوڪ.

## جمع جوڙڻ لاءِ پڇاڙيون

۳۰۸- پراڪرت ۾ ”پتر و“ (پي-ٿا-پتا) جو جمع ”پترا“ ۽ ”پائرو“ جو جمع ”پائرا“. سنڌيءَ ۾ بہ انهيءَ نموني جيئن، ”گهوڙو“ جمع ”گهوڙا“ (”آ“ پڇاڙي.) شڪارپور طرف ”زال“، ”ڪارڪ“ وغيره جو جمع جيئن ”زالان“ ۽ ”ڪارڪان“ وغيره- جڏهن متن ۾ ”آ“ پڇاڙيءَ جي پٺيان ”ن“ گڏبو، تہ اها ”آن“ پڇاڙي ٿي پوندي؛ پر ڪي صاحب ان جو بنياد ٻين ٻولين ۾ ٿا ڳولين.

سنسڪرت ۾ ”ڪمل“ جو بهو وچن (جمع) ”ڪملاني“، معنيٰ ٿي يا گهڻا ڪنول جا گل، ۽ ”ڌن“ (دولت) جو جمع ”ڌناني“. انهيءَ ”آني“ پڇاڙيءَ جو اچار پراڪرت ۾ ”آئين“ آهي. ان مان پويون ”اِي-اِين“ جو اچار ڪيرائي ڇڏبو، تہ باقي بچندو ”آن“. بيمس صاحب ۽ ڪن ٻين جي چوڻ موجب زالان، ڪارڪان وغيره واري ”آن“ پڇاڙي، سنسڪرت جي انهيءَ ”آني“ پڇاڙيءَ مان ٿي آهي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ فارسي زن-”زنان“ ۽ پسر-”پسران“

وغيره واري ”آن“ پڇاڙي بہ سنسڪرت جي انهيءَ
بيجان اسم واري جمع پڇاڙي ”آني“ مان ٺهي آهي-
هن موجب چئبو تہ شڪارپوري جنهن نموني جمع جوڙين
ٿا، سو نمونو نهايت آڳاٽو آهي (صفحو ١٠٣).

٣٠٩ شڪارپور طرف ڪان سواءِ ٻين هنڌ ”زال،
ڪارڪ“ وغيره جو جمع ”زالون، ڪارڪون وغيره چون ٿا.
هن ”اون“ پڇاڙيءَ جو بنياد ٿي ٿيون آهي پراڪرت
۾ جمع جوڙڻ لاءِ ”او“ پڇاڙي بہ ڪم اچي ٿي، جا
سنڌيءَ ۾ رڳو حالت ندا جي معنيٰ ظاهر ڪري ٿي-
جهڙوڪ: ”ڀائرو“، ”يارو“، ”دوستو“ ۽ ”مائرو“، معنيٰ
اي مائون يا ماتائون! (حالت ندا)- انهيءَ ”او“ پڇاڙيءَ
جو اچار پراڪرت ۾ گهٽجي ”اُ“ ٿيو- جهڙوڪ سنسڪرت
”وڌو“ معنيٰ زال يا پٽ جي زال (نُونهن)، تنهن جو اچار
پراڪرت ۾ ”وَهو- ٻَهُو“ آهي. ان جو جمع آهي
”ٻهُوئو“ يا ”ٻهُوءَ“- ڊاڪٽر ٽرمپ پنهنجي جوڙيل
سنڌي گرامر جي صفحي ١٠٦ ۾ لکيو آهي تہ سنڌيءَ
۾ انهيءَ ”اُ“ پڇاڙيءَ جو اچار وڌي ”اُ“ ٿيو آهي،
۽ ان ۾ نڪ جو اچار گڏي ”اون“ پڇاڙي ٺاهي اٿئون.
ڊاڪٽر ڀنڊارڪر پنهنجن علم لغات بابت تقريرن (صفحي
٢٠٢) ۾ ڄاڻايو آهي، تہ پراڪرت جي مونث لفظن جي
جمع واري ”اُ“ پڇاڙيءَ ۾، جنس بيجان واري ”اون“
پڇاڙي گڏي اٿئون (اُ+آو = اون).

هن موجب چئبو تہ ”اون“ گڏي يا ملاوتي پڇاڙي
آهي، ۽ شڪارپور واري ”آن“ پڇاڙي وڌيڪ ٺيٺ آهي،

جو ان جو بنياد سنسڪرت جي "آني" پڇاڙيءَ مان آهي. ٻين ٻولين ۾ به "آن" پڇاڙي آهي (صفحو ۱۰۲)؛ باقي رکو گجراتيءَ ۾ اسان وانگر "ون" پڇاڙي ڪڏين ٿا- جهڙوڪ: "ڪتاب" جو جمع چون "ڪتابو" يا "ڪتابُون".

## حالت (Case)

۳۱۰- سنسڪرت ۾ اسمن جون آٺ "حالتون" آهن: هرهڪ "حالت" لاءِ ڪا خاص پڇاڙي مقرر ٿيل آهي، جا حرف جو ڪم ڏئي ٿي. اهي پڇاڙيون پاليءَ ۽ پراڪرت ۾ گهٽي قدر هيون، پر سنڌيءَ ۽ ٻين ڏيهي آريہ ٻولين اهي وڃائي ڇڏيون آهن. وري به شابس سنڌي ٻوليءَ کي آهي، جنهن ٻن "حالتن" جون پڇاڙيون اڃ تائين سانديون آهن! (صفحو ۲۸۱).

۳۱۱- سنسڪرت ۾ حالت جري (آپادان وڀڪتي Ablative Case) لاءِ مقرر ٿيل پڇاڙي "آت" آهي- جهڙوڪ، رام- "رامات آهي" معنيٰ "رام ڪان" (حالت جري- پاليءَ ۽ پراڪرت ۾ انهيءَ مان "ت" ڪيدي، باقي "آ" جو اچار بچايائون. قديم سنڌيءَ ۾ به ائين هو جهڙوڪ: هيج- "هيجا" معنيٰ "هيج مسان" يا "خوشيءَ سان" (حالت جري)- انهيءَ "آ" ۾ "ن" ڳڏي هاڻ چئون "آن" جهڙوڪ گهر- گهران، ۽ ڪوٽ- ڪوٽان معنيٰ ڪوٽ ڪان (ڏسو ٽرمپ صاحب وارو گرامر، صفحو ۱۱۷).

(الف) سنسڪرت واري "آت" پڇاڙيءَ جو اچار پراڪرت ۾ ٿيو "آدو"، جو بگڙجي "آڏو" ٿيو، جنهن مان "آءِ"، ۽ "اُون" پڇاڙيون نڪتيون آهن:

”پيئو تن دراڳ جي پسي پاڻ ٻڌائيون“. (شاھ)
”دراڳ“ معنيٰ در ڳان يا در ماں (حالت جري) عام طرح ”آون“ پڇاڙي ڪم آئيون ٿا- جھڙوڪ گھر گھرون ۽ ڳوٺ. ڳوٺون (ڳوٺان).

٣١٢- سنسڪرت ۾ حالت مڪاني Localive لاءِ مقرر ٿيل پڇاڙي ”إ“ آهي، جنهن جو اُچار سنسڪرت ۾ ٿي وڃي ”اِي“ ٿئي ٿو (رامي= رام ۾). اهي ساڳي پڇاڙيون سنڌيءَ ۾ بجنسي ڪم اچن ٿيون. جھڙوڪ: ويل- ويلي معنيٰ ويل يا مهل تي (صفحو ٢٨١).

٣١٣- شعر ۾ وقتي لفظن جي رکو عام صورت (سامان روپ) منجهان ئي انهن حالتن جي معنيٰ بالمرادو ظاهر ٿي سگهي ٿي، ۽ ڪنهن به حرف جو ڳنڍڻ جو ضرور ڪونه ٿو ٿئي- جھڙوڪ:

”جتي ماڻڪ ماڳ، تتي چوران تڪيو.“ (شاھ)
”ماڻڪ ماڳ معنيٰ ماڻڪ جو ماڳ، ۽ ”چوران تڪيو“ معنيٰ چورن جو تڪيو (ماڳ). عام طرح نظم ڇوڙي نثر ۾ حرف جر يا ظرف ڪم آڻنا پون ٿا.

”پسو لڄ ’لطيف‘ چوي، ڪيڏي ڪي ڪکن.“ (شاھ)
هن ريت شعر ۾ ”ڪي ڪکن“ چئي سگهجي ٿو، پر نثر ۾ چئبو ”ڪکن کي“- مطلب ته ”کي، تي، ۾“ وغيره ”اڳيان ايندڙ حرف“ Prepositions نه آهن، پر ”پٺيان ايندڙ حرف“ Post-positions آهن- اُئين، حرف جر کي اسم جي پٺيان ڪم آڻيو. دراوڙي نمونو آهي (ضميمو ٻھريون).

٣١٤- سچيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ رڳو هڪڙو "ري" (سنسڪرت "ري") حرف آهي، جو اسمن جي اڳيان توڙي پٺيان ڪم اچي سگهي ٿو- جئين "ري سچ" يا سچ ري" معنيٰ "سچ کان سواءِ".

## حالتن جي ٻڇاڙين ڪم ڏيڻ جا نتيجا

٣١٥- (١) سنسڪرت ۾ "راجن"، "ماتر" (ماءُ) "پتر" (پيءُ) وغيره جو ڦيرو ڪبو، ته حالت فاعلي عدد واحد ۾ ڏي انهن جا اچار ڦري ٿيندا "راجا"، "ماتا"، "پتا وغيره سنڌيءَ ۾ "گهوڙو" لفظ جو ڦيرو ڪبو، ته حالت فاعليءَ ۾ ته "گهوڙو" چئبو، پر حالت مفعولي ۾ به چئبو "گهوڙو"- جهڙوڪ: "گهوڙو ڊوڙي ٿو" (فاعلي)، "گهوڙو گاهه کائي ٿو" (مفعولي)-مطلب ته لفظ پنهنجيءَ اڻ سٽيل صورت Crude form ۾ ئي رهي ٿو. "گهوڙو" لفظ جي پٺيان جيڪڏهن ڪو حرف جر آڻبو ته چئبو. "گهوڙي کي"، "گهوڙي سان" وغيره. اهڙي طرح "گهوڙو" لفظ جي صورت رڳو هڪ ڦيرو کائي "گهوڙي" ٿئي ٿي، ۽ پوءِ ڪهڙو به حرف جر وجهجي ٿو، ته لفظ انهيءَ ساڳيءَ يعني عام صورت ۾ ئي رهي ٿو. ائين رڳو حرف جر ڦرن ٿا، تنهنڪري چئبو ته اسمن جو ڦيرو جنهن کي ڇڏجي، سو سنڌيءَ ۾ ڏي نٿو سگهي. ڦيرو اهو، جنهن ۾ اسمن جون ٻڇاڙيون ڦرن- جيئن "ڳوٺ" معنيٰ ڳوٺ ڏي يا ڳوٺ ۾؛ "ڳوٺان" جمع ڳوٺان، معنيٰ ڳوٺن کان-

پر سنڌي ٻوليءَ اهڙيءَ طرح ڦيري ڪرڻ جي طاقت وڃائي ڇڏي آهي. ان جو سبب هيءَ آهي ته سنڌي ٻولي مجمل منزل مان هاڻ مفصل منزل ڏي رخ رکيو آهي. انهيءَ ساڳئي سبب، انگريزي ٻوليءَ کي ڦيري ڪرڻ جي طاقت ڪانهي، ۽ اُتا به حرف جر ڪان سواءِ علي ڪين سگهندي (صفحو ٧٩٠).

(٢) ”ڇوڪرو ڳوٺان آيو“-هتي فعل جو انتظام يا عمل Government سڏو ”ڳوٺ“ لفظ تي آهي، ۽ فعل ٻڌائي ٿو ته اهو ”ڳوٺ آهي، ۽ نه ٻيون ڪو هنڌ، جتان ڇوڪر جو اچڻ ٿيو. ”ڇوڪر ڳوٺ ڪان آيو“-هتي فعل جو انتظام الڳ يعني حرف جر ”ڪان“ جي معرفت ٿيو اهي. اهڙيءَ ريت حرف جر ڪم آڻڻ ڪري فعل جو انتظام ڦرتي ويو آهي.

(٣) سنڌيءَ ۾ ڪنهن به مرڪب لفظ ۾ ٻن ڪان وڌيڪ اسم آڻي نٿا سگهون. ”سنڌ هندو ٻوڌ سهائتا فند“. هيءَ مرڪب لفظ انگريزي نموني جڙيل آهي. سنڌي نموني ڇئبو ته ”سنڌ جي هندن جي ٻوڌ جي سهائتا جو فند“. جيڪڏهن سنسڪرت جي حالت اضافت واري ”يه“ يا اهڙي ٻي ڪا پاڇڙي سنڌيءَ ۾ هجي ها، ته اها به وجهي اهي سڀ لفظ گڏيدي سگهون ها. هاڻ رڳو صفت يا حرف اضافت گڏي، ٽن لفظن وارا مرڪب جوڙي سگهون ٿا. جهڙو ڪ: ”وڏيءَ دل دانا، ڇڱيءَ چال وارو“ ۽ ”پلي پاڪ وارو“.

اهڙين ڪئين مرڪب لفظ جوڙي سگهجن ٿا، پر انهن ۾
ٻن کان وڌيڪ اسم اچي ڪين سگهندا*.

## ضمير

۳۱۶ ب- سنڌيءَ ۾ شخصي ضمير Personal Pronouns
فقط ٻه آهن. متڪلم ۽ حاضر. سنڌيءَ مان ضمير غائب
ڪم ٿي ويو آهي، تنهنڪري "هُو-هن" وغيره، جي ضمير
اشارو ڏُور آهن، سي ڪم آڻي پوراٽي پيا ڪريون.

(الف) سنسڪرت "اهم، مام ۽ مم" مان سنڌي لفظ
"آنءَ-آءٌ"، "مان" ۽ "مون" ضمير ٺهيا آهن. سنسڪرت
۾ "مم" معنيٰ منهنجو (حالت اضافت). پراڪرت ۾ ان
جو اچار ٿيو "مهه"، تنهن ۾ بالائي "جو" گڏي ٿيو
"مُهجو- منهنجو."

(ب) سنسڪرت جي ضمير حاضر ۾ "ت" اکر رکيو
واحد لفظن ۾ ڪم ايندو آهي، جهڙوڪ: سنسڪرت ۾
توم سنڌي "تون". پراڪرت ۾ اهو "ت" اکر
ڇڪي جمع لفظن ۾ به گڏيايون، جنهنڪري سنڌيءَ ۾
ضمير حاضر جمع جون به صورتون- "توهين" (پراڪرت
"تمهي") ۽ "توهن" (سنسڪرت. "يشمي" Yushme
ٿيون آهن، "توهان" ۽ "اوهان" به ٿيون ٿا.

(ب) ٻين ضميرن جا رکيو اچار ڦريل آهن.

*"No componb can be formed from moer than two nouns, a noun compounded of three words is a linguistlc impossiblity in sindhi, as in such a compound all idea of co-ordination or sub-ordination would be completely. lost"
*Dr. Trumpp: Sindhi Grammar. p. 33*

## صفت جي ڀيٽ جا درجا

٣١٧- سنسڪرت ۾ صفت جي ڀيٽ جي درجن لاءِ "تر"- "تم" ۽ ايس"- "اِشٽ" پڇاڙيون مقرر ٿيل آهن، جهڙوڪ: "پِريه" معنيٰ پيارو، "پريتم" معنيٰ ٻن کان پيارو (انگريزي "آر": Great-er ۽ "پريتر" معنيٰ سڀني کان پيارو. سنسڪرت ۾ "پاپي" معنيٰ گنهگار، "پاپيس" معنيٰ ٻن کان (وڌيڪ) پاپي ۽ "پاپشٽ" معنيٰ سڀني کان (وڌيڪ) پاپي. انگريزيءَ ۾ انهيءَ "اِشٽ" پڇاڙيءَ جو اچار "ايسٽ" آهي، جهڙوڪ:
سنڌيءَ ۾ "ورکو"- "موکشٽ". سنڌيءَ مان اهڙيون پڇاڙيون ڪم ٿي ويون آهن، تنهنڪري "کان" ۽ "۾" حرف جر جو ڪم آڻي پورائي ڪريون ٿا، جهڙوڪ: "چڱو"، "ٻن کان چڱو" ۽ "سڀني کان چڱو"، يا "چڱن ۾ چڱو"- اهو ڊراوڙي نمونو آهي، جو سنڌيءَ ۾ اختيار ڪيو اٿون.

### فعل

٣١٨- سنڌيءَ ۾ وڏو بگاڙو فعلن ۾ نظر اچي ٿو. سنڌيءَ ۾ ڪي زمان ڪٽيل آهن- جهڙوڪ: سنسڪرت وارو مضارع، پراڪرت منجهان ٿي ڪم ٿي ويو، تنهنڪري سنڌيءَ ۾ به ڪونهي. هن وقت جنهن کي مضارع ڪوٺيون ٿا، سو اصل پراڪرت جو زمان حال آهي، جنهنڪري سنڌيءَ ۾ اڪثر زمان حال جي معنيٰ ڏيکاري ٿو- مثال:

”سوري سينگاري، اصل عاشقن کي.“ (شاهه)
”سينگاري“ معنيٰ سينگاري ٿي. (زمان حال)
ماڙ اچان؟ مان وڃان؟- هتي ”اچان“ ۽ ”وڃان“
پوري پوري طرح زمان مضارع آهن. اهڙيءَ حالت ۾
زمان حال جي معنيٰ پوري پوري طرح ظاهر ڪرڻ لاءِ
”ٿو“ (مصدر- ”ٿيڻ“) گڏڻ جي ضرورت ٿي.

(الف) ”مان ڏسان ٿو“ جي بنيادي معنيٰ آهي،
”مان ڏسان بيٺو“. ”ٿو“ لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي
سنسڪرت ”ستا“ Stha معنيٰ بيهڻ. سنسڪرت ”ستيت
Sthita معنيٰ ”بيٺو“، جو اڄار پراڪرت ۾ ٿيو ”ٿئہ“
۽ ان جي پٺيان مصدر واري ”آڻ“ پڇاڙي گڏجي
سنڌيءَ ۾ ٿيو ”ٿئڻ-ٿيڻ“، جنهن مان اسم مفعول
يا زمان ماضي مطابق (ٿيو) ”ٿو“.

(ب) ٿئينءَ ريت زمانن جي معنيٰ پوريءَ ريت ظاهر
ڪرڻ لاءِ ”هئڻ“، ”ٿيڻ“ ۽ ”آهيان“ انهن ٽن معاون
فعلن جي ضرورت ٿي، ۽ اهي نيون واٽون سنڌي ٻوليءَ
پنهنجي لاءِ ٺاهيون آهن.

(ٻ) ”آهيان“ لفظ فعل ”هئڻ“ مان ڪونہ نڪتو
آهي. سنسڪرت ۾ ”ڀوُ“ معنيٰ ٿيڻ، جنهن جو اڄار
پراڪرت ۾ ٿيو ”هوُ“ ۽ ان جي پٺيان مصدر واري
”آڻ“ پڇاڙي گڏجي ٿيون ”هوئڻ- هئڻ“: ”آهيان“ لفظ
اصل ۾ آهي، سنسڪرت لفظ ”آسمي“ معنيٰ ”آهيان“ (ڌاتو-
”آس“ معنيٰ ٿيڻ)- مطلب تہ ”هئڻ“ جو بنياد ڪڙو، ۽ ”آهيان“ جو

ٿيون آهي، تنهنڪري "هئڻ"، "ٿيڻ" ۽ "آهيان" اهي ٽي معاون فعل ليکيا ويا آهن، نه فقط "هئڻ" ۽ "ٿيڻ".

٩٠٣- سنسڪرت وارو زمان ماضي مطلق پراڪرت منجهان ٿي، ڪم ٿي ويو، تنهنڪري سنڌيءَ ۾ به ڪونهي. انهيءَ کوٽ جي پورائيءَ لاءِ اسم مفعول کي زمان ماضي مطلق به ڪري ڪم آڻيون ٿا. اسم مفعول "هليو"، "ماريو" وغيره جي پڇاڙي "س" پڇاڙي گڏي چئون "هليس"، "ماريس" وغيره. اها "س" پڇاڙي اصل ۾ آهي سنسڪرت ڌاتو "آس"، انگريزي Is (سنسڪرت "آسمي" = آهيان). مطلب ته "هليس"، ۽ "ماريس" معنيٰ "هليو آهيان" ۽ "ماريو آهيان". اهڙيءَ طرح، سنسڪرت وارو زمان ماضي قريب، سنڌيءَ ۾ زمان ماضي مطلق ٿي ڪم اچي ٿو- مطلب ته فعلن ۾ وڏو گهوٽالو پيو آهي.

٩٢٠٣- سنسڪرت ۾ "ڪر" Kri معنيٰ "ڪرڻ"، ۽ "ڪرت" معنيٰ "ڪيو"، جنهن جو اچار اول ڦري ٿيو "ڪرو" ۽ پوءِ "ڪيو". انهيءَ سبب سنڌيءَ ۾ اسم مفعول جي پڇاڙيءَ ۾ "هاڻ" "يو" "ايو" جو اچار آهي، پر ڪي آڳاٽي پراڪرت وارا اسم مفعول به سنڌيءَ ۾ آهن.

"ڪڪرا ڪربلا جا عليءَ تي اُڪهياس". (شاهه)

سنسڪرت "گهرش" (گسڻ-گهڻ) مان اسم مفعول "گهرشت" (گٺو) ۽ پر ان جي اڳيان "آد" گڏيو ته "آدگهرشت" معنيٰ "آگهٺو" ۽ هاڻ عام طرح چئون "آگهيو"- انيز، ڏيڏ سٺو ڪن اسم مفعول بيقاعدي ڏهيل ليکجن ٿا (صفحو ٨٨)

٣٢١- ”ڪٻو“، ”ڏٻو“ ۽ ٻيا اهڙا اسم مفعول، جيڪڏهن پوري پوري طرح صفت ڪري ڪم آڻبا هوندا آهن، ته انهن جي پڇاڙيءَ ”ل“ پڇاڙي گڏبي، جهڙوڪ ”ڪبل“ ”ڏبل“ وغيره. اسمن ۽ صفتن جي پڇاڙيءَ ”ل“ اڪر گڏڻ ڪري، لفظ نهايت مٺاج پريو ٿئي ٿو- جهڙوڪ: ٻنهون- ٻنهل، سهڻو- سهڻل، مٺو- مٺل.

٣٢٢- شعر ۾ اسم مفعول جي پڇاڙيءَ تصغير واري ”ڙو“ پڇاڙي، لفظن کي نهايت رس پريو ڪندي آهي:

”منهنجو سگ سرتيون پلي ڪيچ ڏيڙو،
ٻاري ٻنهل سان منهنجو پيچ پيڙو.“

سرائڪيءَ ۾ به ائين ڪندا آهن (صفحو ١٠٨)

## فعلن جا گردان

٣٢٣- سنسڪرت ۾ فعلن جي گردانن جا ڏهه ڪلاس يا درجا آهن، جي گهٽ ڪري سڀ سنڌيءَ، هنديءَ وغيره وچائي ڇڏيا آهن. هن وقت سنڌيءَ ۾ گردانن جا ڪلاس يا درجا فقط ٻه آهن: ”آ“ گردان ۽ ”اِ“ گردان- مثال:

هلڻ = هل + آڻ. هلندو = هل + آندو
ڪائڻ = ڪا + اِڻ ڪائيندو = ڪا + اِندو

پهرين مثالن ۾ ”آن“ ۽ ”آندو“ جي اڳيان ”آ“ آهي (”آ“ گردان)، ٻين مثالن ۾ ”اِڻ“ ۽ ”اِندو“ جي اڳيان ”اِ“ آهي (”اِ“ گردان). انهن مکيه حرف علت

هن ريت ڪهو "ج" (سنسڪرت "يہ") ڳاڻجي سان، معروف صورت واري فعل کي مجهول صورت وارو ڪري سگهجي ٿو. اها سهولت هندستانيءَ ۾ ڪانهي، تنهنڪري "مارجان ٿو" بدران چون "ميں مارا جاتا هون" يعني "مان ماريو وڃان ٿو"! اهڙيءَ طرح فعل کي مجهول صورت ۾ آڻڻ لاءِ "جانا" (مصدر-جانا) اڳڏي، مرڪب فعل ٺاهين ٿا. هندستاني جملي جو انگريزيءَ ۾ اکري ترجمو ڪبو ته چئبو:

I go being beaten i e. I am beaten.

هيءَ ترجمو بيڙو پيو لڳي. اسان جو سنڌي جملو نهايت سهڻو ۽ سولو آهي- سرائڪيءَ ۾ به "ج" ڳڏين ٿا.

## مستقبل

٣٣٧- سنڌيءَ ۾ چئون "ڪندس"، ته هندستانيءَ ۾ چون "ڪرونگا". هن جو اکري ترجمو ڪبو ته ٿيندو.

I am gone (گا)that I do (ڪرون) i.e. I shall do

هن طرح مستقبل جو اکري ترجمو ڪجي ٿو ته بيڙو پيو لڳي، جنهنڪري چئبو ته سنڌيءَ ۾ مستقبل سهڻيءَ ج جڙي ٿو. شڪارپوري چون "ڪندم" (صفحو ٥١).

## "پڌو بالواسطه"

٣٣٨- سنڌيءَ ۾ متعدي فعل کي صورتون Voices وڻن ٿا. معروف، مجهول ۽ بالواسطه. سنڌيءَ ۾ پڌوبالواسطه به آهي، جو ٻين ٻولين ۾ ڪونهي.

(ڪرهنا) ۽ ”وڪري“ (وِڪرڻ)، جن مان سنڌي مصدر ”ڇاڻڻ“، ”ڪِڪُڻ“ ۽ ”وڪڻڻ“* نڪتا آهن. اهڙيءَ ريت سنسڪرت جي گردانن واريون پڇاڙيون، سنڌيءَ جي امر واحد يا ڌاتوءَ جو ڀاڱو ٿي پيون آهن (صفحو ٢٨٨).

## مرڪب فعل

٣٢٦- ”هليو وڃڻ“، ”ويهي وڃڻ“ وغيره ۾ فعلن سان اسم مفعول يا ماضي معطوفي گڏجي، مرڪب فعل ٺاهيون ٿا. سنڌيءَ ۾ اهڙا ڪي حرف جر يا اڳياڙيون ڪينهن، جي فعل سان گڏجي انهن مان هن طرح مطلب ظاهر ڪجي، تنهنڪري هن ريت مرڪب فعل جوڙڻ جو دستور اختيار ڪيو اٿئون ۽ اهو دراوڙي نمونو آهي.

٣٢٧- فعل ڪي پوري يا پوريءَ طرح مجهول صورت وارو ڪرڻ لاءِ ”وڃڻ“ (مصدر-وڃڻ) گڏجي، مرڪب

* سنسڪرت ۾ ”آ“ ۽ ”و“ Vi اڳياڙيون Prettixes ڪن فعلن جي اڳيان اچن ته معنيٰ آنٽي ٿيو پوي. سنڌيءَ ۾ اهڙا مثال آهن. جهڙوڪ: ”نيڻ“ معنيٰ ”ڪٺي وڃڻ“ ۽ ”آنيڻ“ (آڻڻ) معنيٰ ”ڪٺي اچڻ“، ”سارڻ“ معنيٰ ”ياد ڪرڻ“ يا ”دل تي آڻڻ“، ۽ ”وسارڻ“ معنيٰ ”دل تان لاهي ڇڏڻ“! سنسڪرت ۾ ”ڪري“ معنيٰ ”خريدڻ“ To Ptrchase (ڪرار= خريدار، واپاري، واڻيو)، ۽ ”وڪري“ معنيٰ ”نيڪال ڪرڻ“ To Sell (سنڌيءَ ۾ وڪري- وِڪرو Sale).

فعل جوڙيون ٿا. جهڙوڪ: ڇنون تہ ”ڪم ڪيو ويو،“ هيءَ بہ دراوڙي نمونو آهي.

## ٻريوگ

٣٢٨- انگريزي جملن ۾ ”ترتيب“ Order ضروري آهي، يعني سڀ لفظ باترتيب ٻيهارڻ گهرجن، جهڙوڪ: ”I am eating“. جيڪڏهن ترتيب ڦيرائبي تہ معني ڦري ويندي: ”Am I eating“. سنڌي ٻولي انگريزيءَ وانگر مفصل منزل واري ٻولي نہ آهي، تنهنڪري ان ۾ موافقت Concord ضروري آهي- ”مان ڪانءُ ٿو، مان ڪانءُ ٿي“.

فعل جڏهن فاعل پٺاندر مٽجي تڏهن چئبو ”ڪرتري پريوگ“ Subjective Construction، جي مفعول پٺاندر مٽجي تہ اهو چئبو ”ڪرمڻي پريوگ“ Objective Construction ۽ جيڪڏهن نڪي فاعل نڪي مفعول سان مٽجي، پر جيئن جو تيئن رهي، تہ اهو چئبو ”ڀاوي پريوگ“ Neuter Construction. سنڌي جملا نہ رڳو سنسڪرت، پر دراوڙي ٻولين وانگر ٻيهارجن ٿا.

## ٻوليءَ جي معنيٰ ۽ مراد

٣٢٩- ٻولي معنيٰ، جا 'ٻولجي' يا ڳالهائجي ٿي. ان جو ڌاتو آهي سنسڪرت لفظ ”برُو“ (bru)، معنيٰ ڳالهائڻ. ٻولي هڪ واهڻ Vehicle آهي، جنهن جي مدد سان انسان پنهنجي اندر جا احوال ظاهر ڪري ٿو: هڪڙي

ڳالهايو، ۽ نہ سمجهيو، تہ ٻوليءَ جو مُدعا (مطلب) پورو ٿيو. اها آهي ٻوليءَ جي معنيٰ ۽ مراد.

## سنڌي وياڪرڻ جو آئيندو

٣٣٠- سڀني ملڪن ۾ ماڻهو ٻولي ڳالهائين ٿا، ۽ پوءِ عالم، انهيءَ تان صحيح ٻولي ڳالهائڻ ۽ لکڻ لاءِ کي قاعدا ۽ قانون ٺاهين ٿا. اهڙيءَ ريت سڀ وياڪرڻ يا گرامر ٻولين تان ٺهيا آهن، ۽ ڪابہ ٻولي گرامر تان ڪانہ ٺهي آهي. گرامر جا قاعدا عام محاوري تي ٻڌل آهن. جيڪو محاورو اڄ صحيح ھوندو، سو سڀاڻي نہ بہ ھوندو، جو چالو ٻولي سدائين پيئي ڦري. انهيءَ سبب ڪنهن بہ ٻوليءَ جي گرامر کي بقاءُ ڪونهي- سڀ فنا!

”نہ آهي يڪسان سدا ھـــي زمانو،
ڪِھڙيءَ ۾ ڪجھ آھي، ڪِھڙيءَ ۾ ڪجھ آھيا“ (قليچ)



## اسمن جون پڇاڙيون

۲۳۱- سنڌي ٻوليءَ جي ٻهرين مکيه خاصيت يا خاص ڳالهه هيءَ آهي، ته: "سنڌيءَ جي ڪهڙي به لفظ جو پڇاڙيون توڙي ٻوليون اڪر 'ساڪن' ڪونهي"؛ سنڌيءَ ۾ سيڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ يا ته ڪو حرف علت، يا ته ڪا اعراب، آهي ئي آهي*. اهو نمونو، ڪشميري ۽ آڙيا يعني اوڙيسا جي ٻولين کان سواءِ؛ ٻيءَ ڪنهن به ڏيهي ٻوليءَ ۾ ته ڪونهي، پر خود سنسڪرت ۾ به ڪونهي!

## جنس سڃاڻڻ جي سهولت

۲۳۲- سنڌيءَ ۾ جيڪي به ڏاريا لفظ عام ٿي ويا آهن ۽ پڇاڙي وارو اکر ساڪن اٿن، تن ۾ به سنڌن جنس پٽاندر هنڪ نه ٻي اعراب ڪڏيون ٿا. اٿين جن تہ سنڌي ٻولي

---

*'By this vocalic termination the Sindhi has preserved a flexibility, and at the same time sonorousness, of which the other modern vernaculars are completely destitute."

*Dr: Trumpp: Sindhi Grammar, p. 31.*

انهن کي اهو ٿپو هڻي، پنهنجو ڪري ڇڏي ٿي، جنهن ڪري انهن جي جنس سڃاڻڻ نهايت سولي ٿئي ٿي*.

## عدد سڃاڻڻ جي سهولت

٣٣٢- سنڌيءَ ۾ ”هٿ“ (”آ“ پڇاڙي) جمع ”هٿ“ (”آ“ پڇاڙي)- انهن عدد جي جهت سنڌ ٻولي ٿي. هندستانيءَ ۾ گهڻن لفظن جي پڇاڙيءَ وارا اکر ساڪن آهن، تنهنڪري ”هات“ وغيره لفظ، واحد توڙي جمع ۾ ساڳيا آهن.

(الف) سنڌيءَ ۾ ڪهڙي به ڌاريي لفظ جنهن وقت سنڌيءَ جي مذڪر يا مونث پڇاڙي ورتي، تنهن وقت چئو ته سنڌي لفظ ٿي چڪو، ۽ ان جو جمع پڻ سنڌي نموني جوڙبو- جهڙوڪ: ”ڪورٽ“ جمع ”ڪورٽون“ (Courts)؛ ”حرف“ جو جمع عربيءَ ۾ ”حروف“، پر سنڌيءَ ۾ چئبو ”حرف“، ”حرف پٽي ڪيڻ“ بدران ”حروف پٽي ڪيڻ“ چئبو ته اهو اصطلاح ئي غلط ليکبو.

(ب) ”تاريخ“ معنيٰ ”ڊيٽ“ Date، ۽ ٻي معنيٰ ”احوال يا ”بيان“ History، ان جو جمع ”تاريخون“، عربيءَ ۾ ان جو جمع ”تواريخ“، پر ڪي لکن ”هندستان جي تاريخ“

*“ In as much as the Sindhi requires a vocalic termintion for every noun, the distinction of the gender is not so perplexing as in the other dialects, which offer great difficulities in this point to students”

*Dr. Trumpp: Sindhi Grammar, p 32.*

يا "انگلنڊ جي تواريخ"] ڪتاب ۾ احوال رڳو هندستان يا انگلنڊ جو، ته واحد لفظ "تاريخ" ڪم آڻڻ گهرجي.

## لفظن جي وزن جو خيال

٣٣٤- مذڪر "ڇوڪرو" مونث "ڇوڪري"، پر مذڪر "ڇوڪرو" مونث "ڇوڪر-" هتي "ڇوڪرو" ("او" پڇاڙي) جو اچار گهٽائي "ڇوڪروءَ" ("اَ" پڇاڙي) ڪيو ٿئون، ته مونث لفظ "ڇوڪري" (اِي" پڇاڙي) جو اچار به گهٽائي "ڇوڪرِ" ("اِ" پڇاڙي) ڪيو اٿئون. ساڳيءَ ريت "ڇوڪرو" جمع "ڇوڪرا"، "ڇوڪرو" جمع "ڇوڪر" انهيءَ ريت جمع جوڙڻ مهل به جمع واري "آ" پڇاڙيءَ کي گهٽائي "اَ" ڪريون ٿا. اهين ڇو؟ ته لفظ جو وزن پورو ڪري بيهارجي ٿو. رڳو شعر ۾ وزن جو خيال ڪيو آهي، پر هن ريت، مونث ۽ جمع جوڙڻ مهل وزن جو خيال رکڻ سنڌي ٻولي ڪري ٿي.

## حالتن ۽ صفتن واريون پڇاڙيون

٣٣٥- اسمن جي حالتن وارين پڇاڙين ۽ صفتن جي پيٽ جي درجن وارين پڇاڙين جا نشان رکڻ سنڌيءَ ٻوليءَ سانديا آهن (صفحو ٣١٠ ۽ ٣١٥).

## "مجهول" لفظن جوڙڻ جي سهوليت

٣٣٦- "مان ماريان ٿو" - معروف صورت.
"مان مارجان ٿو" - مجهول صورت.

۽ ريت وڳو "ج" (سنسڪرت "يہ") ڳالهه سان،
معروف صورت واري فعل کي مجهول صورت وارو
ڪري سگهجي ٿو. اها سهولت هندستانيءَ ۾ ڪانهي،
تنهنڪري "مارجان ٿو" بدران چون "ميں مارا جاتا هون"
يعني "مان ماريو وڃان ٿو". اهڙيءَ طرح فعل کي
مجهول صورت ۾ آڻڻ لاءِ "جاتا" (مصدر-جانا) اڳيان
مرڪب فعل ٺاهين ٿا. هندستاني جملي جو انگريزيءَ ۾
اکري ترجمو ڪبو ته چئبو:

I go being beaten i.e. I am beaten.

هيءُ ترجمو بلڪل ٺيڪ لڳي. اسان جو سنڌي جملو نهايت
سهڻو ۽ سولو آهي- سرائڪيءَ ۾ به "ج" ڳنڍين ٿا.

## مستقبل

٣٣٧- سنڌيءَ ۾ چئون "ڪندس"، ته هندستانيءَ ۾
چون "ڪرونگا". هن جو اکري ترجمو ڪبو ته ٿيندو.
I am gone (گا) that I do (ڪرون) i.e. I shall do
هن طرح مستقبل جو اکري ترجمو ڪجي ٿو ته بلڪل
ٺيڪ لڳي، جنهنڪري چئبو ته سنڌيءَ ۾ مستقبل سهڻيءَ
طرح جڙي ٿو. شڪارپوري چون "ڪندم" (صفحو ٤٠١).

## "ٻٽو بالواسطه"

٣٣٨- سنڌيءَ ۾ متعدي فعل کي صورتون Voices
ٽي ٿا. معروف، مجهول ۽ بالواسطه. سنڌيءَ ۾ ٻٽو بالواسطه
به آهي، جو ٻين ٻولين ۾ ڪونهي.

ڪوهه ڪَنِ يعني ٽون ڪَنِ- ڪوهه ڪنائي معنيٰ ٽون ٻئي ڪَنان ڪنائي. ڪوهه ڪناراه يعني ٽون ٻئي ڪنهن ڪي ڇڏو تہ اهو ٻئي ڪنهن ڪان ڪوهه ڪناراڻي. سنڌي ٻوليءَ جي هيءَ بہ هڪ وڏي خوبي ليکبي.

## ضميري پڇاڙيون

٣٣٩- ضميري پڇاڙيون رڳو سنڌيءَ، سرائڪيءَ ۽ ڪشميريءَ ۾ آهن (صفحو ٨٥). هنديءَ، گجراتيءَ ۽ ٻين ڏيهي آريہ ٻولين ۾ اهي وڃائجي ڇڏيون آهن، جنهن ڪري ڇئبو تہ اسان جي سنڌي ٻوليءَ هڪ گهڻيندڙ ڪڙو يا وچ وارو ڏاڪو آهي، جا هندستان جي ٻولين کي ايراني ٻولين سان ڳنڍي ٿي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ اهي پڇاڙيون سانديون آهن تہ اهي سنڌيس هڪ وڏي خاصيت يا خاص ڳالهہ ڪري ليکجي ٿي*. وري ڏسبو تہ اهي ڪم ڪيئن ٿا اچن! "ماريائين" معنيٰ "هن ماريو". پر ڪنهن کي؟ "ماريائينم" معنيٰ "هن مون کي ماريو". هن ريت هڪڙي ئي فعل ۾ ٻہ پڇاڙيون گڏجي فاعل توڙي مفعول جي معنيٰ ظاهر ڪري ٿيون. هيءَ سنڌي ٻوليءَ جي هڪ وڏي خوبي چئبي، جو هن طرح فقط هڪ لفظ ڪم آڻڻ سان سڄي جملي جو مطلب ظاهر ڪري سگهجي ٿو. هنن پڇاڙين ۾ ٻيون بہ خوبيون آهن جهڙوڪ:

---

*"The use of these suffixes constitutes quite a peculiar feature of the Sindhi language and distinguishes it very advantageously from all the kindred idioms of India- which are desritute of pronominal suffixes."

*Dr: Trumpp: Sindhi Grammar, p. 225.*

(١) ڏنم = مون ڏنو- ”مون“ حالت فاعلي، پر سچ پچ
تہ حالت سببي، (Instrumental Case)
(٢) مون رپيا ڏنس = مون هن کي ڏنا. ”هن“ حالت
امدادي (Dative Case)
(٣) ويئو هوندوسانءِ = تولاءِ ويلو هوندس- ”تو“
حالت امدادي.
(٤) گڏجي وجينس = هن سان گڏجي وڃ. ”هن“
حالت سببي.
(٥) مائٽ آهيانءِ = تنهنجو مائٽ آهيان- ”تنهن“
حالت اضافت.
(حقيقت ۾ ”تنهنجو“ صفت آهي.)
(٦) رپيا وٺي اچجانس = هن کان وٺي اچ- ”هن“
حالت جري.
چور ڀڄيو ڏو = توهان کان تو ڀڄي- ”توهان“
حالت جري.
(٧) دير لاٿي اٿس، تون وڃينس؛
وڃينس = هن ڏي وڃ- ”هن“ حالت مکاني.
ڏيو ٿو وسامي، تيل وجهينس؛
وجهينس = هن ۾ وجهہ- ”هن“ حالت مکاني.
چڙ ٿو ٻالي وجهينم = مون تي وجهين- ”مون“
حالت مکاني.
(٨) پٽم = اي منهنجا پٽ! حالت ندا (Vocative).

هن ربت انهن ٻچاڙين مان جدا جدا قسم جي حرف جر جي معنيٰ بالمرادو پيدا ٿئي ٿي، جنهنڪري اسمن ۽ ضميرن جي آئن ٿي حالتن جي معنيٰ بالمرادو ظاهر ٿئي ٿي. سنڌيءَ وانگر ڪشميري ۽ سرائڪي گهٽ خوبيون ٿيون ڏيکارين، ڇاڪاڻ ته رڳو سنڌي ٻولي آهي جنهن ۾ فارسيءَ ۽ پشتو وانگر اسم، حرف جر ۽ فعل سان اهي پچاڙيون ڳنڍيون آهن.

## اڪرترڪ يا فعل بيفاعل

٣٣٠- آڳاٽا آريا لوڪ، مڌيه ديش ۾ هماليه جبل جي حدن تائين پٽ والاري ويٺا هئا (صفحو ٢٥)، ته ٿبيٽ ۽ برما جي رهاڪن سان لڙهه وچڙ ۾ آيا ۽ انهن وانگر، مجهول صورتن وارا جملا جوڙڻ لڳا (''لنگئسٽڪ سروي'' جلد ١). پاڻنجي لو ته ''اڪرترڪ'' فعل انهيءَ زماني جو يادگار آهي- جو هن وقت سنڌي ٻوليءَ کان سواءِ ڪنهن به يورپي توڙي ڏيهي ٻوليءَ ۾ ڪونهي، جو جملي جوڙڻ لاءِ فاعل ضرور گهرجي.

''رستي تي هلبو آهي، باغ ۾ گهمبو آهي''، ''ٻوڙجي ٿو، ته پکهر ٿئي ٿو''- ههڙن جملن ۾ رڳو ڪا عام حقيقت ڄاڻائجي ٿي ۽ ڪنهن خاص ماڻهوءَ يا شئي جي ڳالهه نٿي ڪجي، تنهنڪري ههڙن جملن کي فاعل ٿيندوئي ڪونهي. انهيءَ سبب اهڙن جملن جو صحيح ترجمو ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ڪري ڪين سگهبو.

## عربي لفظن جي بناوت

۳۴۱- عربي ٻوليءَ جو هڪ لفظ وزن تي ٻيئل آهي تنهنڪري لفظن جوڙڻ، توڙي لفظن جي بنياد ڳولي لهڻ ۾ گهڻي سهولت ٿئي ٿي.

۳۴۲- عربي لفظن جو ڍانچو يا بنياد اڪثر ٽن حرفن وارو ٿئي ٿو، جن مان "فعل" (ف، ع ل) لفظ مکيه آهي. اهو لفظ خود وزن آهي ۽ ان ۾ ٻين کي زائد اکرن گڏڻ سان ٻيا وزن ٺهن ٿا، جهڙوڪ: "فعل" لفظ مان "فاعل" ۽ "مفعول" لفظ ٺهيا آهن. اهي لفظ به وزن آهن، ۽ انهن تي جيڪي لفظ جڙيل آهن تن جا مثال هي آهن.

| | | | |
|---|---|---|---|
| فعل | فاعل | مفعول | (سه حرفي بنياد "فعل") |
| عشق | عاشق | معشوق | (" " " "عشق") |
| قتل | قاتل | مقتول | (" " " "قتل") |
| حسد | حاسد | محسود | (" " " "حسد") |

۳۴۳- "فعل" لفظ ۾ زائد اکر گڏي ٻيا به کي وزن ٺاهيا اٿن، ۽ انهن تي جيڪي لفظ ٺهيل آهي تن جا ٿورا مثال هر هڪ وزن جي سامهون ڏجن ٿا:

اَفعل: اَشرف، اَڪبر ۽ اَعظم.

سه حرفي بنياد جي اکيان "آ" گڏڻ سان هن وزن جا لفظ ٺهن ٿا، ۽ اهي صفت تفضيل يا صفت مبالغي جي معنيٰ ظاهر ڪن ٿا، جهڙوڪ: "اشرف" معنيٰ ٻين کان يا سڀني کان شرف يا مان ۾ وڏيڪ.

آفعال: فعل جو جمع افعال، خبر- اخبار ۽ سبب- اسباب. سه حرفي بنياد جي پهرئين اکر جي اکيان الف، ۽ ٻوين اکرن جي وچ ۾ ٻه الف گڏڻ سان هن وزن جا لفظ ٺهن ٿا- انهيءَ وزن تي جمع لفظ ٺهيل آهن.

مفعل: مڪتب، مشرق ۽ مغرب.

فعيل- ڪريم، رحيم، حسين ۽ دليل.

(وزنن جي وڌيڪ قسمن لاءِ ڏسو عربي ۽ فارسي گرامر.)

٣٤٤- سه حرفي بنياد وڌائڻ لاءِ جيڪي زائد اکر ڳنڍجن ٿا، سي جملي ست آهن:

ا- ت- س- م- ن- و- ي (يتسمنوا)

مثال لاءِ "ناظر" "منظور" ۽ "منتظر" لفظ وٺو هنن مان زائد اکر ڪڍي ڇڏبا ته سه حرفي بنياد ملندو "نظر".

(الف) "سجدو"، "سجادو" ۽ "مسجد" لفظن مان زائد اکر ڪڍي ڇڏبا ته سه حرفي بنياد ملندو "سجد" معنيٰ سجدو ڪيو- اهڙي ريت سه حرفي بنياد، سدائين زمان ماضي مطلق ۽ ضمير واحد غائب جي معنيٰ ڏيکاري ٿو.

## سنسڪرت لفظن جي بناوت

٣٤٥- سنسڪرت لفظن جي بناوت عربيءَ کان بنهه ڌار ڌاجدي آهي. جنسڪرت ۾ رکو هڪڙو- ٻه اکر ٻه ڌاتو تي سکهي ٿو.

جهڙوڪ: ”ا“ معنيٰ وڃڻ، ”جيي“ معنيٰ ڏيڻ يا کٽڻ. سنسڪرت ۾ سڀ لفظ ڌاتن مان ٺهن ٿا

٣٤٦- سنسڪرت جي هر هڪ اسم جا ٽي ڀاڱا آهن، جهڙوڪ: سنسڪرت لفظ ”نرس- نره“، جنهن جو اچار سنڌيءَ ۾ آهي ”نر“ معنيٰ مذڪر يا مرد (مونث- ”مادي“). هن ۾ ”نر“ آهي ڌاتو ان جي پٺيان ”آ“ پرتيج يا پڇاڙي Suffix ڪڏبي ته اهو ٿيو ”آنگ“ Stem، ۽ انهيءَ سان ”س“ پڇاڙي Termination ڪڏبي ته لفظ ٿيندو ”نرس“ ۽ پر عام طرح ”س“ متجي ”ه“ ٿئي ٿو تنهنڪري سنسڪرت ۾ چون ”نره“ معنيٰ مرد. انهيءَ ريت لفظ ٺهي تڪي تيار ٿئي ٿو. ان جي پٺيان جدا جدا حالتن واريون پڇاڙيون ڪڏبيون، ته ان جو ڦيرو آسانيءَ سان ٿي سگهندو.

٣٤٧- سنسڪرت ۾ ”آ“ انگ (Stem) وارن اسمن سان، ”ي“، ”ر“، ”ل“، ”و“ يا ”م“، ”ڪ“، ”آن“ وغيره پڇاڙيون ڪڏي اسم ۽ صفت ٺاهين ٿا، جن مان ”ي“ اڪثر مونث لفظن ۾ ڪم اچي ٿي.

ر: سمدر- سمنڊ، چندر- چنڊ، ديوز- ڏير (مڙس جو ڀاءُ)، چڪر- چڪرو يا ڦيٿو.

ل: ڪمل- ڪنول (گل)، ڪنڊل- منڊل، ڪوڪل- ڪوئل، صفتي لفظ چنچل ۽ شيتل- سيتل، يعني ٿڌو.

و: پارشو- پاسو، پورو (purva)- پورب (اڀرندو).

م: ڏوم- دونهون، ۽ گرام- گام (ڳوٺ = ڳوٺ).

ڪ: سڙڪ (سڙڪ = رستو)، ۽ ڪٽڪ. سنسڪرت ۾ ٻيان جو اچار آڪ، اِڪ، آڪ ٿئي ٿو ۽ سنڌيءَ ۾ ان جا اچار آڪ، ڪو، اَڪ، آڪو وغيره آهن، جهڙوڪ: ٻيڙڪ، ڪٽڪ، ڦالڪ، چيڙاڪ، ٻڏاڪ، آٻڪو، ڦٽاڪو، ٻهاڪو، پروڪو، هيلوڪو وغيره. ڪيترن لفظن ۾ ”آڪ“ جو اچار ڦري ”او“ ٿيو آهي، جهڙوڪ: ڏاڏو، ڇيرو ۽ ڏوڙو (ٿبي ڏيندڙ).

ڪار: چمتڪار. سنڌيءَ ۾ ٻه وڏڪار، جهٽڪار، پڙڪار.

اِن: سوامن (سوامي- سوامين- سائين- ساءِ)، هستن، هاٿي ڏڻن (ڏني = ڏن وارو).

آن: هن ٻچاڙيءَ مان سنڌيءَ ۾ مصدر ٺهن ٿا، تنهنڪري هن جو ذڪر ڌار ڪيو.

۳۴۸- عربيءَ ۽ فارسيءَ وانگر سنسڪرت ۾ ڪي اڳاڙيون (Prefixcs) آهن (صفحو ۲۰۳) ۽ جي نج سنسڪرت لفظن يا سنسڪرت مان ٺهيل سنڌي لفظن سان ڳنڍيون ڳنڍيو پيون آهن، جهڙوڪ:

پر: پرڪاش، پريئو (ڏٺل).

اَپ: بيٺ- آپبيٺ، سمند- آپسمند.

اَو: ڳُڻ- اوڳڻ، تڙ- اوتڙ.

س: (ضد ”ڪ“). لڇڻ- سلڇڻ- ڪلڇڻ.

س: (ضد ”آ“، ”نر“ يا ”ڪ“). سدورو- آدوزو- ندرو، سدا ٺورو- ڪدانورو معنيٰ ٻچڙي سياه وارو.

کن اکياڙين جا اڄار بگڙيل آهن، جهڙوڪ سنسڪرت "دشڪال" ۽ "دربل" بدران چئون "ڏڪار" ۽ "ڏٻل ڏٻرو". اٿين "دش" ۽ "در" بدران فقط "ڏ" چئون ٿا.
سنسڪرت "آتسڪنٺ" = آڪنٺ" ("آت"-"اد" بدران "آ").

سنسڪرت ڌاتو "لپ" معنيٰ ٻولڻ يا چوڻ؛ ان جي پٺيان "آن" پڇاڙي گڏي چئون "لپن"، جنهن جو اچار سنڌيءَ ۾ "لڦ" (لات لنبوڻ). "لپن" مان "سم" ۽ "اپ" گڏي چون "سملپن" ۽ اپاپن، جن جا اچار سنڌيءَ بگڙجي ٿيا (سلپڻ) سلڻ معنيٰ سچي ڪرڻ ۽ (آپاڻ) "آلڻ" معنيٰ سچي نه ڪرڻ- قديم سنڌيءَ ۾ "آپلڻ" به چوندا هئا:
"اپل! ڪريان ڪيئن! منهنجو نينهن آپليو نه رهي." (شاهه)
"آپليو" معنيٰ لڪل يا ڳجهو؛ "آپلڻ" معنيٰ لڪائڻ.

## سنڌي لفظن جو ڌاتو

٣٤٩- سنسڪرت ۾ "ڪت" معنيٰ چوڻ يا تخمينو ڪرڻ آن جي پٺيان مونث پڇاڙي "آ" گڏڻ سان "ڪتا" (ڪتا ڪيرتن) ۽ "آن" گڏڻ سان "ڪتن" لفظ ٺهيا آهن.

"ڪري ڪبر ڪٿن، آڪي جي اسرار جو؟"

سنسڪرت جو اهو اسم سنڌيءَ ۾ اسم مصدر (ڪٿڻ) آهي. ساڳيءَ ريت سنسڪرت ڌاتو "پوڇ" مان "پوڇا" (پوڇا) ۽ "پوڇڻ" لفظ ٺهيا آهن. سنڌيءَ ۾ سڀ مصدر "آڻ" يا "اڻ" (سنسڪرت "آن") پڇاڙي وٺن ٿا ۽ سيني مصدرن جي پڇاڙيءَ ۾ پيش يعني "اُ" آهي.

سنڌيءَ ۾ سيڪنهن اسم واحد جي پڇاڙيءَ ۾ ”اُ“ يا ”اِ“ (سنسڪرت ”آ“) آهي. اما پڇاڙي ڪڏهن ڇڏبي نه. باقي بچندو ڌاتو. سنسڪرت ڌاتو ”ڪَٽ“ جو اچار پراڪرت ۾ ”کهه“ آهي، جنهن مان سنڌي لفظ ”کهڻ“ (چونڊ)، ”کهٽي“ (چوٽي)، ۽ ”کهاڙي“ (آڪاڙي) نڪتا آهن. هاڻ انهن لفظن جو ڌاتو ”کهه“ ليکبو، پر فڪر نه آهي جيڪڏهن اصل سنسڪرت ڌاتو ”ڪٽ“ آهي. سنڌيءَ جا گهڻو ڪري سڀ لفظ، اسم توڙي فعل، سنسڪرت ۽ پراڪرت ڌاتن مان نڪتل آهن. انهن ڌاتن جي پٺيان اسم ذات، صفت وغيره جوڙڻ لاءِ جيڪي پڇاڙيون ڏنيون ويون، سي سڀ سنسڪرت بنياد جون آهن.

---

(Principles of Sindhi Etymology)

## اصولن جو بنياد

”قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهه قديم.“ (شاهه)

٣٥٠- قادر جي قدرت اپار! جيئن سج، چنڊ تارا وغيره سڀ حڪم جي ڏوريءَ ۾ ٻڌل آهن ۽ ڪن ٺهرايل قاعدن پٽاندر ڪم ڪن ٿا، تيئن ٻوليون به قدرت جي ڪن قاعدن کي سجدو سلام ڪن ٿيون!

٣٥١- ٻولين جي تبديل جا قاعدا ڪن اصولن تي ٻڌل آهن. انهن اصولن جو بنياد انساني شيءِ ۾ سمايل آهي. انسان پنهنجي ذاتي سياءَ ڪري ڪفشالي جو سنجم ڪري ٿو (صفحو ٤ ۽ ٢٨٣). انهيءَ مکيه اصول جا ٽڙ مان گهڻيئي شاخون ڦٽن ٿيون. مثال لاءِ سنڌين ٽوڙي وڏن جا چار جاچيو.

(الف) ڪنهن ننڍڙي ٻار کي چئبو ته چئو ”ڇمي“ ته چوندو ته ”سمي“ يا ”ٻمي“- ڇو ٿو ائين چوي؟ ”ڇ“ جي آچار لاءِ، ڇپ جي وچ وارو ڀاڱو اتاري تارونءَ ڏانهن ڪرڻو پوي ٿو، ۽ ساڳئي وقت ڇپ جي ٻاڙ جو زور به لڳائڻو پوي ٿو؛ اکر هڪڙو ۽ ڇپ کي تڪليف ٻٽي ڏيڻي، ساٻه ساڳئي وقت! ويچاري معصوم کان ايترو ڪشالو ٿي ڪو پچي، تنهنڪري ”ڇ“ بدران ”م“ چوي ٿو، جنهن جو

اچارڻ ڇپن جي چورڻ سان آسانيءَ سان ڪري سگهي ٿو: ٻار ڏورو وڏو هوندو ته ”پ“ به چوندو، جو آهو به ڇپن جي اچار وارو اکر آهي. سڀني قومن جي ٻارن کي اول ڇپن جي اچار وارا اکر چوڻ سولا لڳن ٿا. سنڌي ٻار چون ”بابا“ ۽ انگريزي ٻار Pa Pa ۽ ma-ma چون ٿا، جن ۾ ”ب“، ”م“ ۽ ”پ“ ڇپن جي اچار وارا اکر آهن- هن مان هيءُ اصول ظاهر ٿيو ته اکرن ۾ تبديل يا مٽ سٽ ٿئي ٿي.

(ب) ننڍڙو ٻار ”ڪينو“ بدران ”اِنو“ چوي ٿو. ساڳيا واڳيا به سنسڪرت لفظن ڪنڀڪار، سورڻڪار، چرمڪار ۽ لوهڪار بدران ڪنڀار، سونار، چمار ۽ لوهار چوڻ لڳا، اڻين لفظن مان اکر حذف ٿين ٿا يا نڪري وڃن ٿا- هيءُ ٻيو ٻيون اصول (صفحو ٢٨٣-٢٨٤).

(ٻ) ساڳين واڳين ”لوهار“ جو اچار گهٽائي ڪيو ”لهار- لُهر“ ته لفظ ئي ننڍڙو ٿي پيو. عربي ۽ فارسي لفظن سان به اهو ليکو ٿيو آهي، جهڙوڪ: حجام-حجم ۽ ستمگار- ستمگر. اڻين اچارن ۾ سوس ٿئي ٿي- هيءُ ٽيون اصول.

اهڙيءَ ريت وڏي وستار ۾ پوڻ بدران ايترو چوائجي ٿو ته اصول گهٽي ٿي آهن، جن مان ڪن مکيه اصولن جو ذڪر ڏار ڏار ڪبو. هتي اول حرفن جي پدن تي زور ڏيڻ جي ترتيب جو ذڪر ڪجي ٿو، جو ان جي ڪري به لفظن جا حرف علت ننڍا وڏا ٿي پون ٿا.

## ٻدن تي زور ڏيڻ جا قاعدا (Laws of Acectution)

٣٠٢- سنسڪرت جي ”آ“ پڇاڙيءَ وارا لفظ سنڌيءَ ۾ ڪٿي ”او“ ته ڪٿي ”آ“ پڇاڙيءَ وٺي بيٺا آهن (صفحو ٣٠٧). هن ڳالهه سمجهائڻ لاءِ ٿورا مثال ڏجن ٿا.

## پڇاڙيءَ جي ٻد تي زور وارا لفظ (Oxytones)

| سنسڪرت | پراڪرت | هندستاني | سنڌي | |
|---|---|---|---|---|
| گهوٽڪ | گهوڊئو | گهوڙا | گهوڙو | Horse |
| چترڪ | چتئو | چيتا | چيتو | Leopard |
| ڪيٽڪ | ڪيڊئو | ڪيڙا | ڪيڙو | Worm |
| ديپڪ | دوا | ديوا | ڏيو | Lamp |
| ڪيلڪ | ڪلا | ڪيلا | ڪيلوڪيلي | Nail |

مٿين سڀني سنسڪرت لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ”آ“ جو اچار آهي. انهن سڀني لفظ جي پڇاڙيءَ واري ٻد تي زور(accent)ڏجي ٿو، ته سڄي لفظ جي اچار جو بار انهيءَ پڇاڙيءَ واري ٻد تي وڃي پوي ٿو. انهيءَ بار جي زور وچان، سنسڪرت لفظ جي پڇاڙيءَ وارو ”ڪ“ ٿڏجي وڃي ٿو؛ پر انهيءَ کوٽ جي مجرائيءَ لاءِ ”آ“ جو آچار وڌي ڏگهو حرف علت ”او“ ٿئي ٿو+، ۽ هندستانيءَ ۽ مراهٽيءَ ۾ ”آ“ ٿئي ٿو- پر اسين پراڪرت وارو نمونو ملائيندا اچون.

+ شڪارپوري ته انهين ٻوئن ٻد تي زور ڏين ٿا، ته اچار ڏگهو ٿيو پوي (صفحو ٩٩ ۽ ١٠٠).

(الف) مٿين لفظن مان سنسڪرت "دِيپڪ" ۽ "ڪپاڪ" لفظن جي منڍ ۾ ڊگھو اچار "اِي" آهي، پر سنڌيءَ ۾ "ڏِيو" ۽ "ڪِاو" لفظن جي منڍ ۾ گھٽجي "اِ" ٿيو آهي. مراٺيءَ ۾، سنسڪرت جي منڍ واري ڊگھي اچار کي ائين سدائين گھٽائي نه ڏيو ڪن ٿا؛ باقي سنڌي ٻولي، پنھنجن جھونين ساٿيڙين- پنجابيءَ ۽ سرائڪيءَ وانگر سڳنهن حالت ۾ ائين نٿي ڪري، جھڙوڪ: گھوڙو- گھوڙو ۽ ڪيڙو- ڪيڙو جي منڍ وارو ڊگھو اچار قائم بيٺو آهي.

(ب) ٻوٽين پد کان اڳئين تي زور (Barytones)

| | سنڌي | هندستاني | پراڪرت | سنسڪرت |
|---|---|---|---|---|
| Ear | ڪَنُ | ڪان | ڪڻو | ڪرڻ |
| Wood | ڪاٺ | ڪاٺ | ڪاٺٺ | ڪاشٺ |
| 2 Miles | ڪوھ | ڪوس | ڪوس | ڪروش |
| Tune | ٽانُ | ٽان | ٽان | ٽان |
| Tooth | ڏند | دانت | دنت | دنت |

مٿين سڀني سنسڪرت لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "اَ" آهي، جو پراڪرت ۾ وڌي "او" ۽ اپڀرنش ۾ گھٽجي "اُ" ٿيو. سنڌيءَ ۾ سڳنهن مصدر جي پٺيان به "اَ" جو اچار آهي. انهن ۾، ٻوٽين پد کان اڳئين تي زور آهي- انهيءَ ريت آچار ڪرڻ جو هڪ ٻيون نتيجو ڏسو:

(ب) مٿين لفظن مان سنسڪرت لفظ "ڪرڻ" ۾ "ڻ" تي زور (accent) ڪونهي، پر اڳئين پد "ڪر" تي آهي؛ تنهنڪري هندستانيءَ ۾ ان جو اچار وڌائي ڊگھو ڪري،

"ڪان" چون ٿا، جنهن ۾ پوئين "ن" ساڪن آهي، يعني پڇاڙيءَ واري اعراب ٿڏجي نڪري ويئي اٿس. سنسڪرت لفظ "ڳُڻ" جو اچار آهي "گُون" goon - اٺين اچار ڏکيو ڪن ٿا، تہ لفظ جي پوئين اعراب ٿڏجي وڃي ٿي - اهو ئي سبب آهي، جنهنڪري هندستاني، گجراتي وغيره لفظن جو پويون اکر ساڪن آهي؛ پر سنڌي ٻوليءَ جي سڀڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪا نہ ڪا اعراب آهي ئي آهي.

## حرف علت جي تبديل (Permutation)

۳۵۳- سنڌيءَ ۾ ڪيترن لفظن ۾ "آ" بدران "اِ" چئون ٿا (صفحو ۹۷). انهيءَ تبديل جي تاريخ آڳاٽي آهي - جهڙوڪ: سنسڪرت "آڳني" ۽ "آنتر" بدران لاطيني ۾ اِڳنس Ignis ۽ اِنتر Inter.

(الف) پراڪرت ۾ قاعدو آهي تہ ڪنهن ڊگهي يا ٻٽي حرف صحيح جي اڳيان ڪو ڊگهي اچار وارو حرف علت هجي تہ ان کي گهٽائي ننڍو ڪجي- انهي سبب سنسڪرت "آشچريہ"، "رُوڪش" ۽ "سُوتر" بدران چئون "اچرج" "رُکو" ۽ "سُٽ". جيڪڏهن گڏيل حرفن جي اڳيان "آ" هجي، تہ ان کي پاڻ وڏائي ڏکو ڪجي- انهيءَ سبب سنسڪرت "پستڪ"، "ڪشٺہ" ۽ "مڪت" بدران چئون "پوٿي"، "ڪوڙهيو" ۽ "موڪل" (موڪ+ل).

(ب) ڪن حالتن ۾ جاڻي ٻجهي ننڍي حرف علت کي وڏائي ڏکو ڪيو آهي تہ ساڳئي لفظ مان پيون ٻہ اجوڙي

-سگهجي- جهڙوڪ: ٻَڪر- ٻاڪرو، سهرو- ساهرو، ۽ جبل- جَابلُو، ٻرڻ- ٻارڻ، ترڻ- تارڻ، ڦرڻ- ڦيرڻ، چيِرڻ- چيِرڻ، جَرڻ- جوڙڻ ۽ مڙڻ- موڙڻ،

(پ) ٻيءَ طرح به اهي لچڪتا اکر آهن: ڪٿي ربڙ وانگر ڇڪجي ڊگها ٿيو پون، ته ڪٿي سُسي ننڍڙا ٿيو پون، جهڙوڪ:

| سنسڪرت | سنڌي | سنسڪرت | سنڌي | تبديل |
|---|---|---|---|---|
| ڀرڌا | سڌ | سنشا | نوڌهن | "آ" منجهي "آ" |
| جايا | جوه | ڪدا | ڪڌهن | "آ" منجهي "آ" |
| پتا | ٻيءُ | ماتا | ماءُ | "ا" منجهي "آ" |
| سنڌيا | سنجها-سانجهي | دولا | ڏولي | "آ" منجهي "اِي" |
| ڪَور | کورو-پئوزو | پوتر | پوٽو | "آءُ" ڦري "اُو" |
| شلوڪ | چوڪرو | اوڪس | آڪهه | "آ" ۽ "او" پاڻ |

۾ مٽجن ٿا.

اٿين سنسڪرت لفظ ڦري نج سنڌي ٿي پيا آهن (صفحو ٢٠٥).

## حرف صحيح جي تبديل

٣٠٤- ممڪن آهي ته ڪو ماڻهو هڪڙو اکرچوندو، نه ٻيون ٻيءَ طرح سمجهندو- اٿين اکرن جي تبديل يا مٽ سٽ ٿئي ٿي. ڳهٽو ڪري، ساڳئي ورگ يا ڪلاس جا اکر پاڻ ۾ مٽبا آهن، جهڙوڪ: شڪتي- سگهتي، ششي- ڪکي- ڇڇي، آقا-آغا- آڳا، قميص- خميس، پنج- انج، ڪڪڙ- ڪکڙ، ڪنب- ڪڙم، ڪنمي- ڪنڊي،

ادتيه وار- ارتوار. پد-پڳ (پير)، مسجد-مسيد-مسيت. ارادو-ايرازو (ڏٺيءَ جو ارادو، رب جي رضا، قسمت)؛ ڪي ”خدمت“ بدران غلط طرح چون ”خذمت“؛ لنگر- ننگر (نانارِي)؛ وار وار- باز بار، جل- جر (پاڻي).

## اِدغام (Epenthesis)

٣٠٥- ”ڪسرت آهي قرب ۾، اِدغام ۾ اعراب.“ (شاهه)

اِدغام اهو آهي، جنهن ۾ ڪنهن ساڳئي لفظ جون ٻه اعرابون پاڻ ۾ ملي، هڪ ٻيو علحدو اچار پيدا ڪن (صفحو ١٣١ ۽ ٢٩٩). شاهه صاحب به چوي ٿو ته جيئن اعرابون پاڻ ۾ ملي ٿيون وڃن، تيئن الله جو عاشق به پنهنجي انفرادي هستي ڇڏي، سچي سائينءَ سان ملي هڪ ٿي وڃي. ٿوا ڏسو ته ٻوليءَ جي قاعدن مان وحدت جو سبق ڪيئن سوچي ڪڍيو اٿس!

## آچارن ۾ سوس (Contraetion)

٣٠٦- سنسڪرت ”نيتر“ ۽ ”پريتي“ بدران چئون ”نرت“ ۽ ”پرت“ (پريت). سنسڪرت ”لون“ Lavand ۽ ”شيبا“ بدران چئون ”لُوڻ“ Salt ۽ ”سيجا-سيج“. ”آو“ ava ۽ ”آيہ“ aya کي ڌرا علت جهڙو سمجهي، اِدغام جي نموني هڪ ٻيو ڏگهو حرف علت ڪيو اٿئون. ساڳئي لفظ ۾ ٻه اعرابون هڪٻئي جي پٺيان اچي جڙڻ ته ڪڙ ٻڙ ڪري ٿيون بيهن، ۽ آچار ڪرڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي؛ تنهنڪري انهن کي سڌي ڪرڻ جي ترتيب

Levelling process لاڙو اجها اِها اختيار ڪن ٿا، جو انهن ٻن اعرابن بدران وچان ٿي ٻيون ٻڪو ڏکهو اچار ڪن ٿا (صفحو ۱۳۵ ۽ ۲۹۹). ڊاڪٽر ڀنڊارڪر هن کي سڏيو آهي "Law of dissimilation".

## اکرن کي نرم ڪرڻ (Softening)

۳۰۶- "شڪارپور طرف هلياسين "اِين" بدران چون "هلياسِين" (اِين جو ڏکهو اُچار). اهو حرف علت کي نرم ڪرڻ جو نمونو آهي- سنسڪرت "گهرشڻ" (گسڻ- گهڻ) مان "گهرسو"، هندي "هرسا"، سنڌي "آرسو- آرسي" يعني پٿر جي صندلي، جنهن تي چندن وغيره گهجي- هن ريت "گهه" مان باقي "اَ" جو اچار وچي بچيو آهي.

"وُنو مينهن وڏ ڦڙو، ڪيو ڌڻ ڪاهي." (شاهه)

"وُنو" بدران "اُنو" به چئون (مصدر- وسڻ).

سنسڪرت "ڪرت"، پراڪرت "ڪرو"، سنڌي "ڪيو" (Done)؛ سنسڪرت "شوڪ- سوک- سُوءُ" (مثل ماڻهوءَ لاءِ ڏک، ماتم)- انهن اکر سخت، اول نرم ٿي، پوءِ نڪري ويو.

## اکرن جو حذف ٿيڻ (Elision)

۳۵۸- منڍ حذف (Apheresis): سنسڪرت "اَپِي"، "اُت" ۽ "آرٿي" بدران چئون "ڀ- ٻه" (also)، "آني- تي" ۽ "رڻ"؛ "اَپنڻ- پنڻ"؛ "اَلتو- لتو"؛ "اَلهڻ- لهڻ"؛ "چيواٽس- چيوٽس"؛ "ڪونه آهي- ڪونهي"؛ "امير- مير"؛ "اسوار- سوار".

(الف) ڪنهن ٻہ لفظ جي منڍ وارو حرف صحيح ويس پڇنڌي حذف ٿيو نہ ڏيندا آهيون: سنسڪرت "ستن"، "ستنيہ"، "شمشر و" ۽ "شمشان" بدران ڇئون "ٿڻ"، "ٿڃ"، "ڇئون" ۽ "مسان" يا مساڌو-هتي "س" ۽ "ش" پنهنجي پوئين اکر ۾ سمائجي ويا آهن (صفحو ٣٤٨).

٣٥٩- وچ حذف (Syncope): سنسڪرت "ساڪر"، "ڪوڪل"، "سوچي"، "راڃا"، "پتا" ۽ "ماتا" بدران ڇئون "سائر"، "ڪوئل"، "سوچي-سُئي"، "راءُ"، "پيءُ" ۽ "ماءُ"-انهن وچ وارا اکر نڪري ويا تہ، جاڪاڻ تہ متن زور (accent) ڪونهي.

(الف) مرڪب لفظن مان پوئين لفظ جو پهريون اکر اڪثر حذف ٿيندو آهي- جو اهو وچ ۾ آيل ليکيون ٿا- جهڙوڪ: ڪُنڀ ڪار-ڪنڀار، ۽ لوهہ ڪار-لهار، رام قَل، سيتا قَل وغيره مان "ق" حذف ٿئو ٿئي. صفحي ١٧١ ۾ "پتي"، "مامي" وغيره لفظ ڏسو تہ وچ وارا سڀ اکر ڪرا

٣٦٠- پڇاڙي حذف(Apocope): "جاء-جابجا"، "بوء-خوشبو"، "روء-روبرو" (پويون حرف علت حذف).

(الف) "ڏنڊ-ڏن"، "رنڊ-رن" ۽ "روپ-روء" (شڪل)، "دوست-دوس"، "حجت-حُجَ" ۽ "سر ڪشت- سرڪس" انهن پڇاڙيءَ وارا ڪيترا اکر نڪري ويا آهن. "شيت ڪال"- سيارو مان پهرئين لفظ "شيت" جو پويون "ت" اکر ڪرا (صفحو ١٧١).

## نڪ جو اُچار گڏڻ (Nasalisation)

۳۶۱- سنسڪرت "يسيه"، "نسيه" ۽ "ڪسيه" بدران چئون "جنهن"، "تنهن" ۽ "ڪنهن"؛ سنسڪرت "يدا"، "ندا" ۽ "ڪدا" بدران چئون "جڏهن"،"تڏهن" ۽ "ڪڏهن"؛ ۽ "سنشا" بدران "نُونهن" يعني ٻٽ جي زال- انهن نڪ جا اچار گڏيون ٿا.

(الف) سنسڪرت ۾ قاعدو آهي ته ٻه حرف علت گڏ ڪم نه اَچن، ۽ جتي اچن اتي انهن کي ملائي ڏڪو ڪجي (صفحو ۳۹۵). سنسڪرت "گو"، فارسي "گاؤ"؛ سنڌيءَ ۾ ٿيڻ گهرجي "گاء". هتي ٻه حرف علت "آ" ۽ "اِ" آهن، انهن جي وچ ۾ نڪ جو اچار وجهي چئون "گانءِ" يا "ڳنءُ"- ائين حرف علت ڏار ٿيو وڃن. انهن نڪ جي اچارن گڏڻ جي عادت سببان، سنسڪرت وارن سنڌيءَ جي قاعدن کان چٽا پيا آهيون انهيءَ هوندي بسنڌيءَ (Eoph onv)جا ڪي ڪي نشان آهن، جهڙوڪ: "سيٺ+ اُون" = سيٺيون- هتي "اِ" ۽ "اُون" جي ميلاپ سان "يہ" جو اچار پاڻمرادو پيدا ٿئي ٿو (صفحو ۳۹۶).

## نڪ جو اُچار ڪڍي ڇڏڻ (Disn asalisation)

۳۶۲- ڪن ٿورين حالتن ۾، لفظن مان نڪ جو اچار اللندو ڪڍي ڇڏيو اٿون، جهڙوڪ: سنسڪرت "مانس" بدران چئون "ماس" (گوشت)؛ سنسڪرت "ڪنتڙي" بدران "ڪاڏي" ۽ "نمنتر" بدران "نوتو" (نيند)- ڏکهي اچار وارو حرف علت اچي ٿو، ته "ن" نڪري وڃي ٿو.

## اکرن کي وسرگ ڪرڻ (Aspiration)

٣٦٣- سنسڪرت ''اِڪ''، ''اَشرو'' (آنسون)، ''پرڪٽ''، ''ڪوپ'' ۽ جُوز بدران ٿيون ''هيڪ- هڪ''، ''هنجون''، ''پرڪهٽ''، ''ڪوهه'' ۽ ''جهور'' (تمام پيرو) ''سڪان- سڪان''، ''ڪفن- ڪفڻ''، ''همت'' ۽ ''ساعت'' بدران ڪي چون ''همت'' ۽ ''ساءِ-ٿ'' ۽ فارسي لفظن ''پروا'' ۽ ''دريا'' بدران چئون ''پرواهه'' ۽ ''درياهه'' يا درياءُ.

## اکرن کي اوسرگ ڪرڻ (Deaspiration)

٣٦٤- ''ڪنڀ'' بدران چئون ''ڪنب''، ۽ ''وليڀداس'' بدران ''ولبداس''- انهن ڪن ٻورن لفظن مان ''هه'' جو اچار نڪري ويو آهي.

## اکرن کي مغز جي اچار وارو ڪرڻ

## (Cerebralisation)

٣٦٥- هن جو ذڪر اڳيئي گهڻوئي ڪيو ويو آهي (صفحو ٢٠٣).

## ٻن بدارن هڪ اچار (Haplology)

٣٦٦- سنسڪرت ''نک هرڪار'' جو اچار پڪرتجي ٿيو ''نيهه هيرڻ''- هتي ''هه'' جا ٻه اچار گڏ آيا آهن، جن مان هڪ ڪيدي، باقي چئون ''نيهرڻ''، جنهن سان حجام ننهن لاهين ٿا. ساڳيءَ طرح ''وشن نگر'' بدران گهڻا چون ''وشنگر''.

## تقليب (Metathesis)

۳٦۷- سنسڪرت ”وچن“، ”مڪٽ“، ”وواهہ“، ۽ ”ڪرهہ“ بدران چئون ”چون“، ”مڪٽ“، ”وهانءُ“ ۽ ”گهر“: ”آلٽو-آلٽو“، ”ڪوڙڪي-ڪڙڪي“، ”پتر-پرت“، ”آماڄ-آچام“ (هدف يا نشان)، ۽ ”جانور-جناور“- اهڙيءَ ريت ڪيترن لفظن ۾ تقليب ٿي آهي، يعني ڦري اُلٽا ٿي پيا آهن.

## ڳنڍيل حرف صحيح بابت قاعدا

### ٻالائي حرف اڳيان آڻڻ (Prothesis of Vowels)

۳٦۸- اسان سنڌي مائهن جو وات ڳنڍيل حرف صحيح اچارڻ ۾ هريل ڪونهي، تنهنڪري سنسڪرت ”ستري“ Stri بدران چئون ”اِستري“؛ ۽ انگريزي لفظ ”سڪول“ School بدران چئون ”اِسڪول“. اهو اڳيان وڌل حرف علت (Prothetic Vowel)، اچارڻ ۾ سهولت ڪري ٿو- هيءُ دراوڙي نمونو آهي.

### سور ڀڳتي (Anaptyxis or Intrusive Vowel)

۳٦۹- سنسڪرت ”شلوڪ“ ۽ ”شلاگها“ جي منڍ وارو ”ش“ اکر ساڪن آهي، پر اسين ”ا“ جو اچار ڳنڍي چئون ”سلوڪ“ ۽ ”ساراهہ“ (واکاڻ). سنسڪرت ”سوپن“ ۽ ”سمرڻ“ جي منڍ ۾ ”ا“ ڳنڍي چئون ۽ ”سپنو“ ۽ ”سمرڻ“ (ياد ڪرڻ)- دراوڙن ونگر لفظن

۾ هڪ نه ٻيون ”سوريڪتي“ (اچارن پڄڻ لاءِ) حرف
علت گڏيون ٿا، ته سڀ اکر قائم رهن نه ته ممڪن
آهي ته ٻيئي پاڻ ۾ پڄي يا ملي وينداه

## گڏيل حرف صحيح جو پڄڻ (Assimilation)

۲۷۰- پاليءَ واري زماني ۾ گڏيل حرف صحيح
پاڻ ۾ پڄي ويا، جهڙوڪ: ”شبد-سڏ“، ”جنم-جم“”ڄم“،
”آتمن-آپنو“، ليد-لڌو“، ۽ ”دگڌ-ڏڌ“-ڏوڌي- هيءَ
حرف صحيح جو اِدغام آهي.

۲۷۱- گڏيل حرف صحيح مان جيڪڏهن ٻئي زورڀريا
يا ڏاڍا هوندا، ته ٻيون اکر قائم رهندو ۽ پهريون منجهس
سمائجي ويندو؛ جيڪڏهن هڪ زورڀريو ۽ ٻيون ڪمزور اکر
هوندو، ته ڪمزور اکر ڏاڍي اکر ۾ سمائجي ويندو. مطلب ته
”جيڪو ڏاڍو سو گابو“ اهو ليکو ٻولين ۾ به لڳو پيو آهي.

## مجرائيءَ جو قاعدو (Law of Compensation)

۲۷۲- سنسڪرت”اگن“، پراڪرت”اگّ“(گ ٻٽو)،
هندستاني ”آگ“، معني باهه- هتي ڏسو ته ”ن“ اکر
”گ“ ۾ سمائجي ويو، جنهنڪري پراڪرت ۾ اُچار
ٿيو ”اگگ“. هندستانيءَ ۾ انهيءَ مان هڪ ”گ“
ڪڍي، انهيءَ کوٽ جي مجرائيءَ لاءِ، لفظ جي منڍ واري
حرف علت ”آ“ کي وڌائي ”ا“ ڪيائون؛ جنهنڪري
چون”آگ“. ساڳيءَ ريت سنسڪرت ”ست-جر“ جو اچار

اول ٿئي ٿو "سججن (سڄڻ)" پوءِ "ساجن". سنڌيءَ ۾ ٻٽا اکر آهن (صفحو ٣٠٤) ٻيءَ طرح به انهيءَ مجرائيءَ جي قاعدي تي کڻو ڪوڻ ٿا هلون (صفحو ٤٥).

## ضميمو پهريون

### دراوڙي ٻولين جو اثر (صفحو ٢٠، ١٢٣ ۽ ١٢٦)

سنڌي ٻولي جن ڳالهين ۾ دراوڙي ٻولين سان مشابهت رکي ٿي، تن بابت به اکر لکي، هرڪ ڳالهه جي سامهون صفحي جو نمبر ڄاڻائجي ٿو- ته پڙهندڙن کي پتو پوي ته انهن ڳالهين جو هن ڪتاب جي ڪهڙن ڪهڙن صفحن ۾ ذڪر ٿيل آهي.

(١) سنسڪرت ۽ سنڌي ۾ دراوڙي لفظ صفحو ٢٠ ۽ ١٧٧

(٢) ٻوهرا علت ۾ بگاڙو صفحو ٢٩٩

(٣) وسرگ اکرن بابت صفحو ١٢٥ ۽ ٣٠٣

(٤) مغز جي آچارن وارن اکرن بابت صفحو ٣٠٢

(٥) مرڪب حرفن جي آچارن پچڻ بابت صفحو ٣٤٦

(٦) حالتن جي پڇاڙين بدران اسمن جي پڇاڙيان حرف جر ڪم آڻڻ بابت صفحو ٣١١

(٧) صفت جي ڀيٽ جا درجا صفحو ٣١٥

(٨) مرڪب فعلن جوڙن جو نمونو صفحو ٣٢٠

(٩) مجهول فعلن جوڙڻ جو نمونو صفحو ٣٢٥

(١٠) جملن ٻيهارڻ جي ترتيب صفحو ٣٢١

(١١) چوڪر- ٻاڪر ۽ چلم- ڏلم؛ اهين زائد يا بي معني لفظ گڏي مرڪب لفظ جوڙڻ، دراوڙي نمونو آهي. صفحو ١٧٦

ڏسو بشپ ڪالڊويل جو جوڙيل ”دراوڙي ٻولين جو گرامر“، صفحو ۵۵؛ ۽ ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجيءَ جي جوڙيل ”بينگالي ٻوليءَ جي تاريخ“ جلد پهريون، صفحو ۱۷۰ کان ۱۷۸.

## ضميمو ٻيون

## داردڪ ٻوليون ۽ سرائڪي

(۱) سنڌي، سرائڪي، پنجابي ۽ داردڪ ٻوليون (ڪشميري وغيره) ڪيترن ڳالهين ۾ هڪٻئي سان گهڻي مشابهت رکن ٿيون، جن مان ظاهر آهي ته ڪڏهن واڌارو ڪيو اٿن. صفحو ۸۵

(۲) اسمن جهڙن پڇاڙيون رکو سنڌيءَ ۽ ڪشميريءَ ۾. صفحو ۳۲۳

(۳) ادغام جي عادت سنڌيءَ ۽ داردڪ ۾، صفحو ۱۳۱، ۲۹۹

(۴) ڪڏهن حرف صحيح هڪٻئي ۾ سمائجي ويا آهن، ته هنديءَ وانگر حرف علت کي ڊگهو نه ڪيو اٿن. صفحو ۴۷ ۽ ۳۴۸

(۵) ”ٻ“، ”ڄ“، ”ڏ“ ۽ ”ڳ“ اڪر رکوانهن ٻان (ڪچين ۽ گجراتين ”ٻ“ ۽ ”ڏ“ جا اچار آسان ورتان ورتا) صفحو ۸۶ ۽ ۳۰۴

(۶) ٻن علت حرفن جي وچ ۾ ”ت“ قائم رکڻ صفحو ۸۷

(۷) اکرن کي مغز جي اچار وارو ڪرڻ صفحو ۳۰۲

(۸) اکرن کي اوسرڳ ڪرڻ صفحو ۱۲۷

(٩) "ڙ" ۽ "ڙ" جو فرق نہ رکڻ صفحو ١٣٤

(١٠) "ڙ" اکر لفظ جي وچ مان ڪڍي ڇڏڻ صفحو ١٥٤

(١١) ضميري پڇاڙيون رکڻ، سنڌي، سرائڪي ۽ ڪشميريءَ ۾. صفحو ٨٨

اشارو: سنڌيءَ ۾ "هر - تر" (ضمير). هنن ٻولين ۾: "اسي-تسي-تيسين"، ۽ سنڌيءَ ۾، "آسين" ۽ "توهين"

(١٢) اسم مفعول جي پڇاڙي "ئو" ڪڍڻ صفحو ١٠٨

(١٣) معروف فعل کي مجهول صورت ڪرڻ لاءِ "ج" گڏڻ صفحو ٣٢٥

(١٤) سنڌيءَ ۾ سرائڪي لفظ ۽ پهاڪا صفحو ١٩٥، ٢٥٥

(١٥) سنڌي جي ٻوليءَ تي سرائڪي اثر صفحو ٦٣، ١٠٨

## سنڌيءَ جو سرائڪيءَ ۽ ملتانيءَ تي اثر

اشارو: "ڪنا ڪمون" حرف جر، ۽ سنڌيءَ جي حالت جريءَ وارين "آن-اون" پڇاڙي، سرائڪيءَ ۽ ملتانيءَ ۾ بہ آهن. ڪيترا لفظ بہ عام اٿن، جهڙوڪ: "ڏي" (پيٽ)، "ٻر" (ٻار ٻچا) وغيره.

## ضميمو ٻيون

## سنڌيءَ جو بلوچيءَ تي اثر

لانگورٿ ڊيمس صاحب جي ڪتاب "بلوچي ٻوليءَ جي گرامر ۽ لغت" ۾ ڄاڻايل آهي تہ بلوچي ٻوليءَ جي لهجوي

بناوت، پراڪرت ٻولين- خاص ڪري سنڌ ٻوليءَ- جي
بناوت، -ان گھڻو مشابهت رکي ٿي (صفحو ٨٨ ۽ ١٠١).

بلوچيءَ ۾ ڪيترا سنڌي لفظ به عام ٿي ويا آهن، جن
جن جا ٿورا مثال هي آهن:

| بلوچي | سنڌي | بلوچي | سنڌي | بلوچي | سنڌي |
|---|---|---|---|---|---|
| آباسي | آٻاسي | اوجاغـو | اوجاڳو | بانهن | ٻانهن(زال) |
| پاڪر | پاڪڙو | ٻرلا | ٻڙلاءَ | تيلن | ٽيلهن |
| ٻند | ٻنڌ | جورغ | جوڙن | چاري | چاڙهي |
| درکهو | ڊڙڪو | دهان | ڏيان | ڊينبـو | ڏينڀو |
| هبکغ | هٻڪڻ | هڊکي | هڏڪي | هينا | هيٺو |

بلوچيءَ ۾ ٻيها (ٻڦو) ٻري (ٻوجو)، ٻهر (ڦڙي)، ڀهوغ
(ڦوڪ) ڀهوڀهي (ٻٽي) ۽ ٻيا وسرگ اکر آهن، جي هن
وقت فارسيءَ ۾ ڪينهن.

## ضميمو چوڏون
## سنڌيءَ جو آفغاني يا پشتو تي اثر

ڊاڪٽر ٽرمپ جنهن سنڌي ٻوليءَ جو نهايت عمدو
گرامر جوڙيو هو، تنهن پشتو ٻوليءَ جو گرامر به ٺاهيو
هو، جو هاڻ ڪمياب آهي. انهيءَ گرامر جي منڍ ۾ هن
صاحب ڄاڻايو آهي ته جيڪي نج پشتو لفظ سڏجن ٿا،
تن مان گهڻا پروارين پراڪرت ٻولين (خاص سنڌيءَ،
ٿوري قدر پنجابيءَ) مان ورتل آهن. انهيءَ کان سواءِ، پشتو
ٻوليءَ جي اسمن جي ڦيرن ۽ فعلن جي گردانن جي ترتيب

سنڌي نموني سان بلڪل ويجهي مشابهت رکي ٿي. ٿيون ته پشتو ۾ جيڪي متعدي معروف ۽ بالواسطه فعل، ماضي زمانن ۾ ڪم اچن ٿا، تن جي سموري بناوت سنڌي نموني آهي*. هيءَ بلڪل مڪيه ڳالهيون. آهن ۽ سنڌيءَ جو پشتو ٻوليءَ تي بلڪل گهڻو ۽ گهاٽو اثر ثابت ڪن ٿيون- هن لاءِ سبب اسان اڳيئي ڄاڻايا آهن (صفحو ۸۸ ۽ ۲۰۱).

## پشتو ۾ سنڌي لفظ

پشتو ۾ جيڪي سنڌي لفظ عام آهن، تن جا ٿورا مثال:

| پشتو | سنڌي | پشتو | سنڌي | پشتو | سنڌي |
|---|---|---|---|---|---|
| انگن | اڱڻ | بنگ | ٻنگ | تق | ڏڪ |
| توڪهه | ٿوڪ | دکال | ڏڪار | ڪت | ڪٽ |
| گنرل | ڳنڍڻ | منگهنر | منگهڻ | هډ | هڏو |

---

Dr.F. Trumpp's Pasoto Grammar, Introduction p. II.



سنڌ جو سچو مورخ، سنڌي زبان ۽ ساڻس تعلق رکندڙ زبانن سنسڪرت ۽ هنديءَ جو ماهر، انگريزيءَ جو قابل ۽ پارسي، عربيءَ جو ڄاڻو، سرگواسي ڀيرومل مهرچند، ١٨٧٦ع ۾ ڄائو. ويهن ورهين جي عمر ۾ ايڪسائيز کاتي جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو ۽ ايڪسائيز انسپيڪٽر تي رٽائرڊ ڪيائين. نومبر ١٩٢٤ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو. پر سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ته هن شروع کان ئي پئي ڪئي. ١٩٠٥ع کان وٺي سنڌي درسي ڪتابن ۾ سندس شعر ڇپبا رهيا. هو شاعريءَ ۾ تخلص "غريب" ڪم آڻيندو هو. هن لاتعداد مضمونن ۽ شعرن کان سواءِ، پنجيتاليهه مستقل ڪتاب تصنيف ڪيا. جن مان "سنڌي زبان جي تاريخ"، "گلقند"، "لطيفي سير"، "سنڌ جو سيلاني"، "غريب اللغات"، "قديم سنڌ" وڏيڪ مشهور آهن.

1953 ۾ هو اسان کان جدا ٿي عالم بقا ڏي راهي ٿيو. مگر سندس يادگار علمي ذخيرو اسان وٽ دائمي رهندو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)